ڪتاب جو نالو: سُجاڳي جو سڏ
موضوع: پير صاحب پاڳاري جو خطاب، مضمون، تاثرات ۽ خط
مرتب: سردار ڀيو
ڇاپو: پهريون
سال: 2010
ٽائيٽل: نعيم خان ديسوالي
ڪمپوزنگ: قربان وِگهيو ۽ تيرٿ ڪمار
ڇپائيندڙ: روضي ڌڻي پبليڪيشن، عمرڪوٽ
موبائيل نمبر: 03453774243
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز 9-ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد. فون: 2721172
قيمت: 200 روپيا

## خاص تعاون

حُر جماعت جي معزز فقير غلام قادر مڱريو چيف ايگزيڪيٽو ايڊيٽر روزانه مهراڻ فقير منٺار مڱريو ۽ حاجي سونهارو فقير درس (الراشد پيٽروليم سروس عمرڪوٽ) جن سميت ٻين مانوارن دوستن ۽ واسطيدارن هن ڪتاب جي اشاعت لاءِ خاص طور تي سهڪار ۽ مدد ڪئي سندن وڏا ورڻ ٿورا.

**Sujjagi jo Sadd**
**[Articles/views/Letters]**
Compiled by: **Sardar Bhayo**

Edition: First
Year: 2010
Title: Naeem Khan Deswaley
Composing: Qurban Vighio & Teerath Kumar
Pubilished by: Roze Dhani Publication, Umerkot
Mob. 03453774243 e-mail: sardar_bhayo@yahoo.com
Printed by Intel Communications, Hyderabad.
Price: Rs. 200-00

# انتساب

- درگاهہ شريف حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي برجستي، دبنگ، نڊر ۽ سالارِ اعظم

## شهيد خليفي فقير محمد امين مگريو

جي نالي،

جنهن درگاهہ پير سائين روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي 'صولن تي قائم رهندي ڌاڍ ۽ طاقت اڳيان ڪنڌ نہ جهڪايو پر شهادت کي ڪِلي ڪيڪاريو.

- درگاهہ پير سائين روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي خدمتگار،

## چيف خليفي عبدالله فقير مگريو

جي نالي،

جنهن پنهنجي سڄي زندگي حضرت پير سائين پاڳارا جن جي حڪمن تي عمل ڪندي نيڪ نيتي، عقيدت ۽ خلوص دِل سان خانقاهہ جي خدمت ۽ جماعت جون جملي ذميواريون احسن نموني سان نڀايون.

— سردار پيو

# فهرست

## تاثرات:



## خط:

# ڏِل جي ڳالهہ

حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني جن پنهنجي وڏن بزرگن سڳورن جي نقش تي هلندي هميشہ پنهنجي روحاني جماعت کي درگاهہ شريف تان وقت بوقت ناصحانہ نڪتن سان نوازيندا رهيا آهي. 1952ع چوٿين فيبروري کان وٺي اڄ تائين پير صاحب پاڳارا پنهنجي منصبي جو فرض نڀائيندي حُرجماعت کي سلامتي، خوشحالي، سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا واري وات تي آڻي ڪاميابي ۽ ڪامراني جون منزلون باآساني طئي ڪرائي ڇڏيون آهن. جڏهن تہ پهرين اپريل 1952ع تي حُرجماعت لوڙهن ۽ جيلن مان آزاد ٿي هئي، تڏهن هن جماعت لاءِ اهو چيو ويو تہ هي معاشي بدحالي جو شڪار ٿيل ڏتڙيل جماعت ڪڏهن بہ پنهنجو تشخص حاصل ڪري نہ سگهندي ۽ پئي سورن واري زندگي گذاريندي. ان ڏتڙيل جماعت جي سرواڻي جون واڳون جلاوطني جا ڏينهن انگلينڊ ۾ گهاريندڙ نوجوان پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني سنڀاليون. پير صاحب جن سڀ کان پهرين پنهنجي والد شهيد سورهيہ بادشاهہ ۽ حُرن جي مقامي مخالفن کي معاف ڪري رواداريءَ ۽ معافي تلافي جو عظيم مثال قائم ڪيو. جنهن جو تاريخ ۾ مثال مشڪل سان ملندو. اُن وقت اهڙين حالتن ۾ پير صاحب جن دُورانديشي، ڏاهپ ۽ اعليٰ بصيرت سان حُرن جي روحاني، اخلاقي سماجي، ۽ سياسي تربيت اهڙي طريقي سان ڪئي ، جنهن جي نتيجي ۾ حر جماعت

روحاني طريقي سان متحد ۽ منظم ٿي ويئي، اُن سان گڏوگڏ سماجي، سياسي ۽ معاشي طور تي پڻ ڏينهون ڏينهن ترقي جون منزلون طئي ڪرڻ لڳي. درگاهہ شريف جو نئين سر سان ترقياتي ڪم ڪرايو ويو جماعت جي چونڪين جي مُکن ۽ خليفن جي مقررين تي غور ڪري ضرورت موجب تبديليون آنديون ويون. جامعہ راشديہ مدرسي کي ديني تعليم جي فروغ لاءِ فعال ڪيو ويو مسافر ڪتابي ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مدرسي ۾ رهڻ لڳا. جامعہ راشديہ جون سنڌ سميت سڄي ملڪ توڙي جو هندستان جي صوبي راجستان ۾ شاخون کولڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو جنهن جي نتيجي ۾ 100 کان بہ وڌيڪ مدرسا کُلي چڪا آهن. جتان هر سال ڪيئي ڪتابي حافظ قاري، عالم ۽ بين شعبن ۾ فارغ تحصيل ٿي رهيا آهن. جماعت مان نياٽيون پڻ فارغ تحصيل ٿي رهيون آهن. ٻي طرف پير صاحب جن جي حڪم تي حُرجماعت "حُرمجاهد فورس" ۾ پرتي ٿي 1965ع ۽ 1971ع وارين پاڪ ڀارت جنگين دوران ملڪ جي سرحدن جي حفاظت فرض سمجهي ڪئي، جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني جن عملي طور تي ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ جو فيصلو ڪري حُر جماعت کي بہ سياست واري پاسي آندو جنهن جي نتيجي ۾ جماعت سان لاڳاپيل فقير بہ صدر ايوب خان واري زماني کان وٺي موجوده صدر آصف علي زرداري تائين جي دور ۾ سياسي مثبت ڪردار ادا ڪندا پئي رهيا آهن. جنهن جو مقصد صرف اهو آهي جو سياست ۾ عملي ڪردار ادا ڪندي حُرجماعت جي سياسي تربيت ڪئي پئي وڃي ۽ اُن سان گڏ جماعت توڙي واسطيدارن جي صحيح معنيٰ ۾ خدمت ٿي سگهي. پير سائين پاڳارا شاهہ مردان شاهہ جي اهو سياسي تدبر ۽ اعليٰ بصيرت آهي جو محمد خان جوڻيجي مرحوم کان وٺي فقير محمد جادم مگرئي ۽ فقير بابر خان لغاري " حُر " تائين وزيراعظم، وزيراعليٰ، وفاقي وزير، اسپيڪر ۽ مشير رهندا پيا اچن. اڄ بہ پ پ حڪومت سان اقتدار ۾ شراڪت دار ٻڌيل آهن، جنهن جو ڪريڊٽ پير سائين پاڳاري جن ڏانهن وڃي ٿو جو حُرجماعت جي سياسي تربيت اهڙي طرح سان ڪئي جو

اهي بنا مارڌاڙ جلسن، جلوسن، احتجاجن، ڌرڻن، ريلين وغيره جي سياسي سفر کي جاري رکيو اچن. هن ملڪ ۾ پير پاڳارا شاهہ مردان شاهہ ثاني کان سواءِ ٻيو ڪهڙو روحاني پير، پيشوا يا سياسي اڳواڻ آهي، جنهن سلامتي واري واٽ تي پنهنجي جماعت کي آڻي تمام حفاظت سان ڪاميابي ۽ ڪامراني واري سفر ۾ اڳيرائي ڪئي هجي..؟

اڄ حُر جماعت ملڪ ۾ باعزت ۽ باوقار نموني سان پنهنجو تشخص برقرار رکندي مذهبي، سياسي ، سماجي ۽ معاشي طور تي صف اول ۾ بيٺل نظر اچي رهي آهي، جيڪو يقينن پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني جي دورانديشي، سياسي بصيرت ۽ پڪي پُختي نظريي جو مظهر آهي. اها حيران ٿيڻ جهڙي ڳالهہ ناهي تہ هي ءَ جماعت مختصر مدت ۾ ايڏو آساني سان ترقي جون منزلون طئي ڪيئن ڪيون؟

حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني پنهنجي حُر جماعت کي گاديءَ نشين ٿيڻ کان وٺي هر موقعي تي سلامتي ۽ سجاڳيءَ جا ناصحانہ نڪتا فرمائيندا پيا اچن، اهو پنهنجي وڏڙن پيران پاڳارن بزرگن جي واٽ آهي. اُن واٽ تي هلندي موجوده پير سائين پاڳارا هميشہ اهي بابرڪت مشورا ۽ هدايتون فرمائيندا رهيا آهن،جنهن تي عمل درآمد جي ڪري حُرجماعت هر ڏهاڪو خير، سلامتي، بهتري ۽ خوشحالي سان پار ٿيندي رهي آهي ۽ هميشہ پار ٿيندي پيئي.

درگاهہ شريف تي پير سائين پاڳارا جن پاران ڪيل سمورا روحاني خطاب بيشڪ روح کي راحت ڏيندڙ ۽ ڪاميابي جا ضامن آهن، اُن کان ڪو بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي. پير سائين پاڳارا جن 2 فيبروري 2004ع تي درگاهہ شريف پيرجو ڳوٺ تي حُرجماعت سامهون مخاطب ٿي تاريخي روحاني خطاب فرمايو. اهو بابرڪت خطبو جنهن ۾ پيرسائين پاڳارا ڪن ڳالهين لاءِ " حُڪم" فرمايو مرشد جو مُريد جي لاءِ فرمايل حُڪم وڏي اهميت رکي ٿو.پير سائين پاڳارا جن روحاني خطاب ۾ چائي ڄم جي رشتن کي فورن ختم ڪرڻ، ننڍپڻ جا رشتا طئي نہ ڪرڻ، صغير ٻارن جا رشتا يا شاديون نہ ڪرائڻ، بغير راضپي جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو شاديون نہ

ڪرائڻ، نياڻين کي وڌ ۾ وڌ تعليم ڏيارڻ سميت ٻيون اهم ڳالهيون ڪيون هئائون، انهن لاءِ "حُڪم" فرمايو هو. اهڙي پيراڻي حڪم بعد ڪا بہ گنجائش باقي نہ ٿي رهي، جو اُن تي عمل ڪرڻ لاءِ بہ سوچجي...!؟ پير سائين پاڳارا جن جي اهڙي روحاني تاريخي خطاب کي سڄي سنڌ جي باشعور پڙهيل لکيل، دانشورن، محققن ۽ ڏاهن ساراهيو ۽ اهڙي قدم کي "اونده ۾ روشن ڏيئو" سڏيو.

هن تاريخي خطاب کي ڀان، جنگ، دي نيوز، مهراڻ، ڪاوش سميت سمورين ٻولين جي اخبارن ۽ رسالن جيئن جو تيئن وڏي اهتمام سان ڇاپيو سنڌ جي عام ماڻهن کي سرهائي ٿي. ساڳيو روحاني خطبو نامياري دانشور، حُرجماعت جي فقير، محقق ۽ ڏاهي محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب سنڌي ادبي بورڊ جي ٽِماهي مهراڻ جي منڍ ۾ وڏي اهتمام سان شايع ڪرايو. حضرت پير پاڳارا شاه مردان شاه ثاني جو روح پرور تاريخي انقلابي خطبو شايع ٿيڻ سان چوٽين دُنيا جي مت موڙهيل مفڪرن کي اچي پيٽ ۾ سُور پيو.تن ڪٽي سنڌي اخبارن ۾ وڏا وڏا مضمون لکي تڏهوڪي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو محترم انعام الله شيخ صاحب خلاف مهم شروع ڪئي تہ آخر'پير صاحب پاڳاري جو خطاب رسالي ۾ ڇو ڇاپيو آهي؟ افسوس صد افسوس، اهڙن بدبودار چوٽين دُنيا جي مفڪرن جي بدبودار سوچ تي...!!؟ ڇا اڳ ۾ ڪڏهن پيراڻين گادين جي گادينشين پيرن جون ڳالهيون وڏي شد مد سان ناهن ڇاپيون ويون ....؟ جو اڄ ڀهريون پيرو پير صاحب پاڳارا جو خطاب ڇاپيو ويو آهي، اُن تي تہ ڪنهن کي بہ ڪڏهن اراهي ناهي ٿي. خير اهڙن بدخواه دانشورن ۽ مفڪرن جي بدخواهي ۽ مٽ گُهرائي نيٺ پڌري ٿيندي..؟

مون جڏهن سڄي صورتحال ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب کي ٻڌائي، ڊاڪٽر صاحب چيو تہ "گهبرائڻ جي ڪا ڳالهہ ناهي، اهڙن تعصبي ۽ مٽ گهُرن کي جواب ڏيڻ جي ڪا ضرورت ناهي، ڇو تہ اهي جواب جي لائق ئي ناهن". مون خواهش ظاهر ڪندي ڊاڪٽر صاحب کي گذارش ڪئي تہ پير صاحب پاڳاري جن جي تاريخي خطاب جي حوالي سان

دانشورن، محققن، عالمن، شاعرن سميت هر مڪتبہ فڪر جي اهل علم ۽ دانشورن ڪان تاثراتي مضمون لکرائي ڪتاب سهيڙجي. محترم ڊاڪٽر صاحب فورن منهنجي ڳالهہ سان سهمت ٿيندي هائوڪار ڪئي ۽ ڪتاب جو نالو "سُجاڳيءَ جو سڏ" تجويز ڪيو. اُن ڪان پوءِ مون بنا دير جي خط لکڻ شروع ڪيا. جنهن جي موٽ ۾ مانوارن پنهنجي خيالن جو اظهار خطن ۽ تاثراتي مضمونن ذريعي ڪيو جيڪي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. تي سگهي ٿو تہ مانوارن جا اماٽيل مضمون يا خط مون تائين نہ پهچي سگهيا هجن. جيڪي شايع ٿيڻ ڪان رهجي ويا آهن. انهن مانوارن ڪان آئون معذرت ڪريان ٿو. جن مانوارن جا مضمون شامل آهن، پر انهن ۾ ڪا ڪوتاهي يا غلطي ٿي آهي تہ اُن لاءِ بہ آئون ڪانئن معافي جو طلبگار آهيان. جن مانوارن کي گذارش ڪئي سين پر ذاتي مصروفيتن سبب مضمون لکي موٽ نہ ڏئي سگهيا. تن ڪان بہ ڪا ميار ناهي، آئون انهن جي مصروفيتن ۽ مجبورين کي دِل جي گهراين سان محسوس ڪريان ٿو.

محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جا وڏا وَڙ مون مسڪين تي، جو مون کي مفيد مشورن ۽ سهڻين صلاحن سان نوازيو جنهن جي نتيجي ۾ "سُجاڳيءَ جو سڏ" ڪتاب سهيڙڻ ۾ سرخرو ٿيو آهيان ۽ سندن رهنمائي سان ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. اهڙي قرب، نوازش ۽ محبت ڏيڻ تي آئون سندن نهايت ئي مشڪور ۽ ٿورائتو آهيان. دعا آهي تہ رب تعاليٰ محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي تندرستي ڏي.

## وڏي چام چمار، جي ميائيون موڪيون

درگاهہ حضرت روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي خدمتگار چيف خليفہ عبدالله فقير مگريو جن جون خانقاهہ عاليہ ۽ حُرجماعت لاءِ ڪيل خدمتون باعث فخر آهن. فقير صاحب بااصول، ڏاهو سگهڙ ۽ علمي شوق رکندڙ ڪاهوڙي انسان هو جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ جماعتي راڳ ڪان ويندي وڏن وڏن دانشورن، عالمن ۽ سگهڙن جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندو هو. فقير صاحب منهنجي گذارش تي "پاڳارا آئينو" ڪتاب لاءِ جماعت جي ٻارنهن چونڪين ۽ فرق جماعت جي سنگت متعلق تفصيلي تاريخي معلومات

فراهم ڪئي، جيڪا اڳ ۾ ڇپجي نه سگهي هئي. فقير صاحب جو درگاهه شريف ۾ خُرجماعت سان تعلق رکندڙ اشاعتي ڪم ۾ وڏو حصو آهي، جيڪو هميشه ياد رکيو ويندو سندن اسان جهڙن مسڪينن تي به مهربانيون ۽ نوازشون رهيون آهن. اڻ وسرندڙ انمول شخصيت عبدالله فقير پاران باعث عزت ۽ فخر ڪردار ادا ڪرڻ تي کين سلام پيش ڪجي ٿو. سندن فرزند چيف خليفه فقير قادر بخش مڱريو جون به ڪرم نوازيون نٿيون ڀلائي سگهجن، جنهن هر وقت اسان کي اشاعتي ڪم ۾ مڪمل سهڪار جو يقين ڏياريندي همٿ افزائي ۽ عزت افزائي پئي ڪئي آهي. فقير صاحب جا وڏا وڙ.

درگاهه شريف جي خطيب ۽ جامعه راشديه مدرسي جي مهتمم جناب علامه مفتي محمد رحيم سڪندري جي ڪمڙي ڳالهه ڪجي، جڏهن به سائين جن سان ملڻ جو شرف حاصل ٿيو ته اسان کي نيڪ ۽ مفيد مشورن سان نوازيائون. مستقبل ۾ به ڪائن اهڙي اميد ئي رکي سگهجي ٿي.

اُن کان علاوه خط ۽ خطاب جو مسودو مختلف ائڊريسن تي اماڻن واري ڪم ۾ حيدرآباد جي قاسم آباد واري علائقي حيدرآباد بنگلوز ڪالوني ۾ باءِ پاس پرسان واڌو واهه ڪنڌي تي منهنجي محسن فقير حاجي الياس مڱريو جي جاءِ ۾ رهندا هئاسين. اُنهي وقت آئون تازو تازو سنڌ يونيورسٽي جي اڪنامڪس شعبي مان ايم اي جي ڊگري وٺي چڪو هئس، اُتي مون سان گڏ هن نيڪ ڪم ۾ جن عزيز سائين هٿ ونڊايو انهن جا نالا وٺڻ بغير بيحد ٿورائتو آهيان، جيڪڏهن اهي دوست منهنجي مدد نه ڪن ها ته شايد جلدي ۾ ڪم نه ٿئي ها.

خليفه شهيد فقير امين مڱريو درگاهه شريف پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رحمتہ الله عليه جو اهو ادنيٰ خدمتگار فقير هو جنهن درگاهه شريف جي اصولن تي هلندي محب خاندان نبوي جو نرالو ڪردار ادا ڪيو. فقير شهيد اهو دبنگ، بي ڊپو بهادر ۽ اصول پرست انسان هو جنهن ڏاڍ ۽ طاقت اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ کي بزدلي ۽ غداري سمجهيو. اهو ئي سبب هو جو کين بنا ڪنهن ڏوهه ۾ گرفتار ڪري شهيد ڪيو ويو. اُن شهيد سالار جي فرزندن فقير غلام قادر مڱريو، فقير غلام حيدر مڱريو، فقير غلام نبي مڱريو

۽ فقير غلام علي مگريو ۾ اها توقع رکي سگهجي ٿي، جو اهي شهيد جا لخت جگر هجڻ جي ناتي جماعت جي فلاح، بهبود، بهتري، خوشحالي ۽ ترقي واري سفر ۾ گهڻ گهُرا بڻجي حُرجماعت جي اهنجن، ڏکن، تڪليفن ۽ مشڪلاتن ۾ مددگار ٿين. حُرتحريڪ جي حوالي سان ڪيئي اهڙا تحقيقي ڪم آهن، جيڪي غلام حيدر جي سهڪار ۽ مدد سان ٿي ٿيا آهن. فقير غلام قادر سميت غلام نبي مگريو ۽ غلام علي کي جڏهن اُن سلسلي ۾ گذارش ڪئي، سو بنا سوچڻ جي هائوڪار ڪرڻ سندن حضرت پير سائين پاڳارا جن سان عشق ۽ محبت جو چٽو ثبوت آهي. اُن لاءِ بحيثيت ڪتاب جي مُرتب آئون بيحد ٿورائتو آهيان. اميد تہ اهو تعاون ۽ سهڪار اڳتي لاءِ بہ ساڳئي جذبي سان جاري رهندو.

مون جهڙي فقيراڻي غريب ٻار کي محبت ۽ شفقت جا پاڪر پري پائرن جهڙو پيار ڏيندڙ منهنجو محسن پاءُ ۽ روزانہ مهراڻ جي ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر محترم فقير منٺار مگريو صاحب جن حضرت پير سائين پاڳارا جن جي دعائن ۽ دست شفقت جي طفيلي عزت واري منصب تي هئڻ باوجود هر مشڪل گهڙي ۾ منهنجو ساٿ ڏيندو آيو آهي. سندن ٿورا ڳڻائڻ کان مٿي آهن، جنهن مون کي هزارين مشڪلاتن، تڪليفن، اهنجن ۽ پريشانين ۾ ڪڏهن بہ مايوس ٿيڻ نہ ڏنائون ۽ هميشہ حوصلو همٿ، جذبو پيدا ڪرڻ لاءِ اخلاقي ۽ معاشي طور تي منهنجي مدد ڪرڻ واري عمل کي جاري رکيو آهي. خاص طور تي لکڻ لاءِ مون ۾ اتساهہ ۽ قوت پيدا ڪرڻ وارو فقط فقير منٺار ئي آهي، منهنجي لکڻين سبب مٿن ٿيندڙ اُلرن ۽ ڇهڪن کي جنهن نموني سان فقير صاحب پنهنجي سر تي برداشت ڪيو آهي، اُن جو مون کي پورو پورو احساس آهي. فقير صاحب جي همٿ افزائي ۽ عزت افزائي جي نتيجي ۾ ئي آئون هي ڪم جاري رکي سگهيو آهيان. سندن منهنجي مٿان جيڪا شفقت ۽ احسان آهن، سي هميشہ پيا ڳائبا. اُميد تہ محترم فقير صاحب جن حوصلو ۽ اُتساهہ ڏيڻ وارو سلسلو جاري رکندا.

اڳوڻي تعلقي ناظم پٺورو فقير حاجي محمد عمر مگريو کي ياد ڪرڻ اُن ڪري بہ ضروري آهي، ڇو جو حاجي محمد عمر هميشہ درگاهہ شريف جي

حوالي سان ٿيندڙ اشاعتي ڪم توڙي جو ٻين جماعتي سرگرمين ۾ وڏي جذبي ۽ دِلچسپي سان سهڪار ۽ مدد ڪندو رهيو آهي. هن ڪتاب جي اشاعتي ڪم جي شروعات ۾ فقير حاجي محمد عمر مڱريو منهنجي مدد ڪئي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ هن ڪتاب جو مواد ڪمپوز ڪرايو ويو. پر بعد ۾ ڪنهن فني خرابي جي ڪري سڄو مواد ضايع ٿي ويو هو تنهن باوجود فقير حاجي عمر مڱريو جي وڏ ڪي وسارڻ وس ۾ ناهي. سندن پاران ڪيل مدد تي آئون ٿورائتو آهيان، مستقبل ۾ ڪائن اهڙي اميد رکجي ٿي.

حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحه جي فقيرن ۾ چونڪي جيسلمير سان تعلق رکندڙ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي سنجهورو جي يوسي ڪُرڪلي جي رهائش پذير اسان جو مائيٽاڻو ڀڻ حاجي محمد يوسف جنجهه مرحوم وڏي همٿ وارو ،سچو، کرو ۽ پنهنجي مُرشد سان بيپناهه عشق ڪندڙ سچو عاشق هيو، سندن فرزند فقير علي اڪبر جنجهه کي حُر جماعت ۾ وڏي عزت حاصل آهي، سندن جماعتي خدمتون ڪنهن کان به گهٽ ناهن، سندس ڀائرن ۾ فقير رسول بخش جنجهه ۽ حاجي فتح محمد پڻ منهنجا محسن ڀاءُ آهن، جن هميشه هر مشڪل موڙ تي اسان جي خاندان جي سهائتا ۽ اخلاقي مدد پئي ڪئي آهي، اُن سان گڏو گڏ درگاهه پير سائين روضي ڌڻي رحمت الله عليه جي حوالي ٿيندڙ اشاعتي سلسلي ۾ سدائين ڀرپور ساٿ ڏنو آهي، ڪين جس هُجي. اُميد ته اهو سلسلو اڳتي پڻ جاري رهندو.

حاجي"سونهن وارو" يعني سونهارو فقير درس، هيءَ اهو فقير آهي، جنهن پنهنجي مائٽاڻي رشتن کي مان ڏيندي تمام گهڻو خيال رکندو آهي ۽ اسان جهڙن فقيرن کي جيءُ ۾ جايون ڏيندو آهي ، هر چڱي ۽ نيڪي جي ڪم ۾ ساٿ ڏيڻ کان ڪڏهن به لنوائيندو آهي، درگاهه شريف جي اشاعتي ڪم توڙي جو پروگرام ڪرائڻ ۾ جڏهن به ڪين گذارش ڪئي، سونهاري فقير اسان کي ڪڏهن به مايوس ناهي ڪيو. سونهارو فقيردنيادار هجڻ باوجود طبيعت ۾ سادگي ۽ فقيرائي وارو عنصر مٿن غالبُ اٿس. سندن سادگي جو سُرور اسان کي ٻه پلئي پيو سندن فرزند فقير حاجي سومار درس ، ڊاڪٽر عبدالجبار حافظ خالد درس سميت ٻين فرزندن جي تربيت ۽ تعليم

بهتر نموني سان ڪئي اٿس، جنهن جي ڪري اهي به پنهنجي والد جيان چڱائي واري واٽ ورتي آهي، دعا آهي ته انهي گس تي هميشه هلندا رهن.

اُن کان سواءِ منهنجو هم حال ۽ همراز ساٿي هڪڙي پاڻهن کان معذور هوندي به سدائين منهن تي مُرڪ سجائي زندگيءَ جي سفر کي جاري رکيو ايندڙ ٽر جي ڏورانهين ڳوٺ واوڙي مهراڻ سان تعلق رکندڙ حافظ مهراڻ عرف "جُهوڙي فقير" جون ڀلايون ڀُلائي ڇڏيان، اهو ممڪن ئي ناهي. جنهن هن ڪتاب جي پروف ريڊنگ کان ويندي ڇپائي واري مرحلي ۾ جيئڻ جو تيئن ساٿ ڏنو آهي. جُهوڙي جهڙا سيلاني ۽ رولاڪ فقير جن نه ڏنو آهي ڏينهن کي ۽ نه رات کي، سدائين ڪتابن جي ڳنڍڙي ڪُلهي تي.... جوڳي رمتا ڀلا.... اهڙا بودلا فقير ورلي ملندا، ڀال ڀرين جيترا، وڏا وڙ سندا....، اميد ته اهو سفر ائين ئي جاري رهندو جيسين حياتي آهيون. اُن کان سواءِ مون هن ڪتاب جو مواد محترم حافظ يوسف ڀنڀرو سڪندري کي ڏنو سائين جن به نظر مان ڪڍيو منهنجي ڀائرن جهڙي دوست غلام مصطفيٰ ڀنڀري جون صلاحون ۽ مشورا به منهنجي لاءِ ڪارگر ثابت ٿيا. مانجهي فقير ڀنڀرو به گڏ رهيو کين به وساري نه ٿو سگهجي، گوگاسري گُرو نيڪ محمد ارباب به واهه جو ساٿ نڀايو. ڪتاب جي ڇپائي واري مرحلي ۾ اسان جي دوست ڪويتا پبليڪيشن جي روح روان موهن مدهوش جي "مدهوشي" مان خوب مزو ورتوسين، نتيجي ۾ هي ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي ويو ساٿ ڏيڻ تي آئون سندن شڪرگذار آهيان.

اُن کان سواءِ اڌ صدي جيتري ڄمار هئڻ باوجود پنهنجي پاڻ کي نوجوان سمجهندڙ "اڏروٽ"همدرد فقير منا خان ڀنڀرو به هميشه جيان چڱاين وارن ڪمن ۾ اڳيان هجڻ وارو ڪردار هن ڪتاب جي سهيڙڻ ۽ ڇپرائڻ ۾ به نڀائڻ کان نه رهيو سو نيٺ هن سٽ ۾ شامل ٿي ويو اُن لاءِ فقير منا خان جا مون تي ٿورا ۽ ڀال.....

هن ڪتاب ۾ انهن سمورن ساٿين جو تمام گهڻو شڪرگذار آهيان، جن مانوارن پنهنجو علمي ۽ قلمي ساٿ ڏنو (انهن مان ڪي هي جهان ڇڏي ويا آهن). سندن ٿورا آئون سدائين ڳائيندو رهندس. ڪتاب جي سڄي

ڪم دوران جن بہ سچڻ ساٿ ڏنو تن جو ٿورائتو آهيان. خاص طور تي دوست موهن مدهوش صاحب جو جنهن اپري سيري حال جي باوجود تمام خوش طبعي ۾ بهتر طريقي سان هن ڪتاب کي سنواري تيار ڪيو. اُن لاءِ موهن جو مشڪور آهيان. آئنده بہ ڪانئن اهڙي تعاون جي اميد رکجي ٿي.

اُن ڪان علاوه مانوارن پڙهندڙن کي هن ڪتاب ۾ ڪا چڱائي نظر اچي تہ اها ڌڻي تعاليٰ جي مهرباني ۽ مرشدن جو فيض سمجهيو وڃي، جيڪڏهن ڪا ڪمي ڪوتاهي ڏسڻ ۾ اچي تہ هن حقير جي کاتي ۾ سمجهي وڃي. انهن ڪوتاهين ۽ ڪمين جي اصلاح لاءِ خط لکي آگاهي ڏيندا تہ قرب.

مڙيئي مون ڏانهن، هوتن ڏانهن هڪ بہ نہ.

آخر ۾ اوهان مانوارن کي اهو ٻڌائيندي خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان تہ اشاعتي سلسلي جي وِڪ کي اڳتي وڌائيندي موجوده پير سائين پاڳارا جن جي سياسي پيشنگوئين ۽ بيانن تي مشتمل ڪتاب زيرترتيب آهي، جيڪو آخري مرحلي ۾ آهي. ان سلسلي ۾ گذارش ٿي ڪجي تہ جن بہ مانوارن وٽ اهڙو مواد پيل آهي يا وٽن ناياب تصويرون موجود آهن، سو مهرباني ڪري موڪلي ڏيندا، تہ جيئن اُن کي بہ ڪتاب ۾ شامل ڪري سگهجي. اوهان جي مانائتي موٽ جو انتظار رهندو.


فقير اٺا ڳڪ،
ٽيپڙي شريف فقير شهيد محمد امين مگريو
27ذوالقعد 1431هجري
05 نومبر 2010ع

دعائن جو طلبگار
**سردار ڀيو**
Sardar_bhayo@yahoo.com

# پير سائين پاڳاري جو تاريخي خطاب

السلام عليڪم..........!

توهان سيني کي استادن ۽ منهنجي طرفان عيد مبارڪ!

توهان اسان جي مفتي صاحب کي ٻڌو ته هر انسان جي خوشي پنهنجي قسم جي ٿيندي آهي اهو ماڻهو جي سوچ تي آهي ته هو ڇا تي ٿو خوش ٿئي. توهان جي هٿ گڏجاڻي جا ڏينهن اسان جي خوشي جا ڏينهن آهن. استادن تي فرض آهي ته توهان کي نصيحت ۽ هدايت ڪن. جو هو پڙهيل ۽ ڪڙهيل آهن. توهان کي پڙهائي نٿا سگهن ته گهٽ ۾ گهٽ ڪاڙهي سگهن ٿا. منهنجي لاءِ ضروري آهي ته توهان کي مشورو ڏيان، ڇاڪاڻ ته مان پڙهيل ڪو نه آهيان پر ڪڙهيل آهيان. ان مشوري تي عمل ڪرڻ توهان جي لاءِ باعث خير ٿيندو ۽ اولاد به نه پڇتائيندي ته توهان منهنجي مشوري تي عمل ڪيو. توهان کي مان هميشه چوندو رهيو آهيان ۽ ڪوشش ڪندو رهيو آهيان ته توهان جي اولاد صالح ٿئي ۽ بري صحبت

ڪان بچي. ڇوڪرين جي تعليم تي مان خاص طور تي زور ڏيندو رهيو آهيان. مان کي خوش آهي جو توهان ۾ ڪجهه مايون اهڙيون آهن جيڪي نه رڳو پڙهيون آهن پر گهڻيون پڙهيون آهن. اهي توهان جي طرف کان ايندڙ اليڪشن ۾ اميدوار ٿي بيهنديون ۽ ڪامياب ٿينديون ۽ توهان جي خدمت ڪنديون پر توهان کي اهو احساس هجڻ کپي ته ڪم علمي جي ڪري ۽ڪم لياقت جي ڪري پڙهيل زال جي اڳيان مڙس هميشه جهڪندو رهندو آهي. ڪنهن به پڙهيل ڇوڪري کي پاڻ کان گهٽ پڙهئي لکي سان نه پرڻايو گهٽ هجي ته به برابري جي تعليم وارو هجي نه ته وڏيڪ هجي. جي اهڙا پڙهيل ناهن ته توهان پڙهائڻ جي ڪوشش ڪريو. اهو جيڪو پراڻو دستور هو ته پيءُ سڱ ڏيئي ڇڏيندو هو پنهنجي مائٽ ۽ دوست کي ۽ ماءُ ڏيئي ڇڏيندي هئي ٻي مائٽياڻي، دوستياڻي يا سهيلي کي. اهو هاڻي ڪم نه ايندو. اهي ننڍپڻ جا سڱ يا ڄائي ڄمر وارا سڱ بيڪار آهن. ماڻهو پڙهي لکيو بيهي ۽ عورت به پڙهي لکي بيهي. پوءِ انهن جي منظوري سان سڱ ٿيندا. اگر سڱابندي منظوري سان نه ٿيندي ته ضرور "ڪارو ڪاري" جا ڏکوئيندڙ واقعا ٿيندا! افسوس ۽ ڏک پاڙي وارن کي ۽ گهر وارن کي ٿيندو. بي عزتي ۽ بدنامي ائين مول پئجي ويندي.سو هميشه بالغ ڇوڪريءَ بالغ ڇوڪري سان ۽ بالغ ڇوڪري جي بالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرايو. اهو بلوغت کان اڳ جي شادين وارو پراڻو رواج ختم ڪريو. اهو دستور ۽ رواج اڳئين زماني سان هو هن زماني سان سوٽ نٿو ڪري. موافق ناهي ۽ توهان جي صحتمندي لاءِ اڳتي ڇوڪري ۽ ڇوڪري لاءِ نٿو ٺهي. اگر توهان جي خاندان ۾ صغير ٻارن جا رشتا ٿيا آهن ۽ جي هو وڏا ٿي ها ڪن ته قائم ٿيندا. ورنه انهن کي ختم سمجهڻ کپي. مان عرض ڪيو ته جيڪي به ننڍن ٻارن جا رشتا اوهان ڪيا آهن. سي ختم ٿيڻ کپن. سمجهه ۾ ڳالهه ويئي؟ ان تي عمل به ٿيڻ کپي. هيءُ حڪم آهي، جنهن تي عمل ٿيڻ کپي.

توهان پنهنجن فيصلن تي ته عمل ڪندا آهيو پر پيراڻي فيصلي تي توجهه نه ڏيندا آهيو جو پير توهان سان سچو وقت گڏ ته هوندو ڪونهي، هر

وقت توهان پنهنجي پاڻ ۾ هوندا آهيو. هن کي به ڪو جڏهن ٻڌائي. اگر توهان ڪنهن کي ٻڌائڻ ڏيو. هاڻي ان شيءِ جي مان اميد ٿو ڪريان ته نه توهان ننڍا سڳ ڏيندو ۽ نه وٺندو. اهو اوهان انهن کان نه پڇندو ۽ پڇڻ جي ضرورت نٿا محسوس ڪريو ته اهي ننڍپڻ جا سڳ ۽ زباني رشتا بيڪار آهن ۽ اڄ ختم آهن.

توهان کي معلوم آهي ته سن 1952ع جي 4 فيبروريءَ تي توهان مون کي پڳ ٻڌائي هئي ۽ اڄ 4 فيبروري ۾ به ڏينهن باقي آهن.مان تي به فرض آهي ته مان توهان کي وقت به وقت ٿوڪيندو اچان ۽ اگرا فيصلا ٻڌائيندو اچان توهان کي به هن دنيا ۾، هن ماحول ۾، هنن ئي ماڻهن سان، هن ئي ملڪ ۾ رهڻو آهي ۽ انهن جي وچ ۾ اهڙو تي هلڻو آهي جهڙا هو آهن پر ان جو مطلب اهو به ناهي ته توهان چور سان سنگت رکو يا بدمعاش ۽ بري جي سنگت رکو پر سنگت انهن جي رکو. جيڪي نيڪ آهن ۽ صالح آهن. جيڪي توهان کي ڪجهه سيکاري سگهن ٿا ۽ جيڪي توهان کي ڪجهه غور سان ٻڌن ٿا ۽ پنهنجو سمجهن ٿا. ضرور هُن اڳين عيد کان هن عيد تائين توهان پاڻ سچاتو هوندو! هاڻ اوهان پنهنجي اولاد جا خير انديش ۽ خيرخواهه ٿيو. جيئن رزق حلال ڪمائڻ لاءِ صالح مايون ۽ محنت ڪش صالح اولاد نسلن کي اڳتي وڌائين جو قيامت تائين اوهان قائم ۽ دائم هجو.

اوهان خدا ترسي ۽ خدا پرستي ۾ وچي وقت گذاريو . مان ۽ مون کان اڳتي جيڪي پير اچن، اهي به توهان جي خدمت ۾ اهو ئي عرض ڪن. مون هيستائين توهان سان ڪا اهڙي ڳالهه نه ڪئي آهي، ۽ اڄ "پهريون" دفعو ئي ڪئي آهي، مان نٿو گهران ته توهان پنهنجي لاءِ به ۽ منهنجي لاءِ اهو سوچيو ته اڳتي منهنجي مشوري تي هلڻ توهان لاءِ برو آهي يا توهان جي ان ڪارسازي جي ڪري توهان جا نسل بگڙيا آهن.

توهان ذميوار آهيو پنهنجي نسل جي آبادي ۽ انهن جي عمل جا. توهان جو ڪم آهي رزق حلال، ان جي تلاش ۽ ان لاءِ محنت ڪرڻ. هن وقت نوڪريون ملڪ ۾ ڪونهن، جيڪي به توهان اخبارن ۾ پڙهو ٿا. سڀ

ڪيڏ آهي. ڪا نوڪري ڪنهن جي لاءِ ڪنهن بہ قسم جي آهي ئي ڪانہ. اگر ڪا جاءِ خالي ٿئي ٿي تہ هر جاءِ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ماڻهو پيدا ٿي وڃن ٿا ۽ اهو خوشقسمت آهي جنهن کي بغير محنت جي پنهنجي "ميرٽ" يا لياقت تي جاءِ ملي ٿي. هن وقت توهان جي ڪمائي لاءِ رزق حلال جي لاءِ رڳو هڪڙو در کليل آهي ۽ اهو آهي پاڪستاني فوج جو جيڪو در هر هڪ لاءِ کليل آهي. جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ميٽرڪ يا ان کان وڏي لياقت وارو هجي. توهان ڪوشش ڪريو تہ جيڪا هاڻي ڀرتي ڪرڻ لاءِ ٽيم نڪرندي، ان ۾ توهان پڙهيل لکيل ماڻهو ڀرتي ٿيو. اتي مراعتون حاصل ڪيو رزق حلال ڪمايو ۽ پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي حفاظت ڪريو. اها قوم تي ڪا مهرباني ڪانهي، پاڻ تي فرض آهي پنهنجن ڀائرن جي حفاظت ڪرڻ ۽ ملڪ بچائڻ، سو رزق حلال جي لاءِ توهان اڳتي وڌو. اوهان کان اها اميد ٿي ڪجي، جتي نوڪري نٿي ملي، ڪا اُپت ناهي ۽ توهان علم پڙهيو بہ آهي تہ پوءِ ڇو نہ توهان ان علم مان پنهنجي لاءِ ڪو فائدو وٺو ۽ فائدو ڏيو.

بهتر آهي تہ سکيا ٿيو رزق جي تلاش ڪيو ۽ پنهنجي اولاد کي وڌ ۾ وڌ پڙهايو خاص طرح سان عورتن کي. انهن سان جبر نہ ڪريو. اميد تہ الله اوهان کي صحيح رستو ڏيکاريندو ۽ توفيق عطا فرمائيندو جو توهان پنهنجي ڳالهين تي نہ. پر بالغ ٿئي کان پوءِ جيڪا ٻارن جي نيت هوندي ان تي جائز عمل ڪندو.

تنهن کان سواءِ اسان ۽ توهان ۾ وڏيرا آهن. جيڪي ڇوڪرين کي حق نہ ڏيندا آهن. جائداد جي ڪري انهن جون شاديون ڪو نہ ڪندا آهن ۽ ويهاري ڇڏيندا آهن. ڪي گهٽو گوڙ ڪن تہ قرآن شريف ڏيئي ڇڏيندا آهن تہ ان سان تنهنجو نڪاح آهي، ڇا ڪڏهن قرآن شريف سان نڪاح ٿيو آهي؟ اهو تہ فقط هدايت جي لاءِ آهي ۽ سنئين رستي ڏيکارڻ جي لاءِ آهي. اهو جيڪو رستو جنهن ۾ توهان (بنا رضا جي) مڙس ڪري ٿا ڏيو ان ۾ ان جي برعڪس لکيل آهي. جن پنهنجين ڀينرن کي يا ڌيئرن کي ويهاري

ڇڏيو آهي سي مهرباني ڪري اٿارڻ جي ڪوشش ڪريو جائداد جو حق ٻه جيڪو الله هنن کي ڏنو آهي ۽ ملڪ جو قانون به انهن کي حقدار ڪري ٿو ته انهن کي حق ڏيو اهو توهان صاحبن جي وڏي مهرباني ٿيندي، جيئن آئنده مان انهن سلسلن ۾ ڪا به شڪايت نه ٻڌان.

توهان ۾ اها هڪڙي رسم ٿي وئي آهي جو نڪاح پڙهي ويو ته طلاق نٿا ڏيو ۽ نٿا وٺو. ڀلا جڏهن زال مڙس جدا ٿيل هوندا آهن ۽ ڪڏهن سندن گڏجڻ جو سوال ئي نه آهي ته پوءِ زال مڙس هجڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اگر توهان مڙسن کي ٻي شادي جو حق ڏيو ٿا - بلڪ ٻئين، ٽئين، چوٿين جو به — اوهين ائين پنهنجو هلڻ الڳ ڪريو ٿا ته پوءِ زال کي به ٻئي مڙس ڪرڻ جو حق آهي، اوهين پوءِ ان کي طلاق ڏيئي ڇڏيو پر اهو منهنجو مشورو آهي. حڪم نه آهي ته طلاق ڏئي ڇڏيو. هر ڪو ماڻهو پنهنجو فيصلو پنهنجي گهرو حالتن، ۽ برادري جي حال کي ڏسي ڪري، پر اهي ماڻهو (جيڪي پاڻ ۾ نٿا ٺهن) سي پاڻ کي هڪٻئي کان جدا ڪري ڇڏيندا ته هو به خوش ٿي ويندا ۽ مون کي به خوشي ٿيندي، ڇو ته غير ضروري نسبت قائم نه آهي. الله جي دربار ۾ هر هڪ کي پنهنجو حق آهي ۽ جيڪو حق وٺي ٿو سو بدنامي ۽ بي عزتي جي باعث کان بچي ٿو.

اڄ مان توهان جو گهڻو وقت ورتو آهي. توهان به مون وانگر بيهي بيهي ٿڪا هوندا. تنهنڪري مان توهان کي مشورو ڏيندس ته خير سان گهر وڃو ۽ آرام سان رستي تي ڊرائيونگ ڪريو. آرام سان ڊرائيور کان گاڏي هلرايو ته جيئن توهان سڀ حال حيات گهر پهچو ۽ رزق حلال جي تلاش ۾ لڳي وڃو ۽ پنهنجي اولاد کي صالح ڪري انهن جي پڙهائي ۽ لکائي مان فائدو وٺو ۽ انهن کي فائدو ڏيو.

منهنجيون نصيحتون، نصيحتون ته ڪونهن، نصيحتون ته مولوين ۽ عالمن جون ٿينديون آهن. منهنجا ته اهي مشورا يا صلاحون آهن، جيڪي توهان ٻڌيون. پر اڄ گهڻن ڏينهن کان پوءِ صلاح نه پر "حڪم" ڏنو اٿم ان جي تعميل ٿيڻ کپي، باري تعاليٰ توهان جو رزق ڪشادو ڪندو جيڪو

رستو مان ڏسيو آهي، ان تي هلندو انشاءِ الله تعاليٰ توهان عزت ۽ آبرو جي زندگي، خوشحالي جي زندگي ۽ خانہ آبادي جي زندگي بسر ڪندو. توهان جي اولاد سڌرندي، لائق ٿيندي ۽ خوش هوندي. توهان کان بہ خوش هوندي ۽ هڪٻئي کي ملڻ ۾ بہ خوشي ٿيندي، اگر توهان منهنجي صلاح تي هلندو!

مهرباني.

2 فيبروري، 2004ع
درگاهہ شريف، پير جو ڳوٺ

# اوندهہ ۾ روشن ڪرڻا

”صغير پارن جا رشتا ختم ٿيڻ گهرجن،جائي جم کان اڳ جا سڱ ختم ٿيڻ کپن،بلوغت کان اڳ جون شاديون ختم ڪريو،زباني رشتا بيڪار آهن، سڱابندي ڪرڻ وقت ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان راضپو معلوم ڪيو وڃي، پڙهيل ڇوڪري جي شادي اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل سان نہ ڪريو عورتن ۽ مردن ٻنهين کي طلاق جو حق ڏنو وڃي، نياڻين کي موروثي جائداد مان حصو ڏنو وڃي، ملڪيت بچائڻ خاطر عمر ير لاءِ ويهاريل نياڻن جو شاديون ڪرايون وڃن. اولاد کي وڏ ۾ وڏ پاڙهيو خاص ڪري نياڻين کي تعليم ڏياريو عورتن سان جبر ۽ زيادتي نہ ڪريو. حرام بدران رزق حلال تلاش ڪريو. چور ۽ بدمعاش جي سنگت کان بچو.“

(پير سيد شاهہ مردان شاهہ پير پاڳارو)

عبوري دور مان گذرڻ جي ڪري جڏهن سنڌي سماج جي جوڙ جڪ ۾ ڦات پئجي رهيا هجن ۽ پورو سماج ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار هجي،بيوسين، ناانصافين، ارهہ زوراين ۽ ذهني پسماندگين جو دور هجي تہ ڏينهن ڏٺي جو انهي ڪاري اوندهہ ۾ پير سيد شاهہ مردان شاهہ پير پاڳارو جن جا مٿي ڄاڻايل لفظ روشني جي ڪرڻن وانگيان نظر ٿا اچن. جن جي سهاءَ ۾ علم ۽ عقل جي واٽ وٺڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي آناڪاني نٿي رهي.هيءَ لفظ ڪنهن اهڙي روڊ وانگيان آهن. جيڪو آساني سان منزل مقصود تائين پهچائي ٿو.

اسان وٽ اجا تائين Oral History (سينہ بہ سينہ هلندڙ تاريخ)کي سهيڙڻ جو ايترو ڪم نہ ٿيو آهي،جنهن جي ڪري اسان جي تاريخ ۾ سنڌ جي معاشري جي لهاندين ۽ چڙهاندين جو ايترو ذڪر نٿو ملي. بلڪہ انهي جي جاءِ تي اسان کي چند تخت و تاج جي ڏٽين ۽ چند قبائن جو ذڪر ملي

ٿو. "عوام" غائب آهي ۽ "خواص"موجود آهي. اهڙي صورتحال ۾ Oral History جي پهچ ڪنهن حد تائين صرف ماضي قريب تائين آهي.جنهن ۾ ڪجهه ڪجهه "عورت زاد" جو بہ ذڪر ملي ٿو. اسان وٽ سنڌ ۾ جيستائين بٹراج سسٽم (1901ع کان 1921ع) موجود نہ هو ۽ ماڻهن جو گذر سفر چوپائي مال تي هو تہ انهي زماني ۾ عورت مڪمل نہ ٿي سهي، پر ڪنهن حد تائين آزاد هئي. انهي زماني ۾ مال چارڻ ۽ ٻين سخت ڪمن کان وٺي جهيڙي جهٽي تائين عام عورت مرد سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي آزادانہ طور تي شريڪ ڪار هئي. مالي طور تي توڙي سماجي طور تي ڪنهن حد تائين پاڻ ۾ پري هئي. هڪ ٻئي ۾ شڪ شبهہ جي بہ گنجائش نہ هئڻ جي برابر هوندي هئي. حاصل مطلب تہ عام عورت ڪنهن بہ "انسان" وانگيان آزاد هئي.

بٹراج سسٽم اچڻ کان پوءِ سنڌ جي ماڻهن جو گذر سفر "مال" تان هٽي وڃي "زمين" تي پيو. اگ "زمين" لاءِ اهو تصور هو تہ زمين خدا جي آهي، جنهن کي کپي اتي وڃي مال چاري پر زمينداري سسٽم اچڻ کان پوءِ "زمين" کي پنهنجي ملڪيت سمجهيو ويو ۽ ائين "ملڪيت" جو تصور پيدا ٿيو. "زمين" جڏهين ماڻهو جي "ملڪيت" بڻي تہ پوءِ آهستي آهستي ٻيون شيون بہ "ملڪيت" جي ذمري ۾ اچڻ لڳيون، جن ۾ "عورت" بہ اچي وڃي ٿي. ائين "عورت" هڪ "انسان" انسان ٿي نہ رهي تہ پوءِ مالي آسودگي ڪا بہ حيثيت نٿي رکي. سماجيات جي اصطلاح ۾ انهي کي ترقي معڪوس چئبو آهي ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئون تہ اهڙي صورتحال ۾ سماج ترقي ڪرڻ جي بجاءِ تنزل ڏانهن وڌي رهيو آهي. تہ ائين اسان جي معاشري ۾ ڦيٽاڙو وڌندو رهيو ۽ عورت ظلم جو شڪار ٿيندي رهي.

ظاهر آهي تہ وقت جا پنهنجا وارا ڦيرا آهن، اڄ جو سماج عورت جي آزادي ٿو گهري.جنهن جو بنياد تعليمي ترقي ۾ رکيل آهي، پر اسان وٽ موجود پهرين جاگيردارانہ نظام ۽ هاڻي زميندارانہ نظام اڃا تائين انهي نئين صورتحال کي قبول ڪرڻ لاءِ ايترو تيار ناهي، جيترو هئڻ کپي.اهڙي صورتحال ۾ سنڌ جي انتهائي با اثر شخصيت جي حيثيت ۾ پير سيد شاهہ مردان شاهہ پيرپاڳارو جڏهن پنهنجي طبقي جي ويچارن جي برعڪس عورتن جي حقن، تعليم جي ڦهلاءَ، ڏوهن ۽ گناهن جي خاتمي لاءِ حق جو

نعرو بلند ٿا ڪن ته ڪين سنڌ. حال جي حقيقت ۽ مستقبل جي تاريخ جو پورو پورو اندازو آهي ۽ پاڻ چاهين ٿا ته سنڌن مريد توڙي ٻيا ماڻهو به انهي حقيقت کي سمجهي ترقي لاءِ اڳتي وڌن ۽ نئين زماني سان ساٿ ڏين.

پير سيد شاهه مردان شاهه پير پاڳارو جن جون اهي ڳالهيون پڙهڻ يا ٻڌڻ کان پوءِ بنا ڪنهن شڪ جي، وڏي وات اها ڳالهه چئي سگهجي ٿي ته پاڻ هڪ تاريخ ساز شخصيت آهن ۽ سنڌن نالو سنهري لفظن ۾ لکيو ويندو.

*

# رشد جي ڏسيل راهہ

پير سائين شاهہ مردان شاهہ پير صاحب پاڳارا پنهنجي مريدن کي پاڙيوارن سان راس رهڻ، تعليم حاصل ڪرڻ ۽ روزگار تلاش ڪرڻ بابت هميشہ نصيحتون، صلاح مشورا ۽ احڪامات جاري ڪندا رهندا آهن. پر پنهنجي فيبروري 2004ع واري خطاب ۾ هن وقت جي هڪ تمام اهم مسئلي ڏانهن پنهنجي مريدن جو وقتائتو توجہ ڇڪايو هو. پهريون دفعو جيئن پاڻ فرمايائون تہ مريدن جي "گهرن ۾ گهڙي" (داخل ٿي) مريدن جي دل ۽ دماغ، عزت ۽ ناموس سان واسطو رکندڙ ڳالهين ڏانهن سندن ڌيان ڇڪايو اٿن، سندن نياڻين جي سڱابندين ، شادين، طلاقن، ۽ خلع بابت پنهنجي مريدن کي "صلاح نہ پر حڪم" ڏيندي فرمايو آهي تہ " پنهنجي ڳالهين تي مريد گهٽو هليا آهن، پر هاڻي پيراڻي ڳالهہ تي بہ هلن." اهو ان ڪري فرمايائون جو مرشد جي صلاح توڙي حڪم ۾ خير ۽ برڪت آهي ۽ مريد لاءِ ڇڱائي آهي پاڻ وقت جي مصلح جي حيثيت سان ڪين ننڍي عمر وارين، نا بالغ پڻ وارين شادين کان. جيڪي سنڌ ۾ عام جام آهن منع فرمايو بلڪ فرمايائون تہ اهڙا سڱ اڄ کان رد آهن. نياڻين کي گهرن ۾ ويهاري ڇڏڻ بدران ڪين اٿارڻ جو حڪم ڏنائون، علمي لياقت مطابق گهوٽ ڪنوار رٿڻ بابت پڻ فرمايائون تہ اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل مردن سان پڙهيل نياڻين جي نڪاح ڪرائڻ کان پرهيز ڪريو. جتي زال ۽ مڙس پاڻ ۾ راس نہ آهن تہ پاڻ حڪم نہ پر صلاح ڏنائون تہ اهڙين صورتن ۾ عورتن کي طلاق ڏيو يا ڪين خلع جو حق ڏيو. پير سائين شاهہ مردان شاهہ جا اهي احڪامات وقتائتا آهن ۽ اهڙيون صلاحون هنئين سان هنڊائڻ جهڙيون آهن ان ڪري جو سنڌ جو معاشرو هن وقت هڪ وڏي بحران مان گذري رهيو آهي، جنهن ۾ ماڻهن کي

خبر نٿي پوي تہ قعر مذلت (ذلت ۽ گمراهي واري کڏ) ڏانهن ويندڙ پرڪشش پر واٽن ۽ رشد جي هڪڙي سنئين سڌي واٽ مان ڪهڙي واٽ اختيار ڪن؟

اسان جي سنڌ جو معاشرو هن وقت ٻن متضاد ۽ حد کان وڌيڪ پيانڪ واٽن تي هلي رهيو آهي جيڪي ٻئي واٽون ظاهر پاهر ذلت جي اوڙاهہ ڏي کڻي وڃي رهيون آهن. پر انهن واٽن ۽ پيچرن تي هلڻ وارا اپوجهہ خوشي خوشي مان پنهنجي تباهي ڏانهن تيز تر گامزن آهن. تيون وچون، سلامتي وارو اسلامي شريعت وارو رستو جيڪو فلاح، عزت ۽ ناموس جو رستو آهي، سو اسان جي گهڻن واتهڙن جي نظرن کان اوجهل آهي.

هڪڙي پاسي اسان جي اخبار ۾ ٽيليويزن اسٽيشن جي طرفان هڪ وڏي پيماني تي اٽاريل مهم هلي رهي آهي، جنهن پاڇي هيٺ جمهوريت ۽ حقن جي مقدس نالن تي گهران ڀڄي نڪرندڙ نوجوان ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن کي "پريمي جوڙن" جهڙا شاندار القاب ڏئي اپاريو وڃي ٿو تہ مائٽن مٽن جي لڄ ۽ پرمر کي تياڳي، بلڪ برباد ڪري ٻن ڏينهن جي پنهنجي آشنائن سان ڀڄي وڃن ۽ پنهنجي منهن وڃي گڏ گذارين يا پنهنجي مرضيءَ مطابق ڀڄي شاديون ڪن، جواني جي نشي ۾ اهڙا قدمن کڻڻ سان اسرندڙ خرابين کان بي پرواهہ رهن ٿا. پنهنجي ان نفسياتي ڪيفيت ۾ اها پرواه ڪا نہ ٿي ڪجي تہ ٽن ڏينهن کان پوءِ جڏهن عشق يا پريمر جو نشو ڪافور ٿيندو ۽ زندگي جون حقيقتون اکين ۾ اکيون وجهي تڪينديون تڏهن اها خبر ڪانہ رهندي تہ اُن "پريمي" جو هيرو سڳورو ڪٿي وڃي ٿانيڪو ٿيندو ۽ پوئتي رهيل هيروئين سڳوري جو حال هن معاشري ۾ ڪهڙو ٿيندو؟ جيئن چوندا آهن تہ نوجوانن جو خيال آهي تہ "هر چہ باداباد" يعني "جيڪي ٿئي سو ٿئي، ان کي پوءِ پيو وقت آئي منهن ڏبو هينئر تہ پنهنجي من اندر ۾ حوس جي ڳالهہ کي مٿي ڪجي" اهڙن گهرن کان ڀڄي ويندڙ ۽ پنهنجي منهن زندگي گذارڻ تي سندرو ٻڌندڙ جوڙن جي همت افزائي ڪرڻ لاءِ هاڻي ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ اسانجي اسلامي ريپبلڪ جون هاءِ ڪورٽون ۽ شرعي ڪورٽون فتوائون جاري ڪري رهيون آهن جن جي لحاظ کان ڇوڪرين جي مائٽن ۽ ولين کي پنهنجي بالغ اولاد تي ڪو اختيار ڪو نہ هوندو ۽ گهرن مان اهڙي

طرح پڇي ويندڙن کي پنهنجي آشنائن سان شادين ڪرڻ لاءِ ڪنهن مائٽ مٽ يا ولي جي اجازت جي ڪا ضرورت ڪا نہ هونديءَ نہ رڳو ايترو پر حڪومت وارا اهڙن "پريمي جوڙن" جي تحفظ جي هر ممڪن ڪوشش بہ ڪندا. ايتري قدر جو سندن بچاءَ خاطر کين ٻاهرين ملڪن ۾ سڪونت يا اقامت بہ وٺي ڏيندا. ڊپ آهي تہ اهڙن رنگين ۽ رومانٽڪ نتيجن جي پيش نظر ۽ اسلامي اقدار کان بي بهرو ۽ وانجهيل هجڻ جي ڪري سنڌ جي نوجوان نياڻين جي وڏي تمنا وجي اها بيهندي تہ مائٽن مٽن کي ڇڏي ڪنهن پرائي مرد سان پڇي وڃجي تہ اخبار ۾ ٽيليويزن تي نالو بہ اچي، اهڙي همت واري قدم کڻڻ تي ملڪان ملڪ واڪاڻ بہ ٿئي، حڪومت وارا پريشر هيٺ اچي نوڪريون بہ وٺي ڏين، ۽ "پريمي جوڙي" جي تحفظ لاءِ ملڪ کان ٻاهر موڪلڻ جا بندوبست بہ ڪري ڏين، ۽ اهڙي طرح من پنجئي آڱريون گيهہ ۾ هجن (پوءِ جي سر ڪڙاهي ۾ ويو تہ مڙئي خير آهي). اهڙي طرح انهي پاسي اسان جي معاشرن جو گهوڙو انهي ذلت ۽ تباهي واري واٽ ڏانهن تمام تيزي سان اڪيون پوري اهڙي طرح ڊوڙي رهيو آهي، جو چڻ تہ اسان جو حال بہ اهو ٿيندو جيڪو يورپ جي خاندانن جو ٿيو آهي تہ عورتون ۽ مرد بنا نڪاح ۽ بنا شادي گڏ رهن ٿا ۽ جانورن وانگي ائين ٻار ڄڻين ٿا جو ماءُ کي خبر ڪانهي تہ ٻار ڪهڙي پيءُ مان ٿيو آهي ۽ هاڻي اهو ڪٿي ٿو رهي؟ ۽ جتي وڏي تعداد اڪيلي والدين (Single parent) عورتن جو آهي ۽ ٻارڙن کي خبر ڪانهي تہ اسان جو پيءُ ڪير هو ۽ امان کي ڇڏي ڪيڏانهن ويو هليو!؟

ٻئي طرف اسان جو معاشرو هڪ سو اسي ڊگري (180) بلڪل ابتڙ اهڙن والدين سان پريو پيو آهي، جيڪي بدي يا بدلي تي اهڙي نموني پنهنجي نياڻين جو سڱابنديون ڪن ٿا جو ٻار اجا ڇاوا ئي ناهن تہ انهن جا مڱڻا ٿي وڃن ٿا. ننڍي هوندي شاديون ٿين ٿيون، ننڍڙين نياڻين جو پوڙهن پڪن سان شاديون ٿين ٿيون، اڻپڙهيل، نڪٽو گهوٽن جا پڙهيل ڳڙهيل باهمت هوشيار نياڻين سان نڪاح ٿين ٿا. اهڙين سڱا بندين ۾ ايتري قدر ڪنور پڻ گهر ڪري وئي آهي، جو دولت جي وچائجي يا ورهائجي وڃڻ جي ڊپ کان ڪا مائٽ پنهنجن نياڻين جون ماڳهين شاديون ٿيڻ ئي نٿا ڏين. معلوم هجي تہ اها موذي يا تڪليف ڏيندڙ رسم سنڌ کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ

معاشري ۾ ناهي، سنڌ جي مسلمان وٽ اها جيڪا رسم آهي، سا هندوستان ۽ پاڪستان جي ٻيءَ ڪنهن بہ قوم وٽ ڪانهي البتہ جڏهن اسان وٽ گهوٽ وارن کي ڪنوار جي مائٽن جا لاڏ سهڻا ٿا پون ۽ کين منٿون ميڙيون آزيون نيزاريون ٿيون ڪرڻيون پون تڏهن ان جي بلڪل ابتڙ پاڪستان هندوستان جي ٻين معاشرين ۾ وري نياڻي واري کي وَر جي ڳولهڻ ۾ کيس پنهنجي نياڻي سان شادي ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ لاءِ وڏا جتن ڪرڻا ٿا پون، گهوٽ وارن کي وڏيون لالچون باسڻيون ٿيون پون ۽ گهوٽ کي ڳرا ڏاج ڏيڻا پون. هندن وٽان اختيار ڪيل انهي رسم جون وري پنهنجون خرابيون آهن. سنڌ جو مسلمان "بد" جي برائي ۾ ابن ڪري مبتلا آهي، جو هو نياڻي کي قدرت واري جي طرفان ڏنل هڪ امانت بدران پنهنجي ملڪيت ۽ ويڪو وٽ ٿو سمجهي. جنهن سان مٽا سٽا يا بدو يا بدلو ڪري پنهنجي نالائق پٽ يا پنهنجي شادي جي پڪ ٿو ڪرائي. سنڌ جا هندو ۽ هندوستان مان آيل مسلمان واري ڏاج جي مرض ۾ ان ڪري مبتلا آهن، جو هندو ڌرم مطابق نياڻي جو ڪو ورثو ڪونهي. انهي ڪري گهوٽ وارا شادي کان اڳ پڪ ٿا ڪن تہ ڪنوار جي پيءُ کي سڄو ڪري سندس الهو تلهو پاڻ ڦٻائي وٺن. پوءِ نياڻي وارا پلي تہ ڳائيندا وتن تہ "شل نہ ڄمي ڪنهن کي نياڻي ري !" مسلمان سنڌي جي ادلي بدلي واري رسم انهي دڦ تي ٻڌل آهي تہ سندس نياڻي جي سودي کان سواءِ سندس پٽ کي جو اسان ڄڻي نپائي وڏو ڪيو آهي ۽ سندس پرگهور ۽ تعليم تي هيڏا خرچ ڪيا آهن، سو هاڻي ڏسون تہ ڪهڙو سهارو ٿو ڏي، اهي اسان جا خرچ پيري ۽ اسان جي پٽ کي شاهوڪار ڪري الغرض ٻنهي ڏرين. سنڌي مسلمانن توڙي سنڌي هندن ۽ هندوستان مان آيل مسلمان وٽ نياڻيون آزار ۾ آهن. ان ڪري جيتوڻيڪ وچ وارو متوسط طريقو جيڪو اسلام جو طريقو آهي، اهو ئي انهن سيني پيچڙاين کان بچڻ جو بهترين علاج آهي، پر ان ڏانهن نڪي ڪو قوم جو گهٽگهرو خير خواه ۽ مصلح ٿو توجهہ ڏياري، نڪي ماڻهو پاڻ ٿا ان سنئين سڌي ڳالهہ ڏانهن توجهہ ڪن. بلڪ هڪ ٻئي کي تباهي وارن ٻن رستن تي ڏسي پاڻ بہ ٻنهي تباهي وارين واٽن مان ڪنهن هڪ تي هلڻ ۾ خوشي محسوس ٿا ڪن، اهي آهن بہ واٽون. جيڪي جيتوڻيڪ

هڪ ٻئي کان بلڪل متضاد يا ابتيون آهن. پر ٻئي قعر مزلت ڏانهن ڇڪيندڙ (بڇڙائي ۽ تباهي جي اوڙاهه ۾ ڪيرائيندڙ) آهن. پر اسان جو معاشرو هن وقت انهن ٻنهي واٽن تي تيز رفتار سان هلي رهيو آهي ۽ ان تي فخر به ڪري رهيو آهي.

اهڙي ماحول ۾ ضرورت انهي ڳالهه جي آهي ته ٽين واٽ جيڪا متوسط، ميانه روي واري، فلاح ۽ نجات واري واٽ آهي ۽ اسلام جي روح تي ٻڌل آهي، پر جنهن کي اهي ٻئي ڌريون ڇڏيو ويٺيون آهن. ان واٽ ڏانهن ماڻهن جو توجهه ڇڪائجي ۽ ان تي هلڻ جي ماڻهن کي ترغيب ڏيارجي ته رشتا ناتا، سڱابنديون ۽ شاديون بلوغت جي زماني ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جي مرضي مطابق مائٽن جي اجازت ۽ صلاح سان هڪ جيڏن، جيس سان ٿين جيئن بحڪم خداوندي طرفين هڪ ٻئي لاءِ سڪون جو ذريعو ٿين ۽ منجهن محبت، مودت ۽ رحمت جا جذبا پيدا ٿين. جيئن الله تعاليٰ سورة الروم جي ايڪيهين آيت ۾ فرمايو ته "منهنجي نشانين مان هڪڙي اها نشاني آهي، جو مون اوهان لاءِ اوهان منجهان ازوال (زالن ۽ مڙسن جا جوڙا) ٺاهيا جيئن اوهان انهن مان سڪون حاصل ڪريو" ۽ وڌيڪ فرمايائين ته "مون منجهن (زالن مڙسن جي دلين ۾) هڪٻئي لاءِ مودت (پيار) ۽ رحمت وڌي آهي، (جيئن هڪ ٻئي کي گهڻو پيائن ۽ هڪ ٻئي سان رحمت واري انداز ۾ پيش اچن. هڪ ٻئي سان ظلم ۽ ڏاڍ سان پيش نه اچن) ۽ گهوٽ ۽ ڪنوار صحيح معنيٰ ۾ هڪ ٻئي جو ڍڪ ۽ لباس ٿين." جيئن الله تعاليٰ سورة البقره جي آيت 187۾ فرمايو ته "هو (اوهان جون زالون) اوهان جو لباس (ڍڪ ۽ اوڇڻ) آهن ۽ اوهان سندن لباس آهيو" پر اهڙي ڳالهه چوڻ ۽ ماڻهن کي ان تي عمل پيرا ڪرائڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي. ڪو حاڪم، وزير، سفير، بيوروڪريٽ يا ڪو اخبار وارو اول ته اهڙي واٽ ڏسيندو ئي ڪو نه. پر جيڪڏهن ڪنهن سور مرندي ڪٿي اهڙي ڳالهه چئي ته به ٻيا ماڻهو ان تي عمل پيرا نه ٿيندا. ڇو جو اهڙن بي عمل ناصحن جي اهڙين نصيحتن ۾ اخلاقي اثر ۽ زور نه هوندو. اهڙيون ڳالهيون اهڙن ماڻهن کي چوڻ جڳائين جيڪي ٻڌندڙن تي هڪڙو اخلاقي اثر رکندا هجن جو ٻڌندڙ سندن اهڙيون ڳالهيون ٻڌي نه رڳو هنئين سان هنڊائين، دلئيون

جانئون ان تي عمل پيرا ٿيڻ جي ڪوشش به ڪن. اهڙا ماڻهو روحاني پيشوا يا مرشد ئي ٿي سگهن ٿا. جن جي ڳالهه ۾ نه رڳو اخلاقي زور هوندو پر روحاني برڪت به هوندي. مرشد جي زبان مان مريد اهڙيون ڳالهيون ٻڌندا ته ضرور هنئين سان هنڊائيندا ۽ ان تي عمل پيرا ٿيڻ جي ڪوشش به ڪندا. (جيڪڏهن مرشد جي ڳالهه تي نه هلندا ته پوءِ انهن لاءِ بلاشڪ چئي سگهبو ته "ڪوڙي دعوي دوست جي ڪجاڙي کي ڪن" اهڙن مريدن جون مريدي جون دعوائون شڪ جي درجي ۾ داخل ٿينديون. ٻئي طرف هادي مرشد لاءِ به اهو ضروري آهي ته سماجي چڪتاڻ جي هن ٿواني تي بيٺل مريدن کي تباهي ڏانهن ڇڪيندڙ ٻن اهڪين واتن کان پنهنجي مريدن کي متنبه ڪن ۽ ٻيو نمبر وچولي واٽ جيڪا در اصل فلاح ۽ بهبود واري واٽ آهي، ان ڏانهن ماڻهن کي سڏين. هدايت جو سڏ ڏين. يا هدايت ڏانهن سڏڻ. مرشد جو ڪم آهي مرشد جي معنيٰ ئي آهي اهو شخص جيڪو رشد يا هدايت واري سڏي واٽ ڏسي ۽ ان ڏانهن سڏي ۽ ان تي هلڻ لاءِ مريدن کي راغب ڪري. هادي مرشدن جو ڪم آهي ته پنهنجي زماني جي احوال سارو جيڪي بڇڙائي جون واتون هجن ۽ گمراهي جا پيچرا ۽ آفتون هجن انهن کان پنهنجي مريدن يا پوئلڳن کي آگاهه ڪن ۽ انهن آفتن کان بچڻ لاءِ سڏي واٽ ڏيکاري ۽ ان تي هلڻ جي تلقين ڪري. مريد با مراد تڏهن ٿيندا جڏهن مرشد جي ڏسيل راهه تي هلندا نه ته مريد بدران بي مراد ٿيندا. وڏيڪ لاءِ چئبو ته جيڪو گس جنهن کي وٺندو پاڻهي ئي اهو گس اختيار ڪندو ۽ جيڪڏهن اختيار ڪيل رستو سڌو هوندو ته پاڻهي ئي مريد کي فلاح ڏانهن ڪٺي ويندو. پر جيڪڏهن اختيار ڪيل گس، پنڌ، يا پيچرو ڏنگو هوندو ته لامحاله توٽي ڏانهن ڇڪي ويندو.

پير سائين روضي ڌڻي رحه جي درگاهه مبارڪ جي مرشدن جو اهو دستور رهيو آهي ته دين جي آفاقي پهلوئن تي تلقين ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي پنهنجي زماني جي ضرورتن سارو هدايت پڻ ڏيندا رهيا آهن. پير سائين شاهه مردان شاهه اول جي زماني ۾ شادين جي ڪن بيهوده رسمن کي ختم ڪرڻ ڏانهن توجه ڪيو ويو. پير سائين جن وٽان حڪم يا فرمان آيا ۽ بين عالمن وٽان فتوائون آيون. پير سائين جي فرمان مطابق فقير محمد رحيم

ولد محمد سليمان راڄڻ پنج ڪتابڙا لکيا، جيڪي درگاهہ جي طرفان 1332 هجري مطابق 1914ع ۾ ڇپيا. انهن ڪتابڙن مان هڪڙو ڪتاب قاطع البدعت في انتباہ الغافلين هو جنهن ۾ شادين ۾ غلط ڳالهين جو ذڪر ڪري انهن کي ڇڏي ڏيڻ جي تلقين ڪئي وئي. ان کان سواءِ ڪتاب 'برڪات النڪاح و آفات الزنا' لکرائي ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو.

هندن جي رسم مطابق اسان وٽ بيواهہ عورتن جون ٻيهر شاديون ڪونہ ٿينديون هيون. ان ڪري حڪم ٿيو تہ عدت جي وقت گذرڻ کان پوءِ بيواهہ عورتن جون شاديون ڪرائي ڇڏجن. شادين ۾ هوائي فائر ڪرڻ، ڳائڻ ۽ ساز و سوز وڄائڻ ۽ خصوصاً دهل وڄائڻ جي ڳالهين خلاف گهڻو پرچار ڪيو ويو ۽ مريدن کي همٿايو ويو تہ خوشي جي اهڙن موقعن تي مولودن ۽ صوفي رهاڻن جو بندوبست ڪيو وڃي. اهو بہ چيو ويو تہ وليمي جون دعوتون ساديون هجن، جن ۾ ڏيک ڏيکاءَ کان پرهيز ڪئي وڃي. آزادي کان اڳ انهن ڳالهين جو چوپول رهيو. اهي مسئلا اڄ بہ موجود آهن. پر وقت جا حاڪم ٻين کي چون ٿا تہ دعوتن تي خرچ نہ ڪريو، پر پاڻ بي پناهہ ڏيکاءُ ڪن ٿا ۽ حرام حلال جي تميز کان سواءِ بي دريغ ۽ بي پناهہ خرچ ڪن ٿا. ان ڪري حاڪمن جي بي اثر ڳالهين ڏانهن توجهہ ڏيڻ بجاءِ ماڻهو اجاين خرچن ۾ پئسا خوب خرچ ڪن ٿا.

ڪتاب "برڪات النڪاح" جي هڪڙي باب ۾ انهن ڳالهين جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جن ڳالهين کي اولاد جي شادي ڪرائڻ لاءِ ملحوظ خاطر رکيو وڃي. اولاد جي پسند، سندس عمر ۽ گهوٽ يا ڪنوار جو ديندار ۽ متقي هئڻ تي گهڻو توجهہ ڏنو وڃي. مثلاً بيان ٿيو تہ "ماءُ پيءُ مٿان لازمي آهي تہ جڏهن اولاد جوان ٿئي تہ انهن جي شادي ڪرائي وڃي مگر شادي لاءِ مرد ۽ عورت جو رضامندي هجڻ ضروري آهي ڇو تہ اسلام ۾ زبردستي ناهي." حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو "بيواهہ عورت جو ايستائين نڪاح نہ ڪيو وڃي جيستائين ان کان اجازت نہ ورتي وڃي. اهڙي طرح ڪنواري عورت جو نڪاح نہ ڪيو جيستائين ان کان پڇيو نہ وڃي... جڏهن ٻار... سورهن ورهين جو ٿئي تہ ان جي شادي ڪرايو..."

اڳتي حضرت نوح بن يزيد الجامع جو ذڪر آيو تہ جڏهن ڪيس پنهنجي نياڻي جي شادي جو فڪر دامنگير ٿيو تہ پاڻ پنهنجي هڪ مجوسي عالم دوست کان مشورو ورتائين تہ نياڻي جي شادي لاءِ ڪهڙو ور چونڊجي، مجوسي عالم کيس مثال سان ٻڌايو تہ ڪنوار يا گهوٽ ۾ جيڪي بظاهر چار خصلتون هئڻ گهرجن يعني دولت، حسن، حسب، نسب ۽ دينداري انهن چئن خصوصيتن مان ڪهڙي کي فوقيت ڏجي؟ مجوسي عالم کيس ٻڌايو تہ فارس وارا، روم وارا، ۽ عرب قوم ڪهڙين خصوصيتن کي اهميت ڏيندا هئا ۽ اوهان جي اڳواڻ محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم ڪهڙي خصوصيت کي اهميت ڏني آهي؟ هن چيو تہ:

1. فارس جو بادشاهہ ڪسري چوندو آهي تہ پنهنجي ڌيءَ جي شادي لاءِ دولتمند کي ڳولهيو.

2. روم جو بادشاهہ حسن ۽ جمال ۽ خوبصورتي کي فوقيت ۽ ترجيح ڏيندو آهي.

3. عرب وارا ڌيءَ جي شادي لاءِ اوچو نسب ۽ اعليٰ خاندان ڏسندا هئا.

4. پر اوهان جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ و سلم نياڻي جي شادي لاءِ فقط دين کي ترجيح ڏني آهي، تہ پنهنجي پٽن جي شادي نيڪ ۽ دينڊار عورتن سان ڪيو ۽ پنهنجي نياڻين جو نڪاح نيڪ ۽ دينڊار مردن سان ڪيو. اي نوح! هاڻي وڏيڪ اوهان جي مرضي."

ان لحاظ کان جيڪڏهن انهن خصوصيتن تي توجہ ڪبو تہ اول دينڊار پوءِ حسب نسب، پوءِ حسن جمال ۽ آخر ۾ دولت خاطر پنهنجي اولاد جي شادي ڪرائجي.

ان کانسواءِ هن ڪتاب "برڪات النڪاح" ۾ زال ۽ مڙس جي هڪ ٻئي ڏانهن حقن يا عورتن لاءِ پردي جا حڪم آهن يا سندن لباس بابت احڪامات جو بہ چڱي طرح تفصيل ڏنو ويو آهي ۽ جنتي ۽ جهنمي عورتن جي نشاندهي پڻ ڪئي وئي آهي.

پير سائين صبغت الله شاهہ ثاني جيڪو پنهنجن مريدن ۽ سنڌ جي ٻين ماڻهن وٽ سورهيہ بادشاهہ جي لقب سان مشهور آهي. ان پنهنجي زماني ۾ سنڌ جي معاشري ۾ موجود برائين کي ختم ڪرڻ يا گهٽائڻ جي گهٽي

ڪوشش ورتي، پاڻ جڏهن ولايتن جي جيلن مان 1936ع ۾ موٽيا تہ حج شريف لاءِ روانا ٿيا. اتان موٽي ستن مهنين جي وڏي سفر تي روانا ٿيا جتي جتي مريد عورتن ۽ مردن جي حالت ڏٺائون ۽ سندن اصلاح لاءِ گهڻيون ڪوششون ورتائون. عورتون خصوصن ٿر جي علائقي سان واسطو رکندڙ گج پائينديون هيون، جن سان سندن پٺيون بي پرده ٿينديون هيون. پاڻ مريدياڻين لاءِ فورن حڪم ڪيائون تہ ڪپڙا مهيا ڪري سندن گجن جي پٺين کي ستر وارو ڪيو وڃي. سندن حڪم مطابق سنڌ جي سماٽ عورتن پڙا ڇڏي شلوارون پائڻ جو طريقو اختيار ڪيو. ان ڪانسوءِ سورهيہ بادشاهہ جن عورتن توڙي مردن کي ديسي ڪپڙي پائڻ جي بہ تلقين ڪئي، ٻيو تہ پاڻ ڏٺائون تہ عورتون عاج يا رٻڙ جون ٺهيل ٻانهيون يا چوڙيون اهڙيون پائينديون هيون جو چوڙيون ڪرائي کان وٺي ٻانهن جي شروع تائين ڳتيل هونديون هيون. پاڻ مولوي فقير فيض محمد راڄڙ رحمت الله عليہ کان پڇيائون تہ "ڇا هنن عورتن جو غسل شرعي ٿي ويندو؟" مولوي صاحب جي شڪ جي اظهار ڪرڻ تي مزيد پير سائين سورهيہ بادشاهہ عورتن لاءِ احڪامات جاري ڪيا تہ اهي عاج ۽ رٻڙ جا چوڙا لاهي ڇڏين. چوڙن لهرائڻ ۾ ٻي حڪمت اها بہ هئي تہ عاج حرام جانور (هاٿي) جي ڏند مان ٿي ٺهيو ۽ رٻڙ ان وقت انگريز ظالم مليشيا ۽ ٻين هنڌان ناهي آندو ٿي. پاڻ ائين بہ چيائون تہ ڏٺي تعاليٰ اوهان کي سون ۽ چاندي جا چوڙا پارائيندو. والله اعلم تہ ٻي بہ ڪا حڪمت سندن ذهن ۾ هجي جنهن جي سمجهہ اسان کي نہ هجي جو پاڻ عاج ۽ رٻڙ جي چوڙن لاهڻ جو حڪم فرمايائون. بهر حال سورهيہ بادشاهہ جي ان حڪم جو نتيجو اهو نڪتو جو مريد عورتون جيڪي گڙنگ بنگلي تي آيل هيون تن سيني عاج ۽ رٻڙ جا چوڙا لاهي ڦٽا ڪيا. ٿيهين اپريل 1942ع تي جڏهن انگريز پير صاحب جي اهل خانہ (پاڪن) کي گڙنگ تان ڪراچي وٺي ويا ۽ پويان بنگلي تي موجود سامان جو لسٽون ٺهيون تہ لکيائون تہ "ماڙيءَ تي مٽي لکها (لکين) عاج ۽ رٻڙ جي چوڙين جو ڍڳ پيل هو." چو تہ پاڻ با عمل مرشد هئا سندن فرمانن تي چڱي طرح عمل ٿيو.

اسلام ۾ عورت کي خلع جي سهوليت قرآن پاڪ جي واضح ۽ چٽي فيصلي موجب مليل آهي، جنهن مطابق جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي

مڙس مان بيزار هجي تہ هوءَ مڙس کي ڪجهہ ڏئي طلاق وٺي، پاڻ آجو ڪرائي سگهي ٿي، پر اسلامي معاشرن ۾ اسلام وٽان ڏنل ان سهوليت مان گهٽيون عورتون فائدو نہ وٺي سگهيون آهن ۽ گهٽو ڪري اهڙو قدم نہ کڻنديون آهن. ان ڪري مسلمان معاشرن ۾ ان سهوليت جي ايتري پچار نہ هوندي آهي، ۽ نتيجو اهو نڪتو آهي، جو عورتون مصيبت وارين حالتن ۾ بہ لاچار مڙس وٽ پيون زندگي گذارينديون آهن. سورهيہ بادشاهہ سنڌ ۾ پنهنجي مريدن ۾ خلع جي ان حڪم کي وري 1941ع ۾ جاري ڪيو. سانگهڙ جي پرپاسي جي ڪا ابو پوٽي مائي هئي، جنهن پنهنجي پنجاهہ سالہ پوڙهي مڙس وٽ رهڻ نٿي چاهيو. پير صاحب جن جي حڪم تي مکن فيصلو ڪيو جنهن مطابق مائي وسنديءَ کي خلع جو حق ڏياريو ويو. حق شرعي موجب زال کي خلع وٺڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪا رقم ڏيڻي پوندي آهي. مائي وسندي تي بہ ان اصولن مطابق ڪا رقم مقرر ٿي، جنهن پرڻ جي حامي فيصلي وقت ڏيکاري، پر اتان نڪري جڏهن وري سندس خير خواه پوليس وارن وٽ پهتي تہ انهن رقم پرڻ کان ڪيس منع ڪئي. اهڙي طرح اهو فيصلو پوءِ پوليس وارن جي وچ ۾ پوڻ جي ڪري پايہءِ تڪميل تي پهچي نہ سگهيو. پوليس وارن جي هشيءَ تي مائي وسندي ۽ سندس ماءُ مرادي خلع جي رقم مڙس کي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾ جڏهن پوليس وارن جي پر (طاقت جي زور) تي مائي نڪي مڙس ڊِٺ موٽي وئي نڪي خلع جي رقم ڏنائين تڏهن فيصلي تي نہ بيهڻ کان پوءِ مڙس معاملو پنهنجي هٿن ۾ ڪنيو جنهن جي پير صاحب کي خبر نہ رهي. ان ڳالهہ کي انگريز ۽ سندن حڪومت وارن پير صاحب جي خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۽ کين زير بار ڪرڻ ۾ گهٽو استعمال ڪيو پر جيڪڏهن پوليس وارن طرفان اها مداخلت نہ ٿئي ها تہ اهو فيصلو خلع جو پهريون بهترين مثال ٿئي ها. ان خلع جي حق ملڻ لاءِ ان واقعي کان پوءِ تقريباً سٺ سال پوءِ بہ اج عورتن جي حقن گهرڻ وارا پاڻ پتوڙي رهيا آهن. هن وقت عورتون خلع ئن تقاضا ڪري رهيون آهن، پر سماج ۽ حڪومت وارا خلع جو حق ڏيڻ جي رستي ۾ سختي سان مانع آهن. هن وقت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني بہ ان ڳالهہ ڏانهن توجہ ڇڪايو آهي تہ جيئن مردن کي حق آهي تہ پنهنجن زالن کي طلاق ڏين

تيئن عورتن کي بہ حق هجي تہ هو مڙس کان طلاق وٺي سگهن (خلع ۽ طلاق گهري يا وٺي. طلاق ڏيڻ جو فيصلو يا حق وري بہ مرد کي آهي پر مرد کي حڪم آهي تہ زال کي معلق نہ رکي ۽ هرويرو هٺ ۽ وڏائي يا شان يا شوڪت جي ڪوڙي ہر تي حدن کان تجاوز نہ ڪري) قرآن ڪريم ۾ ٻارنهن دفعا حدن کان تجاوز نہ ڪرڻ جو حڪم آيو آهي انهن ٻارهن پيرن مان نو دفعا قرآن ڪريم ۾ مرد کي عورت جي معاملي ۾ حدن کان تجاوز نہ ڪرڻ جو حڪم آيو آهي ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جن بار بار فرمايو تہ "عورتن جي معاملي ۾ الله کان ڊڄو."

پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني پنهنجي خطابن ۾ مريدن کي ٻاڙيوارن سان محبت سان هلڻ، صلح ۽ امن سان رهڻ، عفو ۽ درگذر ڪرڻ جون ڳالهيون ٻڌائيندا رهندا آهن. پر هن زماني جي سخت ضرورت سارو تعليم تي توجہ ڪرڻ جي تمام گهڻو زور پريندا رهيا آهن ان ڏس ۾ موجوده وقت جي غلط قسم جي ٿيندڙ سڱابندين، مڱڻين ۽ شادين مان ٿيندڙ خرابين ۽ نتيجن ڪاروڪاري جي تمام وڏي فتني ڏانهن توجہ فرمايو اٿن ۽ انهن خرابين کي روڪڻ جي حل ڏانهن توجہ ڇڪايو اٿن. پاڻ خطاب ۾ پنهنجي پوئلڳن جي اڳيان ڳالهين کي ڊڪيل ڇپيل لفظن ۾ ٻڌائڻ بدران تمام واضع ۽ کليل لفظن ۾ ٻڌايو تہ اسان جي معاشري جو مرض ڪهڙو آهي؟ ۽ ان جو علاج حڪم يا فرمان جي صورت ۾ جاري ڪيائون نہ رڳو ائين فرماياڻون تہ هيئن ڪندئو تہ اوهان لاءِ چڱو ٿيندو. پر فرماياڻون تہ ائين ڪريو اهو منهنجو حڪم آهي. وڌيڪ فرمايائون تہ اوهان پنهنجي ڳالهين تي تہ گهڻو هلندا ٿا هو پر ڪڏهن ڪڏهن پيراٽي ڳالهہ تي بہ هلندا ڪريو جيڪو شخص پنهنجي نفس جي ڳالهہ تي ڳنڍ تي ڳنڍ ٻڌي گمراهي جي رستي تي هلڻ تي ضد ٻڌي بيهندو ان کي نڪي هادي ملندو نڪي مرشد. جيئن الله تعاليٰ سورة ڪهف جي سترهين آيت ۾ فرمايو تہ "جنهن کي الله هدايت ڏئي سو هدايت وارو ٿئي ۽ جنهن کي ڀلائي يا گمراه ڪري ان لاءِ ڪو بہ دوست ولي واٽ ڏيکاريندڙ مرشد نہ لهندين."

معاشري جي مرض جي سڃاڻپ يا تشخيص ڪندي پير سائين شاهہ مردان شاهہ صاحب لفظن ۾ ٻڌايو تہ خرابي ان ڪري پيدا ٿئي جو اسان جي

سنڌ ملڪ جا ماڻهو پنهنجي ٻارن جون سڱابنديون يا شاديون ٻارن جي ڄمڻ وقت يا ان کان پاڻ اڳي يا فورن پوءِ ٿا ڪن. جيڪڏهن دنيا جي قومن تي نظر ڊوڙائي ڏسبو تہ اهڙو اڻنگو دستور نہ ٻئي ڪنهن اسلامي ملڪ ۾ مروج آهي نہ ڪنهن غير اسلامي معاشري ۾. حالانڪ شرعي محمدي مطابق شادي کان اڳ طرفين جو راضپو معلوم ڪرڻ ضروري آهي. پر سنڌ ۾ اها رضامندي رڳو رسمي طور ونرائجي ٿي ماءُ يا پرسان ويٺل ڀي عورت ڪنوار جو ڪنڌ لوڏي ٿي ڇڏي ۽ ڇني ۾ ويٺل مرد نڪاح پڙهايو ٿا ڇڏين. اهڙي طرح اسان جا ٻار جڏهن وڏا ٿا ٿين تہ گهڻا تہ "مني بہ ماٺ ۽ مٺي بہ ماٺ" جي مصداق جيئن تيئن ڪريو وقت گذاريو وڃن. پر سڀ ماڻهو ائين نٿا ڪري سگهن نڪي دين اسلام کين ائين ڪرڻ تي مجبور ٿو ڪري. ماڻهو اهڙا بہ هوندا آهن جن کي مٿن زوري مڙهيل اهڙا سڱ گهڻن سببن ڪري منظور نٿا رهن يا نا پسند رهن ٿا. ان ڪري سندن شاديون چاهہ ۽ محبت کان وانجهيل رهن ٿيون ۽ اهڙا ناتا ۽ رشتا زال توڙي مڙس ٻنهي لاءِ آزار بنجو وڃن ٿا. غور ڪري ڏسجي تہ اهڙن اڻ سيبائيندڙ رشتن ۽ اڻ وڻندڙ سڱن جو مکيہ ڪارڻ اهو آهي. جو راضپي معلوم ڪرڻ جو جيڪو حڪم شرعي محمدي ڪيو آهي ان جي رعايت جيئن انجو حق آهي (ڪماحقہ). اسان جي معاشري ۾ نٿي ٿئي. ۽ جڻ تہ رسمي طور اهڙي بي نظير شرعي حڪم تي معاشرو هلي بہ ٿو پر جيئن تہ اهڙي هلت جبر ۽ اڪراه مان هلي ٿي ان ڪري اسان جو معاشرو اهڙي برڪت واري حڪم جي روح کان خالي آهي ۽ ان حڪم جي برڪتن کان وانجهيل رهجي ٿو وڃي. مائٽن جي ڏاڍائي ۽ هٺ ڌرمي جو نتيجو اهو ٿو نڪري. جو زوري پلو ٻڌل زال يا مڙس اول ڪو وقت هڪٻئي کان بيگانا رهن ٿا. پوءِ اها بيگانگي نيٺ ڪنهن ڏينهن بي راهہ روي ڏانهن ڇڪي ٿي. جيڪا اسان جي سنڌ جهڙي پاڪ سر زمين تي ڪارو ڪاري جهڙي موذي مرض جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي رهي ٿي. اهو ياد رکڻ ضروري آهي تہ جيستائين اسان جي معاشري ۾ هٺ وني ڏاڍ ڪبو رهبو تيستائين ڪارو ڪاري جي انهي موذي مرض مان نجات حاصل ڪانہ ٿيندي. جيڪڏهن ڪارو ڪاري جي هن موذي مرض کان نجات پائڻي آهي. جيڪڏهن معاشري کي هڪ متوازن بنيادن تي هلائڻو آهي تہ اهي

اجايون ۾ بيهوده رسمون چڏٽيون پونديون. جيڪي بہ رڳو شرعي طور ممنوع آهن بلڪ قطعاد ۾ حتما غير شرعي بہ آهن. پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني جو حڪم اهڙين رسمن کي چڏڻ بابت آهي. سندن حڪم اهو آهي تہ جائي جم کان اڳ ڪيل سڱ ۾ صغير ٻارن جا ڪيل سڱ ختم ڪريو. ٻار جڏهن بالغ ٿين تڏهن انهن جو راضپو معلوم ڪري سندن شاديون ڪريو. ان ڏس ۾ وڏي رڪاوٽ اسان وٽ "بدي يا بدلي جي سڱن" جي ريت آهي، جنهن ۾ ڇوڪرن جي رهجي وڃڻ جي ڊپ جي ڪري ۾ ڇوڪرين کي ورهاست واري ملڪيت سمجهي پوڙهن پڪن، وڏن ننڍن جي حوالي ڪيو وڃي ٿو پير سائين شاهہ مردان شاهہ پير صاحب پاڳاري صاحب پنهنجي فيبروري 2004ع واري خطاب ۾ پنهنجي مريدن کي سڱابندين بابت "صلاح نہ پر حڪم" ڏيندي فرمايو آهي تہ:

1. پڙهيل زال کي پاڻ کان گهٽ پڙهئي لکئي مرد سان نہ پرڻايو.
2. ننڍپڻ جا سڱ يا ڄائي ڄم کان اڳ جا سڱ بيڪار آهن.
3. بلوغت کان اڳ جون شاديون ختم ڪريو.
4. مرد لکي پڙهي ويهي ۽ عورت لکي پڙهي ويهي تہ ان کان پوءِ بالغ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي سندن منظوريءَ سان سڱا بندي ڪريو.
5. جيڪي بہ ننڍن ٻارن جا توهان رشتا ڪيا آهن سي ختم ٿيڻ کپن.
6. فرمايائون تہ اوهان پنهنجي ڳالهين تي نہ (هلو) پر جيڪا (اڳتي هلي) ٻارن جي مرضي ٿئي (جڏهن اهي بالغ ٿين ۽ سندن خيال جائز هجن) تہ ان تي هلو.
7. خاص ڪري عورتن تي جبر نہ ڪريو نڪي ساڻن زيادتي ڪريو.
8. جيڪي وڏيرا يا وڏا ماڻهو ملڪيت جي لالچ ۾ پنهنجي نياڻين کي ويهاري ڇڏيندا آهن انهن جو ڪليل لفظن ۾ ذڪر ڪندي فرمايائون تہ ويهارڻ بدر ان پنهنجي نياڻين کي حق ڏيو ۽ کين اٿاريو (سندن شاديون ڪرايو).
9. پاڻ فرمايائون تہ عورتن کي طلاق وٺڻ جي حق ڏيو (خلع جو حق جيڪو قرآن طرفان مليل آهي ان تي هلو).

پاڻ فرمايون تہ "اهي حڪم آهن ۽ انهن تي عمل ٿيڻ کپي." وڌيڪ فرمايائون تہ "مون تي فرض آهي تہ توهان کي وقت بوقت مشورا ڏيڻ ۽ اوهان کي اگرا فيصلا ٻڌائيندو اچان." سندن اهڙي حڪم مان اها توقع هئي تہ مريد جيڪڏهن اهڙن احڪامن تي هلندا تہ اولاد سڌرندا, خوش ٿيندا. هڪ ٻئي سان ملڻ يا سڱابندي ڪندي بہ خوشي ٿيندي اگر اوهان منهنجي صلاح تي هلندا.

اهڙي طرح پير پاڳاري صاحب شاهہ مردان شاهہ ثاني وقت جي هڪ تمام اهم مسئلي ڏانهن پنهنجي مريدن جو وقتائتو توجهہ ڇڪايو آهي.

مرشد جو جاري ٿيل حڪم انهي متوسط ۽ متوازن طريقي ڏانهن وٺي ٿو وڃي, جنهن جو ڏس قرآن ۽ حديث ۾ تفيصل سان ڏنل آهي. جڏهن روضي ڌڻي جا لکين مريد پنهنجي مرشد جي سڏ تي هلندا ۽ پنهنجي نياڻين جا سڱ سهڻي ۽ سيبائتي واقعي شرعي نموني ڪندا تہ سندن سهڻين ڳالهين کي ڏسي, سنڌ جا ٻيا ماڻهو بہ اهڙيون چڱائي واريون ڳالهيون اختيار ڪندا. اهڙي طرح اهي سٺيون ڳالهيون سنڌ جي ٻين ماڻهن وٽ بہ پهچنديون ۽ سنڌ جو معاشرو هڪ "ڪڙهيل" يا بالغ (mature) معاشري وانگر, ڪنهن خوف ۽ خطري کان سواءِ پنهنجي نياڻين جي تربيت ڪري سگهندو ۽ سندن مڱڻا ۽ شاديون اهڙي سهڻي نموني, عين اسلامي شريعت محمدي مطابق ٿينديون ۽ اهڙيءَ طرح اسان وٽ سنڌ ۾ هڪ صحتمند معاشرو پرورش پائيندو.

*

پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري

# ڏاهپ پريو ڏس

سنڌ ۾ رشد و هدايت جا جيڪي بہ سلسلا آهن، سي سڀ نور عليٰ نور آهن. انهن ۾ حضرت روضي ڌڻي سيد محمد راشد عليہ رحمت جو پاڪ سلسلو وڏي عزت ۽ برڪت سان شريعت ۽ طريقت جي صراط مستقيم تي گامزن آهي. هن سڳوري جماعت جو نظم، ضبط، اتحاد ۽ محبت ڏسڻ وٽان آهي، جيڪر سمورا سماجي، سياسي، مذهبي گروهہ هن جو اتباع ڪن.

عالمي حالات جي پيش نظر هن وقت سنڌي سماج بہ وڏي اٿل پٿل مان لنگهي رهيو آهي. ڪنهن واضح نصب العين ۽ مضبوط رهنمائي جي کوٽ سبب کوڙ سارا نقصان سهي رهيو آهي. ليڪن ڏسجي ٿو تہ راشدي سڳوري جماعت انهن سمورن لوڏن لمن مان سلامتيءَ سان لنگهي رهي آهي ۽ پنهنجو دامن مُراد جي موتين سان پري رهي آهي. اهو سڀ سندن ڪامل رهبر جي ڏاهپ ۽ دور انديشي جو ثمر آهي.

پير سائين پاڳاري جناب شاهہ مردان شاهہ کي هن جماعت جي نظم و نسق سنڀالڻ جي ذميواري تمام ڏکئي وقت ۾ ملي. هيءَ اهڙو وقت هئو جڏهن جڙ تہ جماعت نالي تہ ڪنهن نظم جو وجود ئي ڪونہ هئو. اهو هڪ محض اسيرن، ستايلن، مظلومن، بي گهر ۽ بي ثمر ماڻهن جو گروهہ هئو جنهن لاءِ اهو سمجهيو ٿي ويو تہ اهي رهندڙ دنيا تائين سِرَ کڻڻ جي قابل ئي نہ رهندا. اهڙي حالت ۾ ناتجربيڪاري ۽ نوجواني جي عالم ۾ سندن ڪلهن تي راشديہ جماعت جي رشد و هدايت، دستگيري ۽ رهبري جو بار پيو. اهو سڀ پاڪستان ٺهڻ کان پنج سال پوءِ ممڪن ٿيو جڏهن حُر مجاهد ٻارين ٻچين حق جو علم پاڪ کڻڻ جي ڏوهہ ۾ ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصو قيدو بند جا عذاب ڀوڳي چڪا هئا. ماڻهن سوچيو پئي تہ يورپ جي رنگينين ۾ رڱيل

هيءَ نوخيز عيش عشرت جو دلداده هوندو. سو هي پڳل ٽٽل ذرا پُرزا ميڙي چونڊي ڪيئن نئين عمارت جوڙي سگهندو. اها سوچ رڪندڙ اهو وساري رهيا هئا تہ صبغت الله جو هيءَ فرزند بہ صبغت الله يعني الله جي رنگ ۾ رڱيل آهي، تنهن تي شيطاني رنگ ڇا اثر ڪندا ۽ اهو سندس ڪيميا نظر جو اثر آهي جو اڄ هرڪو هن جماعت جو شان شوڪت ڏسي ان تي رشڪ ڪري ٿو.

حر جماعت سنڌي سماج جو حصو آهي ۽ ان سماج جون سموريون خوبيون ۽ خاميون بہ کيس ورثي ۾ مليل آهن. سماج جي خمير ۾ پيل صدين جا اثر سالن ۾ متاثر ڏکيا آهن. ترجيحن جي تقاضا بہ اها آهي تہ پهريون ڳالهيون پهرين ڪجن، حر جماعت کي معاشي طور مستحڪم ڪرڻ جو اڙانگو مرحلو طئي ڪرڻ کان پوءِ جديد دور جي تقاضائن مطابق انهن جي سماجي تعمير نو جو مرحلو اچي ٿو. پير صاحب جن انهيءَ زميواري کان بہ ڪڏهن غافل نہ رهيا آهن ۽ بتدريج ان طرف بہ عمل پيرا رهيا.

جماعت جي ريتن رسمن موجب درگاهہ شريف تي عيدن جا اجتماع ٿيندا رهندا آهن ۽ هنن موقعن تي پير صاحب جن نہ فقط حاضر جماعت کي زيارت ڪرائيندا آهن پر پنهنجي هدايت پرئي خطاب سان بہ کين فيضياب ڪندا آهن. سندس فيبروري 2004 واري خطاب جي خصوصي اهميت کي نظر ۾ رکندي ڪجهہ سعادتمند فقيرن ان جي نشرو اشاعت جو خصوصي ذمو کنيو آهي ۽ مختلف ذريعن سان ان جي تشهير جو اهتمام ڪيو آهي ۽ هيءَ اشاعت بہ ان جو هڪ حصو آهي.

سنڌي سماج جي ڪٽنبي جوڙجڪ جي ارتقا جي طويل عمل ۾ ڪجهہ مفيد تہ ڪجهہ هاڃيڪار عنصر شامل ٿيندا رهيا آهن. هڪ صحتمند سماج جي بقا لاءِ انهي هاڃيڪار عنصرن کان تطهير ضروري آهي، جنهن طرف پير صاحب پنهنجي توجهہ مرڪوز ڪرڻ فرمائي آهي.

قدامت پسند معاشرن ۾ نياڻين جي تعليم اڪثر نظر انداز ٿيندي رهي آهي، جڏهن تہ پير صاحب جن ان تي وڏيڪ زور ڏيندا رهيا آهن نہ رڳو ايترو پر اهو بہ تہ پڙهيل ڇوڪريون گهٽ پڙهيل مردن سان نہ پرڻائجن تہ جيئن گهريلو هم آهنگي برقرار رهي. ان ڪانسواءِ ننڍپڻ ۾ پر پُٽ کان بہ منع

فرمائين ٿا. ڇوڪر توڙي نياڻيون پلي پڙهي لکي شعور حاصل ڪري وٺن، تڏهن سندن رضامندي معلوم ڪري پوءِ ئي سڱابندي ڪجي ته جيئن بي جوڙ شادين سبب پيدا ٿيندڙ خرابين کان بچي سگهجي.

پاڻ عورتن تي جبر، تشدد يا مار ڪُٽ ڪرڻ کان به منع فرمائين ٿا، ڇو ته اهو طريقو غير انساني آهي. الله پاڪ مردن ۽ عورتن کي هڪ جيترا حق عنايت فرمايا آهن، پر عورتن جي احترام جو وڌيڪ تاڪيد فرمايو آهي. سنڌي سماج ۾ به نياڻيءَ سياڻي جو وڌيڪ احترام آهي، پر جاهلاڻه سوچن سبب ڪي مرد عورتن کي گهٽ ڄاڻندا آهن ۽ انهن تي هٿ کڻڻ کي مردانگي سمجهندا آهن، جيڪا در حقيقت انتها درجي جي بزدلي آهي.

ڪيترائي جاگيردارانه سوچ جا ماريل نياڻين کي حق نه ڏيندا آهن، پنهنجي مال ملڪيت ۾ حصو نه ڏيندا آهن، ملڪيت مان حصو کسجي وڃڻ جي خوف کان نياڻيون پرڻائيندا ئي نه آهن. پاڻ اهڙي سوچ کان سختي سان منع فرمائي اٿن.

ازدواجي زندگيءَ ۾ زال مڙس ۾ ناهه نه ٿيڻ جي صورت ۾ شريعت سڳوري احسن طريقي سان طلاق جو رستو کولي رکيو آهي، تنهنڪري جڏهن ميٺ، محبت ۽ ناهه جا سمورا رستا بند ٿي وڃن ته پوءِ هڪ ٻئي جي زندگي گذارڻ جا رستا ٻنهي ڌرين لاءِ کُليا ڇڏجن ۽ طلاق جو عمل اختيار ڪجي، تنهنڪري پاڻ ان جي به تلقين فرمائي اٿن.

اڄڪلهه ڪرت ڪمائي مان حلال حرام جو سنڌو ختم ٿيندو ٿو وڃي، معاشي زندگيءَ ۾ حرام جو عنصر غالب ٿيندو وڃي، حرام جو لقمو کائڻ ڪري قلب تي گمراهيءَ جا پردا چڙهن ٿا، ايماني قوت سلب ٿئي ٿي، تعلقات مان ميٺ، محبت، وفا، مروت، لحاظ، سخا جهڙا گُڻ ختم ٿيو وڃن ۽ سڄو معاشرو مطلب پرستي ۽ خود غرضي جو شڪار ٿيو وڃي. ان ڪري پاڻ رزق حلال ڪمائڻ تي زور ڏين ٿا ۽ ٻين پيشن سان گڏوگڏ پاڪ فوج جي ملازمت اختيار ڪرڻ جي هدايت ڪندا رهندا آهن. اهو قوم سنڌي سماج جي ڪمزوريءَ جي دائري مان ڪڍي قوت ۽ بهتر مستقبل جي راهه تي گامزن ڪندو. ان حڪمت عملي جي الڳ اُپٽار جي ضرورت آهي.

پاڻ هميشہ پاڙيسرين جي حقن تي زور ڏيندا آهن. جيڪو اسلامي معاشري جو بنيادي جز آهي، ڇو تہ مربوط معاشري لاءِ حسن سلوڪ ضروري آهي ۽ گروهہ پنهنجي روين ۽ اعمالن ذريعي سجاتا وڃن ٿا. هر صورت ۾ پاڙيسرين جو ادب ۽ احترام ڪرڻ انهن سان ڏک سُک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ، ڪمزورن ۽ ضرورت مندن جي مدد ڪرڻ، اهي سڀ مسلمانن جي فرضن ۾ شامل آهن. انڪري پاڻ هر خطاب ۾ ان تي زور ڏيندا رهندا آهن.

پير صاحب جو خطاب نہ فقط سندن جماعت جي مضبوطيءَ ۽ ترقي لاءِ رهنما اصول مهيا ڪري ٿو پر مجموعي طور تي سنڌي سماج لاءِ بہ اهي ڪارگر نقطا آهن، جن کي اختيار ڪرڻ گهرجي. توڙي جو حُر جماعت هڪ مسلمان مذهبي جماعت آهي، تنهن هوندي بہ پاڻ اقليتن سان رواداري ۽ سندن حفاظت تي زور ڏيندا رهندا آهن.

شال سندن جماعت، سنڌي سماج، عالم اسلام، انسان ذات،تقوي، خوشي، ترقي، امن امان ۽ ڀائيچاري جي سفر ۾ اڳيرا هجن.

*

# مفيد ناصحانہ نڪتا

تلقين جي حوالي سان پير سيد صبغت الله شاهہ سورهيہ شهيد بادشاهہ جو تاريخي تلقينون اڄ بہ رڪارڊ تي آهن. جن هيٺ هاٿي جا ڏند پائڻ (يعني عاج جو چوڙو پائڻ) جي ممانعت. نشي جي ممانعت ۽ ٻيو ڪيتريون ئي ڳالهيون رڪارڊ تي آهن. ان دور ۾ بہ پير صاحب طرفان هڪ ماستر ڪاڇو مل جي ايڊيٽري هيٺ" پير جو ڳوٺ گزيٽ" اخبار شايع ڪري مريدن لاءِ هدايت نامہ جاري ڪيا ويندا هئا ۽ مريد انهن تي عمل بہ ڪندا هئا.

حقيقت بہ اهائي آهي تہ مريدن ۽ معتقدن جي رهبري ۽ رهنمائي پيرن ڪي ئي ڪرڻي آهي. تبليغ ۽ اصلاح هئي هر ماڻهو جي زندگي جا اهڙا عنصر آهن جيڪي هردور ۾ هر عمر سان تعلق رکن ٿا. حر مجاهدين بہ سرحد جي حفاظت ۾ هميشہ پيش پيش رهيا آهن پر پنهنجي مرشدن جي رهبري هيٺ معاشرتي طورتي اگر ملڪ ۾ ڪي آفتون بہ آيون آهن. زلزلا، ٻوڏون وغيره تہ انهن منظم طريقي سان حڪومت توڙي عوام جو خلوص دل سان ساٿ پڻ ڏنو آهي، غربت بہ انهن ۾ گهڻي آهي پر دل جا سخي آهن، مصيبتن کي برداشت ڪرڻ جا عادي آهن. ڪيڏا بہ مريد ڪڏهن آپي کان ٻاهر نڪريَ وڃن، پر جڏهن بہ مرشدن جو حڪم ملندن تہ اڇي پيش پوندا ۽ انهن تي عمل بہ ڪندا. جيڪي ڪين چيو ويندو. مرشد سائين کي سڏو سنئون حڪم ڪرڻ جي بہ ضرورت نہ پوندي آهي، خليفن ذريعي ئي پير صاحب جي خواهش جو اظهار انهن تائين پهچڻ ڪافي هوندو آهي.

اندروني طور تي پير صاحب جي مريدن ۾ ايڏي تہ تنظيم رکيل هوندي آهي جو وڏو فقيرن تحت ڪيترائي ننڍا فقير پنهنجا پنهنجا حق ادا ڪندا

رهندا آهن. "فقير" سڏائڻ انهن لاءِ باعث فخر هوندو آهي .20 مارچ 1943ع تي سيد صبغت الله شاهہ سورهيہ بادشاهہ جي شهادت انگريز دور جي آخري حصي جو سڀ کان ڀيانڪ ۽ ڏکدائڪ واقعو آهي. انهي واقعي کانپوءِ انگريز سندن ٻنهي صاحبزادن کي انهي خيال کان انگلينڊ وٺي ويا، تہ هن گادي کي ختم ڪرڻو آهي ۽ بهانو ڪيو ويو سندن تعليم جو. آخرڪار 9 سالن بعد 1952ع ۾ قيام پاڪستان کان پوءِ واپس اچڻ جو موقعو مليو جنهن بعد سندن سجاده نشين طور تاج پوشي ٿي.

پاڻ ننڍي وهي ۾ تحريڪ آزادي هند ۾ حر تحريڪ جا شاهد آهن. انگلستان ۾ رهي اتان کان سياست ۽ علمي سياست کي ڏنو پرکيو ۽ اتي رهي تعليم بہ حاصل ڪئي ۽ پوءِ جڏهن وطن واپس آيا تہ تمام سهڻي نموني سان پنهنجي مريدن جي حالات کي سامهون رکي انهن جي بهتري لاءِ سوچيو. آهستي آهستي ماڻهن ۾ بهتري آئي ۽ اڄ اها ئي حر جماعت آهي جنهن 1965ع ۽ 1971ع جي جنگين ۾ بہ حصو ورتو ۽ ٻين قومي سانحن ۾ قوم جي مدد ڪئي ۽ پاڻ کي بہ سنڀاليو آهي.

2 فيبروري 2004ع تي پير سائين عيد جي ڀلاري موقعي تي مريدن کي جيڪا تلقين ڪئي ۽ ڀهريون پيرو لکت ۾ آيل ڏسي اندازو ٿيو تہ هو ڪيتري نہ عمدي طريقي سان پنهنجي پيروڪارن ۽ پوئلڳن جي رهبري ۽ رهنمائي ڪري ٿو.

پير سائين پاڳارا جن طرفان استادن تي عائد فرض ياد ڏيارڻ تہ اهي هر وقت نصيحت ۽ هدايت ڪن ڇاڪاڻ تہ اهي پڙهيل آهن ۽ معاملن جي تهہ تائين پهچڻ وارا آهن. پير صاحب استاد جي اهميت کي اجاگر ڪيو آهي انهن کي پنهنجا فرض ياد ڏياريا آهن. اولاد جي اصلاح لاءِ ضروري آهي تہ اهي کين بري صحبت کان بچائين سندن اها تلقين انهي حديث مبارڪ جي عڪاسي ڪندڙ آهي تہ "هر مرد پنهنجي گهر جو ائين رکوال آهي جيئن ڪو ٻڪرار پنهنجي ڌڻ جو." اولاد جي اصلاح لاءِ ضروري آهي تہ سٺن ماڻهن جي صحبت هجي. پير سائين جن ڇوڪرين جي تعليم تي خاص زور ڏنو ۽ انهي تي خوشي جو اظهار پڻ ڪيائون تہ ڪجهہ عورتون سٺو پڙهي ويون آهن ۽ عام چونڊن ۾ حصو پڻ وٺنديون. ان جو صاف مطلب

اهو تہ سندن تلقين تي بخوبي عمل ٿي رهيو آهي. ڪين اهو بہ احساس رهيو آهي تہ عام طور تي اڻ پڙهيل ۽ جاهل مردن سان پڙهيل عورتن کي پرڻايو ويندو آهي يا مرد عورت جي مقابلي ۾ گهٽ پڙهيل بہ درست جوڙي نٿي لڳي. ان ڪري پاڻ اهڙين سڱابندين کي بہ درست قرار نہ ڏنو ايستائين جو جن ماڻهن ننڍي عمر ۾ نڪاح ڪرائي ڇڏيا آهن، اهي بہ ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو اٿن. هي معاشري جي اصلاح لاءِ تمام اهم قدم آهي. جڏهن پير سائين جن جا مريد درست سمت ۾ قدم کڻندا تہ انهن کي ڏسي ٻيا بہ انهن جي پوئيواري ڪندا. اهڙي طرح ڏنو وڃي تہ هن گادي جي سجاده نشين جي گرفت پنهنجي مريدن تي ڪڏهن ڪمزور نہ رهي آهي ۽ مريدن ۽ معتقدن جو لاڳاپو ۽ تعلق پيار ۽ محبت جي لحاظ کان ڪنهن کان بہ گهٽ نہ رهيو آهي، شريعت جي پابندي ايتري تہ مضبوط رهي ٿي جو تصوف يا ڪن ٻين طريقن جي راهن تي هلندي بدعتن ۾ داخل ٿيڻ ۽ اصل راهہ کان ٿڙي وڃڻ جا موقعا نہ مليا آهن. هي اندروني نظام جي مضبوطي جو وڏو دليل آهي.

الله ﷻ کان دعا آهي تہ سنڌ ۽ پاڪستاني جون سڀ پيرائيون درگاهون اهڙي طرح پنهنجي اندروني نظام ۾ مضبوط رهن جو انهن سان وابستہ عوام ڪڏهن بہ ڀٽڪي نہ. پير صاحب جن جو اهو فرمان تہ، "عورت سان جبر ۽ زيادتي نہ ڪريو، انهن کي پنهنجا حق ڏيو ۽ انهن کي نہ تہ ويهاريو ۽ نہ انهن جا حق بخشرايو." سندن اهو بہ حڪم آهي تہ "ويهاريل نياڻين کي حق ڏيو، شاديون ڪرايو."

اها ڪيڏي نہ اهم ڳالهہ آهي جو اسان جي سنڌي معاشري ۾ اهي برايون ايتريون تہ عام آهن جو عورت انهن ۾ پيسجي وئي آهي هن جو وجود ئي ڪمزور ۽ نا انصافي جي علامت بڻجي ويو آهي. معاشرو بيشڪ مرد جو آهي، مرد اُن جو بنياد آهي. مرد آدم آهي ۽ عورت حوا. جيڪا مرد جي يعني آدم جي پاسري مان جوڙي وئي آهي تہ اُن جو صاف مطلب هي بہ آهي تہ عورت مرد کان الڳ ناهي فقط عمل ۾ فرق آهي. مرد کي ڪمائڻو ۽ عورت کي گهر سنڀالڻو آهي. اها نہ تہ گولي ۽ غلام آهي نہ ٻانهي ۽ خادم آهي بلڪ اها ماءُ آهي، ڀيڻ آهي، ڌيءُ آهي ۽ زال آهي. اگر عورت غيرت آهي تہ پوءِ انهن کي حق ڏيڻ بہ غيرت جو حصو هئڻ گهرجي. جنت اگر ماءُ جي قدمن

هيٺان آهي تہ پوءِ هر عورت کي ماءُ بڻجڻ کان ڇو روڪيو وڃي ٿو. غيرت جي نالي ۾ ان سان نا انصافي ۽ زيادتي ڪرڻ الله جي عذاب کي دعوت ڏيڻ جي برابر آهي.

پير سائين بادشاهہ جن جو اهو ارشاد تہ "محنت ڪش بڻجو ۽ رزق حلال ڪمايو" هو مفت جي روزي ڪڏهن بہ ڪو نہ ڳوليندو دوکي، فريب ۽ بي ايماني جي ڪمائي کي ڪڏهن بہ پسند نہ ڪندو ۽ ان سان گڏ اهو بہ ارشاد آهي تہ "خدا ترسي ۽ خدا پرستيءَ کي عام ڪيو" هڪ اهڙو نڪتو آهي تہ جيڪو هر انسان کي پهرين پاڻ بهتر بنائڻ جي ترغيت ڏئي ٿو. جنهن ماڻهو ۾ مٿيون وصفون آهن، اهو ئي انهن کي عام ڪري سگهندو. جيڪو الله کي ويجهو ويندو الله ان جي ويجهو هوندو اهڙي ماڻهو جي دنيا توڙي آخرت منور ٿي ويندي ۽ اهو ئي ماڻهو ٻين جي سهڻي رهبري ۽ رهنمائي بہ ڪري سگهندو.

پاڻ کي ميرٽ جي اهل بنائڻ جي پڻ تلقين ڪئي وئي آهي. چاڪاڻ تہ هاڻي نوڪريون سفارش ۽ خريدڻ کان چڙهي ويون آهن. تعليم عام ٿيڻ سان نوڪريون آسمان جي تارن جيان مٿي مٿي چمڪنديون نظر اچن ٿيون، پوءِ جنهن ۾ لياقت هوندي اهو ئي انهن تائين پهچي سگهندو. لياقت اهم شيءَ آهي جنهن لاءِ پير سائين پاڳاري خاص توجهہ ڏياريو آهي ۽ پاڻ پاڪستاني فوج ڏانهن بہ اشارو ڪيو اٿن تہ ملڪي دفاع سان گڏ اگر بهتر رزق حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا تہ "هڪ تير بہ شڪار ڪريو" يعني فوج جا دروازا کليل آهي پاڻ کي ان قابل بڻايو تہ محافظ بہ بڻجو ۽ برسر روزگار بہ ٿيو پنهنجي لاءِ معاشري ۾ عزت ۽ وقار وڌايو.يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ پير سائين پاڳاري شاهہ مردان شاهہ بادشاهہ جن جا حر ۽ فقير جڏهن هن تلقين کي هنئين سان هنڊائيندا تہ هر عام ماڻهو بہ انهن کان متاثر ٿيڻ بنا رهي نہ سگهندو ۽ اسان جو ملڪي توڙي عوامي اميج بهتر ٿيندو.

*

# معاشرتي سجاڳيءَ جو سڏ

پير سائين جن هميشه ۽ هر سال پنهنجي حر جماعت کي درگاهه شريف پير ڳوٺ ۾ خطاب فرمائيندا رهيا آهن.ان جي علاوه به مختلف دعوتن ۾ پنهنجي جماعت جي مريدن کي ذڪرو فڪر، نيڪي ۽ ڀلائي جي تلقين ڪندا پئي رهيا آهن. پير سائين جن پنهنجي بصيرت، فڪر و دانش، فهم و فراست ۽ معاشرتي بيجا، اڻ وڻندڙ ۽ توهمات پرست رسمن جي ڄاڻ رکندي هن خطاب ۾ خبردار ڪيو آهي ته موجوده سجاڳيءَ واري دور ۾ پنهنجي اولاد کي آڙاهه ۾ وجهڻ کان بچايو. جنهن ۾ ننڍپڻ جا رشتا ۽ اولاد يعني نياڻي يا فرزند جي پسند و ناپسند ۽ رجحان مطابق ناتا ۽ رشتا جوڙيا وڃن، ڇو ته هن وقت ڪليل تعليمي ماحول، تربيت جي کوٽ ڇڙواڳي سبب نوجوان ڀٽڪندي ويرم ئي نٿا ڪن. ان ڪري انهن جي پسند ۽ لاڙا ڏيان ۾ رکي، والدين کي بردباري ۽ سنجيدگي سان سندن ناتا ۽ رشتا قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي.پير سائين جن معاشري ۾ اهم معاملي ڏانهن،جيڪو پنهنجي مريدن يا عام ماڻهن جو ڌيان ڇڪايو آهي، سو سندن روشن فڪر ۽ عرفاني سوچ جو مظهر آهي.انهي جي علاوه عورتن جي حق حقوق نياڻن جي تلقين به ڪئي آهي. دنيا جي لالچ، زر ۽ زمين جي ورڇ جي ڊپ کان نياڻين کي ويهاري ڇڏڻ کي به عظيم پاپ قرار ڏنو آهي،جيڪو وڏ گهراڻن ۾ عام آهي.

حضرت پير سائين جن هن خطاب ۾ رزق حلال ڪمائڻ ۽ خدا ترسي ۽ خدا تعاليٰ جي تابعداري ڪرڻ جو حڪم به ڏنو آهي.پنهنجي اولاد کي تعليم ڏيارڻ ۽ نيڪ ۽ صالح بنائڻ جي لاءِ عملي ڪوشش ڪرڻ لاءِ زور ڏنو آهي. دنيا سان هلڻ جو ڪو به حرج نه آهي. پر نيڪ ۽ سٺي چال چلت واري

سنگت کي ترجيح ڏني آهي، چور ۽ ڪاٺڪو ماڻهن کان احتياط ڪرڻ ۽ پاسيري رهڻ جي هدايت ڪئي آهي. سٺي اخلاق ۽ سهڻين عادتن کي اختيار ڪرڻ جو فائدو بيان ڪيو آهي. حقيقت ۾ حضرت پير صاحب جن، پنهنجي بزرگ امام العارفين پير سائين سيد محمد راشد قدس الله سره العزيز روضي ڌڻي (1170هه – 1233هه) جن جي تعليمات جي روشني ۾ پنهنجن مريدن سان مخاطب ٿيو آهي، جيئن ملفوظات شريف ۾ به سٺن ۽ نيڪ اخلاقن لاءِ حضرت روضي ڌڻي رحمت الله عليه جن جو نقل آهي ته:

"هڪ ڏينهن حضرت جن. علي پور، اها ديهه چاچڪن جي پرسان آهي، اتي گوني جي ڪناري تي تشريف فرما ٿيا. سعد الله فقير، جيڪو مخدوم ابراهيم نٿوي جو مريد هو. ان حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! حرف ميم ۽ لام جي معنيٰ ڪهڙي آهي – پاڻ فرمايائون ته ميم ۽ لام جون معنائون گهڻيون آهي، تنهنجو مقصد الائي ڪهڙو آهي. هن چيو ته ان لفظ مان "ملان" مراد آهي حضرت جن فرمايو ته لفظ کي وٺڻ نه گهرجي، بلڪ اخلاقن کي وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن اخلاق سٺا نه اٿس پوءِ ملا هجي يا پيو ڪو خوار ۽ ذليل آهي ۽ مثال فرمايائون ته شاعر جڏهن ڪانءَ کي قاصد بنائيندا آهن تڏهن سٺو آهي جڏهن ڪانءَ طالب ٿيندو آهي ته ڍونڍ طلبيندو آهي، جنهن کي بڇڙو سڏيندا آهن.

حضرت جن جو ارشاد فرمايو ته طالب اهو آهي جنهن جو عادتون الله پاڪ جي عادتن موافق هجن. جيئن تخلقوا با خلاق الله (يعني الله پاڪ جو عادتون پاڻ ۾ پيدا ڪريو) جو حڪم آهي." (مجمع) الفيوضات ترجمه ملفوظات شريف ـ حصو پنجون ص 351).

معلوم ٿيو ته حضرت پير صاحب جن، پنهنجي خانداني ميراث موجب، مريدن کي مشورا ۽ نصيحتون ڪندا رهندا آهن ۽ هن دور ۾ به اها هڪ وڏي بصيرت ۽ خوبي آهي جو بحيثيت مرشد پنهنجي مريدن کي نيڪي، نيڪ روش، ۽ سٺن اخلاقن جي تربيت سان آراسته ڪندا رهن. منهنجو ذاتي مشاهدو آهي ته پير صاحب جن جي خطاب کانپوءِ اڪثر مريد، نماز ۽ ذڪر و فڪر کي خاص اهميت ڏين ٿا ۽ وڏي اهتمام سان ذڪر ڪن ٿا. ليڪن انسان غافل ته واقعي آهي ۽ بعض اوقات انهي ۾ ڍر ۽ ڪمي

بہ اڇي ٿي. تاهم، حضرت پير صاحب جن جي معاشرتي سجاڳيءَ وارو سڏ، انشا الله تعاليٰ توجہ جو مرڪز ٿيندو ۽ آخرت جي زندگيءَ لاءِ مريد هجي يا غير مريد. سڀ ڪنهن کي سوچي هلڻ گهرجي، ڇو تہ هيءَ جهان فاني آهي. هر هڪ کي هلڻو آهي. هيءَ قرار جي جاءِ نہ آهي ۽ قرار جي جاءِ "آخرت" آهي ۽ آخرت ۽ عاقبت لاءِ پنهنجي ڪتنب جي حقن جي پوئيواري ڪرڻ ۽ انهن جي حقن جي بقول پير صاحب جن جي، نگهداشت ڪرڻ رب تعاليٰ جي راضپي جو سبب ٿيندو. حافظ شيرازي رحہ فرمائي ٿو:

نصيحت گوش کن جانان کہ از جان دوست تردا رند،
جو انانِ سعادتمند، پندِ پير دانارا.

(يعني: اي منهنجا سڄڻ! نصيحت، غور سان ٻڌ، ڇو تہ نيڪ بخت جوانَ، ڏاهي بزرگ جي نصيحت کي پنهنجي جان کان بہ زياده پسند ڪن ٿا.)

*

(نوٽ: مرحوم ڊاڪٽر گُل حسن لغاري اهل علم انسان هو سندن علمي خدمتون باعث فخر آهن. سندن لاڏاڻي سان علم ۽ ادب جي دنيا ۾ وڏو خال پيدا ٿيو آهي، جيڪو پرجڻ ناممڪن آهي، جڏهن مون مرحوم ڏانهن پيرسائين پاڳارا جن جو تاريخي خطبو موڪلي گذارش ڪئي تہ سائينجن فورن مون کي موٽ ۾ خوشي جو اظهار ڪندي خط لکي "سجاڳي جو سڏ" ڪتاب سهيڙڻ تي شاباش ڏني ۽ تاثراتي مضمون پڻ لکي موڪليائون. دعا آهي تہ رب تعاليٰ مرحوم مغفور کي جنت ۾ جاءِ عطا ڪري ۽ سوڳوار پونئرن کي صبر جميل عطا ڪري - مرتب)

ڊاڪٽر غلام محمد لاکو

# واضح پيغام

جناب پير صاحب پاڳاري جو پير جو ڳوٺ ۾ 2 فيبروري 2004ع تي پنهنجي جماعت جي لکين ماڻهن کي هڪ فڪر انگيز پيغام ڏيندي اڪثر خراب رسمن ۽ بدعتن کي ختم ڪرڻ لاءِ نصيحت سان گڏوگڏ هدايتون به ڏنيون. سنڌ جي اندر ڪنهن به معتبر ۽ وڏي شخصيت مان، پير صاحب پاڳاري کي هي ڪريڊٽ وڃي ٿو ته، پاڻ سڀ کان اول سماجي برائين جي خاتمي لاءِ هڪ واضع پيغام ڏيندي نه رڳو پنهنجن مريدن پر خود سموري سنڌي سماج جي اصلاح خاطر هڪ آواز بلند ڪيو اٿن. سنڌ جي سمورن سجاڻ طبقن پاران اهڙي چنٽي پڌرنامي ۽ مثبت سوچ واري تقرير جي ڀرپور آجيان ڪئي وئي آهي. مون کي هن ڏس ۾ نوجوان دوست سردار پيو صاحب مون کي ڪجهه لکڻ لاءِ چيو. جيتوڻيڪ اهي معاملا سماجيات سان واسطو رکن ٿا.

سنڌ اندر هن وقت جاري ڪجهه سماجي، رسمون ۽ بدعتون سنڌي سماج ۾ ٻاهران اچي داخل ٿيون آهن. تاريخي شعور جي کوٽ ۽ تعليم جي گهٽ هجڻ سبب اڄ ائين ٿو سمجهيو وڃي ته اهڙا رواج سنڌي معاشري جو حصو آهن. حقيقت ۾ ائين ڪونهي.

مون 1985 _1986ع ۾ گورنمنٽ ڪاليج عمرڪوٽ ۾ ملازمت ڪئي، ان دور ۾ مون کي ٿر جي تاريخي سماج کي ڪي قدر ڏسڻ ۽ پرکڻ جو موقعو مليو. عمرڪوٽ ۾ رهندي سجاڻ انسان شاهه لطيف جي پارکو ۽ هڪ گمنام سگهڙ حاجي ولي محمد ڪنڀار سان رهاڻيون ٿيون. مون سچ ته هن نيڪ مرد انسان کان ڪي ڳالهيون سکيون ۽ سمجهيون.

هڪ پيري حاجي ولي محمد مون کي چيو تہ چا تون سمجهين ٿو تہ سنڌي سماج ۾ هن وقت موجود اوچ نيچ ۽ سرداري سسٽم توڙي جرڳا طور طريقو اصل کان سنڌ اندر موجود رهيا آهن. ائين چئي هڪدم پاڻ چيائين تہ هرگز ائين سمجهڻ درست ڪونهي. خاص سنڌي سماج سهپ ۽ رواداري وارو هو. اوچ نيچ نہ هجڻ جي برابر هئي. هي سڀ سنڌ اندر سماجي اٿل پٿل ۽ رسمن رواجن جي تبديلي ٿيڻ جو مکيہ ڪارڻ اهو ئي آهي. اڳتي هلي ان وڏاري سان گڏ شدت بہ ايندي وئي. عورت سان انياءَ، جرڳا سسٽم ۽ ڪاروڪاري جا سبب ۽ بنيادي زميني حقيقت جي سامهون رکي ڳولڻ گهرجن هاڻي تہ ڪجهہ مقامي قبيلن بہ شدت ۽ ڏاڍ کي اپنائي، سنڌي سماج کي ڪوجهو بنائي ڇڏيو آهي. دنيا ائين ٿي سمجهي تہ سماجي برايون سنڌ جو تاريخي ورثو آهن. ليڪن ائين سوچڻ ۽ سمجهڻ درست ڪونهي.

ان پس منظر ۾ اعليٰ حضرت پير صاحب پاڳاري جي نصيحت ۽ هدايت اسان کي درست رخ ۾ هلڻ جو سبق سيکارڻ سان گڏ اسلامي تعليمات جي پيروي ڪرڻ جيٰ تلقين ڪرڻ لاءِ پڻ اتساهي ٿي!

*

پروفيسر غلام عباس قادري

# جديد معاشرتي اصلاح لاءِ ڪيل روحاني خطاب

حجةالوداع جي موقعي تي الله جل شانہ جي آخري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليہ و سلم جيڪي نصيحتون ۽ وصيتون اصحاب سڳورن کي فرمايون، تاريخ ۾ انهن کي انسانيت جي منشور جي حيثيت حاصل آهي. ان دور جي لحاظ کان اهو هڪ عظمت وارن انسانن نبي جي شاگردن سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ وارن، ساهہ قربان ڪندڙ خدا جي ٻانهن جو وڏو اجتماع هو. تعداد جي لحاظ کان هڪ لک ويهہ يا چاليهہ هزار اسلام جا سپاهي پنهنجي پيغمبر صلي الله عليہ وسلم جو خطاب ٻڌڻ لاءِ موجود هئا.
خدا جي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو خطاب تہ تفصيلي آهي، مگر اسين ڪجهہ حصا بيان ڪندي اصل عنوان ڏئي هلندا ايندا سين. پيغمبر صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو تہ "اڄ کان جاهليت جو سموريون رسمون ۽ ريتون مان پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙي ڇڏيان ٿو عورتن جي باري ۾ اوهان کي نصيحت ڪريان ٿو. انهن سان سٺو سلوڪ ڪريو ۽ انهن جا حق ادا ڪريو."

منهنجي ڳالهين کي غير حاضر ماڻهن تائين پهچايو. مٿئين تحرير مان ٽي ڳالهيون خاص آهن:

1. جاهليت جي رسمن جي پاڙ پٽڻ
2. عورتن جي حقن جي پاسداري ڪرڻ
3. علم کي عام ڪرڻ ۽ ٻين تائين پهچائڻ

برصغير ۾ خدا پرست بزرگن قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ اسلام ڦهلائڻ ۾ ماڻهن کي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وسلم جي سنت سمجهائڻ ۽ ان تي عمل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن مان مخلوق وڏو فائدو وٺندي رهي آهي. برصغير جي برک مصلح حضرت سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي سلسلي جي هر هڪ گادي نشين پاڳاري ملڪ قوم جي ڀلائي ۽ پنهنجي جماعت جي اصلاح لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون آهن. جماعت ۾ ذڪر ڪرائڻ وارا استاد جماعت ۾ ويجي شرعي سکيا سان گڏ ذڪر جو درس ڏيندا هئا. موجود پير سائين پاڳارو مدظلہ العالي هن گادي سان لاڳاپيل جماعت جي ديني ۽ دنياوي سڌاري لاءِ هميشہ ڪوشان رهيو آهي. برصغير ۾ رجب شريف جو شاندار اجتماع پير جو ڳوٺ درگاهہ شريف حضرت روضي ڌڻي رحمتہ الله عليہ تي ٿيندو آهي.

هند، سنڌ، پنجاب ۽ ٻين علائقن جا ماڻهو گڏ ٿيندا آهن، رات جو عالمن جو تقريرون ٻڌندا آهن ۽ صبح جي درگاهہ جي دستور مطابق حضرت پير سائين پاڳارو خانداني تاج سان مريدن کي زيارت جو شرف بخشيندو آهي، ان سان گڏ مختصر مگر جامع انداز ۾ ڪين نصيحتون بہ ڪندو آهي، سندس هر سال واري نصيحت ۽ مشورا قيمتي ۽ دل سان هنڊائڻ وارا هوندا آهن. ٻئين فيبروري 2004 تي پاڻ واضع لفظن ۾ ڪن غير شرعي رسمن جي پاڙ پٽڻ ۽ ٻارن کي تعليم ڏيارڻ جي تلقين ڪئي آهي.

ننڍڙي عمر ۾ سڱابندي، پوتيون پارائڻ عمر جي وڏي فرق سان نڪاح ڪرڻ توڙي جائز بہ هجي، پر جڏهن ڪنهن معاشري ۾ انساني قتل. فتنہ فساد ۽ گهر ۾ جهڳڙا نفرتون وڌي وڃن تہ اهڙين رسمن کي ختم ڪرڻ يا انهن کي ڪنهن اسلامي ۽ انتظامي ذريعي مشروط ڪرڻ لازمي آهي، سنڌ ۾ ڇوڪرن جي تعليم جو انگ اکر بہ گهٽو پوئتي پيل آهي ۽ نياڻين جي تعليم پير سائين پاڳاري پنهنجي جماعت کي جيڪي نصيحتون ڪيون آهن. اهي اسلامي حڪمن، جديد معاشرتي اصلاح جي عين مطابق آهن. حر جماعت هميشہ پنهنجي مرشد جي حڪم تي عمل ڪرڻ جي ڪري

اڳ پري رهي آهي. حضرت پير سائين پاڳاري صاحب جو خطاب عالمن، دانشورن ۽ اصلاح جي ڪوشش ڪندڙ ذرين لاءِ هڪ نمونو آهي.

معاشري جا روحاني ۽ ديني اڳواڻ جيڪڏهن براين جي پاڙ پٽڻ لاءِ اهڙي ڪوشش ڪن ته جيڪر ڪيتريون ئي برايون ختم ٿي سگهن ٿيون الله تعاليٰ اسان سمورن کي نيڪي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي (آمين)

*

# حڪم ۽ هدايتون

حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ موجوده پير سائين پاڳاري جن جو هر خطاب ڪلام مؤثر ۽ پنهنجي لفظن ۾ وڏيون معنائون رکندڙ آهي، خاص طور تي 10 ذوالحج واري خطاب همہ گير ۽ جماعت جي سيني مسئلن جو حل ۽ پر سڪون زندگي گذارڻ جو قابل عمل درس آهي، انهي خطاب ۾ موجوده دور جي ڪيترن ئي پيچيده مسئلن تي واضح حڪم فرمايل آهي.

**1. نياڻين جي تعليم:**

اسان جي معاشري ۾ نياڻي ويچاري آهي، جنهن کي هر موڙ تي پوئتي رکيو ويجي ٿو تعليم سندس بنيادي حق آهي، باني اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ:

"علم پرائڻ جيئن مرد تي فرض آهي، تيئن عورت تي پڻ فرض آهي ان کي پنهنجي فرض ادا ڪرڻ کان آخر ڇو روڪيو وڃي". اسان وٽ اها چوٽي عام آهي تہ عورت رڳو گهر هلائيندي ڪهڙي نوڪري ڪندي..؟ جو ڪيس پڙهايون! اهو چوڻ درست ناهي، علم صرف نوڪري لاءِ تہ نہ پڙهبو آهي بلڪ گهر هلائڻ لاءِ پڻ علم جي ضرورت آهي ۽ گهر هلائڻ کي معمولي ڳالهہ سمجهڻ بہ وڏي غلطي آهي. اهو گهر ئي تہ آهي، جنهن ۾ انسان جي تربيت جي عمارت جو بنياد رکيو ويندو آهي، علم ۽ شعور واري عورت جهڙي تربيت جاهل يا اڻ پڙهيل کان نہ ٿي سگهندي.

## 2. پڙهيل ڇوڪري اڻ پڙهيل ڇوڪري يا گهٽ پڙهيل ڇوڪري سان نہ پرڻايو:

ان جو سبب بہ پاڻ اهو فرمايائون تہ "اڻ پڙهيل مڙس پڙهيل زال اڳيان هميشہ جهڪندو آهي" حالانڪ شريعت "الرجال قوامون علي النساءِ" "مرد عورتن تي حاڪم آهن" جو فارمولو ٻڌايو آهي، مرد زال جي اڳيان جهڪيو تہ معاملات ۾ عورت جو فيصلو هلندو ۽ قدرت عورت جي فطرت ۾ تعجيل (جلد بازي) رکي آهي، تڪڙن فيصلن جو اثر سڄي گهر ۾ خاندان تي پوندو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سندس اهو فرمان ڪيڏي نہ دُوراندیشي تي مبني آهي.

## 3. ننڍي پڻ ۾ نڪاح نہ ڪرايو:

"صغير ٻارن جا رشتا ٿيا آهن جي هو وڏا ٿي "ها" ڪن تہ قائم ٿيندا ورنہ ختم ٿيڻ کپن."

ننڍو ٻار بي سمجهہ هوندو آهي، پنهنجي نفعي نقصان کان پڻ بيخبر هوندو آهي، ٻي ماءُ ان جو رشتو ڪري ڇڏيندا آهن، اڳتي هلي انهن خاندانن ۾ ڪڏهن اختلاف بہ پئجي ويندا آهن پر مائٽ چوندا آهن تہ اسان نياڻي کي گار ڏيئي چڪا آهيون، پوءِ نياڻي وچي کهڙا بہ سور سهي پر ابي امان کي گار جي ڳڻتي هوندي آهي حالانڪ ڪنهن سان سڱ جو واعدو ڪرڻ يا نالي ڪرڻ گار ناهي، خدا تعاليٰ هڪڙو نظام ناهيو آهي تہ مرد عورت جي تعلق سان نسل انساني قائم رهندو ۽ اهو تعلق سڱ ڏيڻ وٺڻ سان هوندو. گار ۽ خرابي تہ تڏهن ٿيندي جڏهن زال مڙس وچ ۾ ناپسند هوندي بہ گڏ رهڻ تي مجبور ڪيا ويندا، مارڪٽ، پٽ پاراتا خواري خرابي سڀ تڏهن وجود ۾ ايندا آهن.

تڏهن پاڻ فرمايائون تہ "ننڍن ٻارن جي ڏي وٺ نہ ڪيو پر جي ڪري ڇڏي اٿو تڏهن بہ نڪاح وقت يا ان کان اڳ پنهنجي رضامندي معلوم ڪري وٺو حقيقي رضامندي"

هڪڙي رسمي رضامندي هوندي آهي، مثال طور ڪنهن ڇوڪري جو سڱ مائٽن ڪري ڇڏيو، سڀ ساٺ سنوڻ ٿي وبا، ان ڇوڪري جي رضا

خيال ۾ نہ رکي وئي. هاڻي جڏهن نڪاح جو وقت آيو گهوٽ کي موڙ ڀڏي هاڻي ڇوڪري کان پڇيو ويجي ٿو ايجاب قبول واسطي تہ توکي فلاڻو ڇوڪرو قبول آهي. هاڻي ويچاري ڪيئن پنهنجي مرضي هلائي. سمجهي ٿي تہ جي پنهنجي مرضي هلايم تہ غيرتمند پاءُ يا پيءُ قتل ڪري ڇڏيندا.

رضامندي پڇڻ جو طريقو اهو آهي تہ پي ماءُ يا ڪو بہ وارث سڱابندي ڪرڻ کان اڳ پنهنجي نياڻي کان پڇي، اهو خود الله جي رسول صلي الله عليہ و سلم جو فرمان آهي، ان تي اصحابين رضي الله تعاليٰ عرض ڪيو هو تہ ڇوڪريون حياءِ واريون ٿينديون آهن. اهي پنهنجي مرضي ڪيئن ظاهر ڪنديون. پاڻ فرمايائون سندن ماٺ بہ هائوڪار آهي. ابو داؤد شريف ۾ حديث پاڪ آهي تہ هڪ عورت پاڻ سڳورن جي حضور ۾ اچي عرض ڪيو "يا رسول الله ابي اهڙي ماڻهو سان پرڻايو آهي جنهن کي مان پسند نٿي ڪريان" پاڻ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ "اهو نڪاح بيڪار آهي تون پنهنجي جند جي مالڪياڻي آهين".

باقي ننڍپڻ ۾ جي نڪاح ٿيل آهي ۽ پيءُ يا ڏاڏي جو ڪرايل آهي تہ اهو نافذ آهي ان ۾ بہ طلاق ڏيڻ يا خلع وغيره جو حق زال مڙس کي آهي.

## 4. سنگت انهن سان رکو، جيڪي نيڪ آهن:

ڇو تہ سنگت جو اثر اٽنر آهي. مولانا عطار رحمت الله عليہ فرمايو تہ:

"باحضور صالحان صالح ثبوي رونيشني بابدان طالح شوي" حديث شريف ۾ آهي تہ:

"نيڪ سان صحبت جو مثال ۽ بد سان ويهڻ جو مثال عطار ۽ لوهار جيان آهي، جو عطار سان گڏ ڪو ويٺو تہ ممڪن آهي، ان کي عطر ملي يا اهو عطر خريدي نہ تہ بہ اتان سٺي خوشبوءِ ضرور ملندي ۽ لوهار سان گڏو ويهندڙ جا ڇٽنگن سان ڪپڙا سڙندا نہ تہ بہ بدبوءِ ضرور ايندي"

5. پنهنجي اولاد جا خير انديش ۽ خير خواهہ ٿيو:

پنهنجي اولاد جو هر ڪو ماڻهو خير خواهہ هوندو آهي پر پاڻ نا لائق يا نالائقن سان صحبت جي ڪري ماڻهو اولاد جي لاءِ غلط رستو منتخب ڪندو آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ ماڻهو پاڻ چڱن جي صحبت ۾ چڱو ٿي، اولاد لاءِ صحيح رستو منتخب ڪري جڏهن اولاد جي صحيح نموني تربيت ٿي تہ صالح ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون وجود ۾ ايندا. ڇوڪرو ۽ ڇوڪري سڌريا تہ سڄو معاشرو سڌري ويو. ڇو تہ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري سڌريا اهي سڀاڻي جا "ابو امان" آهن.

*

# تاريخي خطاب

مرشد جي معنيٰ ئي آهي سڌي واٽ ڏيکارڻ. پنهنجي عقيدت مندن کي سلوڪ جا سبق سيکارڻ، حالت حاضره کان باخبر رکڻ ۽ دور حاضر جي گهرجن پٽاندر انهن کي جديد علم سکڻ جي ترغيب ڏيڻ وارو.

حضرت پير سائين سردار مدظلہ العالي جن هميشہ پنهنجن مريدن، عقيدتمندن کي چڱن ڪمن ڪرڻ جي تلقين ڪندا رهندا آهن. مثال طور ادائيگي نماز جي پابندي، قادري طريقي جو ذڪر، پاڙيسرين جو خيال، قانون جو احترام ۽ ملڪ جي حفاظت ڪرڻ وغيره. پر ان سان گڏو گڏ ڪڏهن ملڪ ۽ معاشري ۾ وڌندڙ براين جي سد باب لاءِ بہ نصيحت ڀريون تلقينون فرمائيندا آهن. انهن خاص نصيحتن مان 10 ذاولحج 1424هہ مطابق 2 فيبروري 2002ع بروز سومر عيدالاضحيٰ جي موقعي تي جيڪو تاريخي خطاب فرمايائون اهو صرف اِسان مريدن لاءِ نہ بلڪ سمورن سنڌ واسين جي بهبودي ۽ ڀلائيءَ لاءِ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو.

دانائن جو چوڻ آهي تہ "ڪلام الملوڪ ملوڪ الڪلام" بادشاهن جا سُخن، سخن جا بادشاهہ هوندا آهن. سندن سونهن ڀرين نسخن تي مون جهڙي نا سمجهو نادان کي ڪهڙي مجال جو ويهي مٿس ونڊو ويچار ڪريان، پر دوستن جي اصرار تي ٻن ٽن نون موضوعن تي پنهنجي اڌوري علم ۽ عقل مطابق رنڊا روڙڻ جي ڪوشش ڪندس، من صرافن کي قبول پون.

1. نياڻين جي تعليم
2. ننڍپڻ جا رشتا يا سڱابندي
3. عورتن جي شادي نہ ڪرائڻ ۽ انهن کي حق نہ ڏيڻ

4. زال ۽ مڙس جي نااتفاقي هجڻ ڪري انهن جي باهمي تعلقات (گڏ رهڻ) جي ڪا اميد نہ هوندي بہ زالن کي طلاق نہ ڏيڻ

(1) علم هڪ اهڙي شيءِ آهي جنهن جي حاصل ڪرڻ سان انسان ترقي جي منزل ماڻي ٿو. علم ڪنهن خاص قوم، فرد ۽ جنس لاءِ نہ آهي بلڪ ان کي سکڻ ۽ ان جي ڄاڻ رکڻ هر هڪ لاءِ ضروري آهي، ان ۾ مهارت ماڻڻ سان انسان هڪ وڏو مرتبو ۽ مقام حاصل ڪري ٿو. اسلام ۽ پيغمبر اسلام جناب حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وآليہ وسلم علم جي باري ۾ جيڪو درس ۽ عام پيغام ڏنو آهي. انهي پيغام ۾ حصول علم جو امر جهڙي ريت مرد لاءِ آهي اهڙي ريت عورت لاءِ بہ عام آهي.

حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ارشاد فرمايو تہ "علم جي طلب ڪرڻ هر مسلمان مرد ۽ عورت تي لازم آهي" عورت جي حقن جي صحيح پاسداري جيڪا اسلام ڪئي آهي، اهڙي پاسداري دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ مذهب نہ ڪئي آهي. عورت جي تعليم، ازدواجي زندگي، معاشرتي مسائل ۽ وراثتي مسائل تي قرآن ۽ صاحب قرآن حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جيڪا روشني وڌي آهي. دنيا جو ٻيو ڪو بہ مذهب انهي جي پيش ڪرڻ ڪان قاصر آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن ارشاد فرمايو تہ "دنيا وقتي نفعو ڏيڻ واري شيءِ آهي، دنيا جي نفعي بخش شين ۾ نيڪ عورت گهر جي ماحول کي مرد کان وڌيڪ سڌاري سگهي ٿي ڇو تہ ٻار جي پيدائش کان وٺي ان جي بالغ ٿيڻ تائين ان جي پرورش، زندگي جا آداب، ننڍي وڏي جو ادب ۽ احترام سيکارڻ ۾ عورت ٻار جو پهريون استاد آهي، جيڪا زبان سان گڏوگڏ سٺا اخلاق بہ سيکاري ٿي."

لکيل پڙهيل عورت کي حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم هڪ سٺي پوسٽ تي مقرر فرمايو آهي. مڪي پاڪ ۾ اسلام کان اڳ بہ ڪجهہ عورتون اهڙيون هيون، جيڪي لکڻ پڙهڻ ڄاڻينديون هيون. انهن مان هڪ عورت شفابنت عبدالله بہ هئي، جيڪا حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جي ويجهي مائٽياڻي هئي. حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن علم کي مان ڏيندي هجرت کان پوءِ مدينہ منوره جي هڪ بازار ۾ انهيءَ بيبي سڳوري کي ڊيوٽي تي مقرر فرمايائون. ڇو تہ ان کي لکڻ پڙهڻ ايندو هو. انهي

ڪري ان کي اهڙو ئي ڪم حوالي ڪيو ويو هوندو جنهن جو تعلق لکڻ پڙهڻ سان هوندو.

اهڙي ريت مختلف اسلامي جنگين ۾ زخمي ٿيل مجاهدن جي مرهم پٽي ڪرڻ جا ثبوت ملن ٿا. اها سرجري جي خدمت به مختلف اصحابياڻيون سرانجام ڏينديون هيون. جنهن مان عورتن کي سرجري جي موضوع تي ريسرچ ڪرڻ جو واضح ثبوت ملي ٿو. وري زندگي جي مختلف پهلوئن سان واسطو رکندڙ مسئلن کي جڏهن ڏسجي ٿو ته انهن کي نبيرڻ ۾ به حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جون ازواج مطهرات اڳيريون نظر اچن ٿيون. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها جي باري ۾ ارشاد فرمايائون ته "حميرا رضي الله عنها کان دين جو اڌ علم سکو."

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي وصال کانپوءِ جڏهن به اصحاب سڳورا ڪنهن شرعي مسئلي ۾ منجهي پوندا هئا ته انهي جي حل لاءِ حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها وٽ ايندا هئا.

انهن روايتن مان واضع ٿيو ته عورتن کي علم سيکارڻ گهرجي، جيتري عورت علم ۾ اڳيري هوندي اوترو ئي معاشري ۾ سڌارو ايندو. اسلامي تاريخ ۾ ڪيترن ئي عالمه فاضله عورتن جو ذڪر اچي ٿو. جيڪي پنهنجي دور جون ممتاز اسڪالرز هيون.

2. اسلامي دين فطرت آهي، جنهن ۾ انسان جي احساس طبعي رجحانن ۽ فطري گهرجن جي جيتري رعايت ۽ پاسداري ڪئي ويئي آهي. ان جو مثال دنيا جي ٻين مذهبن ۾ ملڻ نه صرف دشوار بلڪه ناممڪن آهي.

دين فطرت ۾ انساني جذبن ۽ طبعي لاڙن جو جائز حق ان کي ڏي ٿو. اهڙا سوين قرآن ۽ حديث ۾ ملن ٿا. صرف نموني طور هڪ مثال پيش ڪجي ٿو. اصحابن سڳورن جي هڪ جماعت حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي، انهي مان هڪڙي عرض ڪيو ته "آئون هميشه روزي ۾ رهندس". ٻي عرض ڪيو ته "آئون پوري رات جاڳي عبادت ڪندس ۽ ذڪر ۾ مشغول رهندس." ٽئين عرض

ڪيو تہ "آئون ڪڏهن بہ شادي نہ ڪندس." پاڻ سڳورن جهٽڪيندي فرمايائون تہ:

"خبردار ڪن کولي ٻڌو الله جو قسم! آئون توهان سمورن کان وڌيڪ الله تعاليٰ کان ڊڄڻ وارو آهيان ۽ ان جي نافرماني کان ڊڄان ٿو ان جي باوجود آئون ڪڏهن نفلي روزو رکندو آهيان ۽ ڪڏهن ڇڏي ڏيندو آهيان ۽ رات جي ڪجهہ حصي ۾ نفل پڙهندو آهيان ۽ ڪجهہ رات آرام ڪندو آهيان. مون عورتن سان شادي ڪئي آهي، پوءِ جيڪو بہ منهنجي طريقي (سنت) کان منهن موڙيندو اهو اسان مان نہ آهي."

هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ اچي ٿو تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ چوي ٿو تہ "اسان هڪڙي جنگ ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن سان گڏ هئاسون ۽ اسان وٽ ( شهوت پوري ڪرڻ) واري ڪا شيءَ نہ هئي. اسأن عرض ڪيو تہ يارسول الله صلي الله عليہ وسلم! اسان کي خصي ٿيڻ جي اجازت ڏيو جو تہ اسان جائز طريقي سان پنهنجي خواهش پوري نہ ٿا ڪري سگهون) پاڻ سڳورن اسان کي خصي ٿيڻ کان روڪيائون."

خواهش نفساني ۽ شهوت جي پورائي لاءِ اسلام جائز طريقو نڪاح کي مقرر ڪيو آهي. جنهن سان انسان جي خواهشن جو پورائو بہ ٿئي ٿو ۽ گناهن کان بچي سگهي ٿو. "شادي" خانہ آبادي لاءِ ڪئي ويندي آهي. انهي زندگي جي گاڏي کي هلائڻ لاءِ مرد ۽ عورت جي پاڻ ۾ موافقت ۽ هم آهنگي هجڻ ضروري آهي، اگر ٻنهي ڌرين ۾ موافقت ۽ هم آهنگي قائم نہ رهي سگهي تہ "شادي خانہ آبادي" جي بجاءِ شاديءَ خانہ بربادي بنجي ويندي آهي. انهي جا مهلڪ اثرات سموري خاندان تي اثر انداز ٿي تباهي جي ڪناري تي وجي پهچائيندا آهن.

انهي ڪري شريعت پاڪ نڪاح جي لاءِ مضبوط اصول قائم ڪيا آهن، جن تي هلڻ سان معاشري ۾ جهڳڙو ۽ فساد نہ ٿو ٿي سگهي. انهن اصولن مان "ڪفو" همہ پلہ يا هڪ جهڙائي برابري شادي ڪرڻ کي لازمي قرار ڏنو ويو آهي.

"ڪفو" جو مطلب هي آهي تہ مرد عورت کان نسب وغيره ۾ ايترو گهٽ درجي جو نہ هجي، جنهن سان نڪاح ڪرڻ سان عورت جا وارث تنگ

۾ عار محسوس ڪن. ڪفو ۾ ڇهه شيون آهن (1) نسب (2) اسلام (3) هنر (4) آزاد (5) ديانت (6) مال. اسلام ڪفو جي شرطن سان گڏو گڏ اهو به واضح ڪيو آهي ته مڱڻي ڪرڻ کان اڳ مرد ۾ عورت هڪ ٻئي کي ڏسي پسند ڪن جيئن ته بعد ۾ پڇتائڻو نه پوي. حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته "جڏهن توهان مان ڪو شخص عورت کي نڪاح جو پيغام موڪلي ته جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته انهي عورت جون عادتون ڏسي جيڪي نڪاح ۾ مطلوب آهن ته ضرور اهي ڏسي. هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ اچان به انهي باري ۾ وڌيڪ ثبوت ملي ٿو. هڪ شخص حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي عرض ڪيائين ته "مون انصار جو هڪ عورت سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي." پاڻ فرمايائون ته "ڇا تو ان کي ڏٺو آهي؟" ڇو ته انصار جي اکين ۾ گهڻو ڪري نقص هوندو آهي.

انهي حديث پاڪ مان واضح ٿيو ته ٻنهي مرد ۾ عورت مان ڪنهن هڪ ۾ اهڙو عيب هجي، جيڪو بعد ۾ ناپسنديدگي ۾ باهمي تعلقات جي خرابي جو سبب بڻجي ته اهڙي عيب کي نڪاح کان اڳ ۾ ظاهر ڪرڻ ضروري آهي. ٻچپن جي شادي يا مڱڻي جيڪا والدين جي طرفان هوندي آهي ڇوڪرو يا ڇوڪري انهن کي شعور ئي نه هوندو آهي، بالغ ٿيڻ کانپوءِ اگر هڪ ٻئي کي پسند ڪن ته بهتر ورنه انهن جي رضامندي جو هجڻ ضروري آهي، جبر ۾ زبردستي سان نڪاح ڪرائڻ جي شريعت اجازت نه ڏني آهي. انهي باري ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو واضع فرمان مبارڪ موجود آهي ته:

"بالغ عورت جو نڪاح ان جي اجازت کان بغير نه ڪيو وڃي" نڪاح ۾ عورت جي رضامندي کي اسلام وڏي اهميت ڏني آهي، ايتري قدر جو عورت جي رضامندي نه هجڻ واري نڪاح کي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم ڪالعدم قرار ڏيئي، عورت کي وڏو مان ۾ مرتبو عطا فرمايائون. جهڙي ريت حديث شريف ۾ اچي ٿي ته "حضرت خنساءِ بنت خدام انصاري جو نڪاح ان جي پيءُ ڪرايو ۾ اها سڳوري رنڙ هئي، بيبي سڳوري کي اها ڳالهه نه وڻي ۾ اها شڪايت کڻي حضور اڪرم صلي الله

عليہ وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پيءُ جي ڪرايل نڪاح کي ڪالعدم قرار ڏنو.

ان حديث پاڪ مان بہ واضح ٿيو تہ اسلام عورت جي رضامندي کي وڏي اهميت ڏني آهي ۽ انهن کي پنهنجي جان جي باري ۾ اختيار ڏنو آهي.

(3) اسلام فطري مذهب آهي، انهن ڪري انسان جي امنگن ۽ اميدن جي مڪمل پاسداري ۽ پورائيءَ جي جائز طريقن کي فراهم ڪُري ٿو. اسلام صرف ڪنهن هڪ علائقي، قوم يا جنس لاءِ نہ آهي بلڪ هي هڪ عالمگير مذهب آهي. جيڪو بني نوع انسان جي هر فرد کي مڪمل طريقي سان حقوق ڏي ٿو. انهي ڪري اسلام جهڙي ريت جتي مردن جي حقوق جي ذڪر ڪيو آهي تہ اڳي عورتن جي حقن ۽ ان صنف نازڪ سان عدل و انصاف ڪرڻ جو بہ ذڪر ڪيو آهي.

اسلام پنهنجي مڃيندڙن کي انهي ڳالهہ جي هرگز اجازت نٿو ڏي تہ "مرد چار چار زالون نڪاح ۾ رکن ۽ عورتن کي انهن جو جائز حق (هڪ مرد سان نڪاح ڪرڻ) جي بہ اجازت نہ آهي!!! بلڪ اسلام جي لازوال قانوني ڪتاب قرآن ڪريم ۾ الله سائين فرمايو تہ "نڪاح ڪرائي ڇڏيو پاڻ منجهان انهن جو جيڪي بنا نڪاح جي هجن" مطلب تہ جن جو نڪاح ٿيو ئي نہ آهي اجان ڪنواريون آهن يا نڪاح ٿيڻ ڪانپوءِ بيواه ٿي ويون آهن تہ مناسب موقعي ملڻ تي انهن جو نڪاح ڪرائي ڇڏيو.

حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ارشاد فرمايو تہ "اي علي ڪرم الله وجهہ الڪريم! ٽن شين ۾ دير نہ ڪريو (1) نماز جو جڏهن وقت ٿئي (2) جنازو تيار ٿئي (3) بنا نڪاح واري ڪنوار يا بيواه عورت کي جڏهن ڪفو ملي تہ نڪاح ڪرڻ ۾ دير نہ ڪريو."

مردن جو اهو شان نہ آهي تہ هو پاڻ چار شاديون ڪري شهپرن کي تيل مکي گهمندا وتن ۽ پنهنجي معصوم نياڻين ۽ بيگناهہ ڀينرن کي زوري حق بخشائي انهن جي جواني تي مڏي ڪاتي وهائي سندن زندگي جي تمنائن جون خون ڪري ڇڏين.

پيغمبر اسلام ڪائنات جي ڪارڻي حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي پاڪ نياڻي ڪان ڪنهن بہ ماٺهو جون نياڻيون مان ۽

مرتبي ۾ مٿانهيون ناهن. حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجين نياڻين سڳورين جو ڪفو ۾ نڪاح ڪرائي اسان کي هن ڳالهہ جو درس ڏنو تہ نياڻين کي سٺا رشتا ڏيو انهن جون ڪفو ۾ شاديون ڪرايو.

قرآن ۽ صاحب قرآن تي اسان جي رهبري ۽ رهنمائي لاءِ الله سائين موڪليا تہ قرآن جي احڪامن جو غور سان مطالعو ڪريون ۽ رسول عربي صلي الله عليہ وسلم جي سهڻي سيرت کي هنئين سان هنڊائي ان تي عمل ڪري زندگي ۽ آخرت کي سڌاريون. خدا تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم جي اڳيان حشر جي ميدان ۾ سرخوئي حاصل ڪريون.

(4) "نڪاح" جي معنيٰ آهي هڪ ٻئي ۾ اهڙي طرح جذب ٿي وڃڻ جهڙي ريت برساتي بوندون زمين ۾ جذب ٿي وينديون آهن. يا "اوجاڳين اکڙين" ۾ ننڊ سمائجي ويندي آهي، انهي ڪري قرآن شريف ۾ نڪاح جي معنيٰ بيان ڪرڻ لاءِ هڪ ٻي لفظ "سڪون" مقرر ڪيو ويو آهي جيئن ارشاد الاهي آهي تہ "اهو الله تعاليٰ ئي آهي. جنهن توهان کي هڪ جنس مان پيدا ڪيو ۽ پوءِ انهي جنس مان ان جو جوڙو ٺاهيو جيئن تہ انهي سان تسڪين حاصل ڪريو"

ان مان ثابت ٿيو تہ نڪاح جو هڪ وڏو مقصد آهي. تسڪين حاصل ڪرڻ "سڪون" هڪ جامع لفظ آهي جنهن ۾ ذهني، طبعي ۽ جنسي هر طرح جي تسڪين شامل آهي تہ هو سڪون حاصل ڪري. سڪون تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن مرد ۽ عورت جو باهمي، طبعي، ذهني، ۽ جنسي تعلق رهندو. ان جي برعڪس پاڻ ۾ ناموافقت ۽ مخالفت آهي، ٻنهي جو طبعي لاڙو هڪ ٻئي ڏانهن نہ آهي بلڪ نڪاح عورت کي ٻاندياڻي بنائي گهاڻن ۾ نہ پيڙيندو رهي بلڪ انهي کان باز اچي. الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم جي قهر کان ڪنبي. الله تعاليٰ اهڙن ظالم مڙسن لاءِ جيڪي بلاوجہ عورتن کي نقصان پهچائڻ جي نيت سان روڪيندا آهن. پاڻ فرمايو تہ "جيڪڏهن اوهان زالن کي طلاق ڏيو ۽ انهن جي مدت پوري ٿئي تہ ان وقت تائين يا کين ڀلائي سان جهليو يا کين چڱائي سان ڇڏي ڏيو ۽ انهن کي نقصان پهچائڻ لاءِ نہ روڪيو جو حد کان لنگهي وڃو ۽ جيڪو ائين ڪندو سو پنهنجو ئي نقصان ڪري ٿو ۽ الله جي آيتن کي ٺٺولي نہ بڻايو. عورت

جي طبعي فطري طور تي تيز ۽ سخت هوندي آهي.ٿوري ڳالهہ تي ناراض ٿيڻ، طعنو ڏيڻ. انهي جي مقابلي ۾ مرد کي الله تعاليٰ بردبار ۽ مائيٽو طبيعت جو بڻايو آهي. انهي ڪري طلاق جي معاملات جو اختيار بہ الله سائين مرد کي ڏنو آهي، پر ان سان گڏوگڏ عورتن جي باري ۾ حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن مردن کي حڪم فرمايو تہ "عورت جي باري ۾ خدا کان ڊڄو توهان انهن کي خدا جي عهدو امان ۾ ورتو آهي. ٻي حديث پاڪ ۾ پاڻ ارشاد فرماياٿون تہ. "عورت پيدا ٿي پاسراٽي مان ٿي آهي اها ڪڏهن بہ هڪ رستي تي صحيح نہ ٿي رهي سگهي. جيڪڏهن ان مان فائدو وٺڻو آهي تہ ان جي ٽيڏي هئڻ جي باوجود فائدو وٺندو رهي ۽ جيڪڏهن ان کي سڌو ڪندين تہ ان کي ڀڃي وجهندين ۽ ان کي ڀڃڻ يعني طلاق ڏيڻ آهي. "

*

حافظ محمد عيسيٰ سڪندري

# هدايت جا موتي

سنڌ باب الاسلام آهي، سنڌ ۾ هزارين اولياءَ ۽ درويش ٿي گذريا آهن، جن اسلام جي عالمگير پيغام کي گهر گهر پهچايو آهي، انهن ۾ حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمته الله عليه جن جو نالو هڪ نمايان حيثيت رکي ٿو پاڻ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ، ٿربر، جيسلمير، ڪانياواڙ بلڪ پنجاب ۽ بلوچستان جي اڪثر حصن ۾ الله ۽ الله جي رسول صلي الله عليه وسلم جي پيغام کي پهچايائون ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمته الله عليه جي خانقاه عاليه قادريه تقريبن سوا ٻن صدين کان جيتري دين جي خدمت ڪئي آهي ۽ ديني ادارن ۽ دين تي هلندڙن جي رهبري ۽ سرپرستي ڪندي آئي آهي. برصغير جي ٻي ڪنهن خانقاه تان اهڙو مثال ورلي ملندو. حضرت پير سائين پاڳارا سيد شاه مرادن شاه ثاني دامت برڪاته العاليه جيڪي حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضيءَ ڌڻي رحمته الله عليه جي مسند جا سجاده نشين آهن، پاڻ پنهنجي بزرگن جي روايت موجب دين جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ بي مثال ڪوششون وٺي رهيا آهن. ديني ادارن جي سرپرستي سان گڏوگڏ اسلامي اهم موقعن ۽ اهم تاريخن تي مريدن جي اصلاح ۽ اسلامي ڄاڻ لاءِ درگاه شريف پير جي ڳوٺ ۾ واعظ ۽ نصيحتن جون تقريبون ڪرائيندا آهن. انهن تقريبن منعقد ڪرڻ ۾ اهوئي مقصد ڪارفرما آهي، جيڪو درگاه شريف جي باني، يارهين صدي جي مجدد سيد محمد راشدِ روضي ڌڻي رحمته الله عليه ۽ سندن اولاد مان سندن مسند تي ويهندڙ پاڳارن بزرگن جو هو يعني صرف ئي صرف الله جل جلاله ۽ ان جي پياري رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي رضا حاصل ڪرڻ، الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول جي

احڪامن کي جماعت تائين پهچائڻ انهن کي قرآن مجيد حديث شريف ۽ اسلام تعليمات کان روشناس ڪرائڻ. ان سان گڏوگڏ قادري سلسلي متعلق ذڪر جي تلقين ڪرڻ. گڏجي ذڪر ڪرڻ پنهنجن بزرگن جي طريقي جي جاڻ ڏيڻ ۽ انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي پڻ تلقين ڪرڻ. مريدن جي مرشد سان نسبت رکڻ. مريدن جي مريدن سان باهمي رابطہ پيدا ڪرڻ ۽ درگاهہ شريف سان سندن تعلق مضبوط بنائڻ وغيره.

الحمدلله ثم الحمد لله مذڪوره مقصد ۾ بيمثال ڪاميابي حاصل ٿي آهي جو اڄ حضرت پير سائين پاڳارا دامت برڪاتہ جن جي جماعت ۾ سون جي تعداد ۾ عالم، هزارن جي تعداد ۾ حافظ اهڙي طرح هزارن جي تعداد شب خير تهجد گذار ۽ لکن جي تعداد ۾ نماز ۽ ذڪر جا پابند فقير موجود آهن. جيڪي پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ عبادت ۾ مصروف آهن ۽ ذڪر جهونگاري رهيا آهن. معراج النبي صلي الله عليہ وآليہ وسلم جي روح پرور تقريب جي موقعي تي انهن جي اجتماعي عبادت، ذڪر فڪر، باهمي محبت ادب احترام ۽ عقيدت ڏسڻ وٽان هوندي آهي.

واعظ ۽ نصيحت جون تقريبون منعقد ڪرڻ کان علاوه حضرت پير سائين پاڳارا جن براهِ راست جماعت کي پڻ خطاب ڪندا آهن، درگاهہ شريف تي منعقد ٿيندڙ اسلامي موقعن (عيدن تي) ۽ روحاني سفر دوران پاڻ نفس بنفيس مريدن ۽ عقيدت مندن کي روحاني خطاب فرمائيندا آهن.

جماعت سڄوري ۾ جيڪا اسلامي سجاڳي پيدا ٿي آهي ۽ ٿي رهي آهي، اهو سندس نصيحت آميز خطابن ۽ دعائن جو نتيجو آهي، سوين ديني اداره قائم ٿي چڪا آهن ۽ ٿي رهيا آهن. مسجدون آباد ٿي رهيون آهن ۽ هزارن جي تعداد ۾ جماعت جا ٻار ديني تعليم جي زيور سان آراستہ ٿي رهيا آهن. محسن ملت حضرت پير سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) پير سائين پاڳاره دامت برڪاتہ جن جو جيتوڻيڪ هر خطاب ساهہ ۾ سانڍڻ جهڙو هوندو آهي ۽ سندن هر خطاب ۾ واعظ نصيحت ۽ هدايت جا موتي پويل هوندا آهن. مگر 2 فيبروري 2004 ع تي درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ ۾ عيد الضحيٰ جي موقعي تي جيڪو جماعت کي خطاب فرمايائون اهو انوکو ۽ نرالو خطاب هجڻ سان گڏوگڏ تاريخي ۽ تفصيلي خطاب هو.

اسان جي سنڌ ۾ بد قسمتي سان فرسوده ۽ غلط رسمون وڏي پيماني تي رائج ٿي ويون آهن، انهن ريتن رسمن عام ماڻهن خاص ڪري اڻپڙهيل ماڻهن جي ذهنن تي تمام برو اثر ڇڏيو آهي ۽ مسڪين ماروئڙن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي.

حضرت پير سائين پاڳارا دامت برڪاتہ جيئن تہ حر جماعت جا روحاني پيشوا آهن، حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليہ جي درگاهہ مبارڪ جا سجاده نشين آهن، بزرگ سياستدان هجڻ سان گڏ سچاڻ ۽ دورانديش انسان پڻ آهن. فرسوده ۽ غلط روايتن ۽ رسمن جي ختم ڪرڻ متعلق تاريخي خطاب فرمائي روحاني پيشوا جو ڪما حقہ حق ادا ڪيو اٿن. سنڌ ۾ موجود غلط رسمن جي نہ فقط نشاندهي ڪئي اٿن بلڪ پنهنجن مريدن (حرن) کي انهن فقط رسمن جي ختم ڪرڻ جو حڪم پڻ ڪيو اٿن.

جماعت ۾ سندن حڪم مبارڪ تي هاڻي سان عمل شروع ٿي ويو آهي. سندن مريدن جاهليت جي ريتن رسمن کي خداحافظ چئي ڇڏيو آهي انشاالله تعاليٰ جلد سنڌ وارا بہ سندن خطاب لاجواب مان فيضياب ٿيندا.

جيڪڏهن سنڌ جي درگاهن جو هر گادي نشين ان طرف توجهہ ڏئي تہ غلط رسمن جي هميشہ هميشہ جي لاءِ پاڙ پٽجي ويندي.

*

پروفيسر تنوير جوڻيجو

## دور انديش مفيد نصيحتون

جيڪڏهن تاريخ جو جائزو وٺبو ته اها ڳالهه چٽي طرح ظاهر ٿيندي ته پير سائين پاڳاري جو ڪتب روايتي پيرن کان مختلف رهيو آهي ۽ شروع کان ئي تعليم، علم ۽ ادب سان دلچسپي جو سلسلو هلندڙ آهي.

پير سيد صبغت الله شاهه اول جي لائبريري ۾ پندرنهن هزارن کان وڌيڪ معتبر ڪتاب موجود هئا. پاڻ نه رڳو پنهنجن حرن جي روحاني، اخلاقي تربيت ڪئي، پر کين عسڪري تربيت به ڏني. سندس مريدن راجا رنجيت سنگهه جي اسلام دشمن ڪوششن خلاف مهاڏو پڻ اٽڪايو. 1843 ۾ به حر جماعت جي ماڻهن، جن ۾ عورتن جي به اڪثريت هئي انگريزن خلاف مير شير محمد خان جي مدد ڪئي.

جڏهن ته پير سائين صبغت الله شاهه شهيد سورهيه بادشاهه جو ڪردار پڻ سنڌ جي تاريخ جو اهم ۽ نمايان ڪردار رهيو آهي، ننڍي هوندي کان وٺي انگريزن جهڙي قوت سان مهاڏو اٽڪايو. ڪيترائي سال جيل ۾ بند رهيا ۽ جتي سندن ملاقاتون ترقي پسند سياسي اڳواڻن سان به رهيون ۽ رهائي بعد جهڙي طرح انهن حر جماعت کي منظم ڪيو ان جو ڪو مثال يا ڪو نظير ناهي. هنن عورتن جي اصلاح لاءِ به احڪامات جاري ڪيا ۽ اها حر جماعت جي عورت آهي، جنهن مردن مٿ، بندوق هٿ ۾ کنئي ۽ پنهنجون عاج جو چوڙيون لاهي ڦٽيون ڪيون.

پير سائين پاڳاره سيد شاهه مردان شاهه ثاني پڻ جيڪي ڳالهيون ڪن ٿا، نصيحتون ۽ مشورا ڏين ٿا، انهي مان سندن نيڪ نيتي ۽ پنهنجن مريدن کي سٺئين رستي تي آڻڻ جي نيت جي خوشبوءِ اچي ٿي نه ته عام

طور روايتي وڏيرا ۽ پير ڪڏهن بہ اهو نہ چاهيندا آهن تہ سندن پوئلڳ ۽ سندن مريد روشن خيال ٿين ۽ زماني سان گڏجي هلن.

موجوده پير سائين پاڳاري جن جو روحاني خطاب انهي ڳالهہ جو واضح ثبوت آهي. سندن لفظ "استادن تي فرض آهي تہ توهان کي نصيحت ۽ هدايت ڪن. توهان کي پاڙهي نہ ٿا سگهن تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪاڙهي تہ سگهن ٿا." جنهن ۾ تمام گهڻي اونهائي آهي چاڪاڻ تہ جيڪڏهن ماڻهو پڙهيل هجي، پر ڪڙهيل نہ هجي تہ اها تعليم يا علم بيڪار آهي.

ان ڪانسواءِ پاڻ ڪارو ڪاري جي وڌندڙ واقعن تي تشويش جو اظهار ڪندي نصيحت ڏني اٿن تہ پڙهيل عورت کي پاڻ کان گهٽ پڙهيل سان نہ پرڻايو. جيڪڏهن عورت پڙهيل لکيل آهي تہ انهي جي مرضي سان سڱابندي ڪريو چاڪاڻ تہ نندپڻ ۾ جائي جم کان اڳ وارا سڱ هاجيڪار آهن سڱا بندي وقت چوڪرين کان راءِ ضرور معلوم ڪريو ائين ڪرڻ سان ڪاروڪاري تي نہ رڳو قابو پائي سگهبو پر خاندان بہ بي عزتي بدنامي کان بچندو. پير سائين پاڳاري جن جي دور انديش نظر پنهنجي مريدن کي پاڪ فوج ۾ پرتي ٿيڻ ۽ رزق حلال جي بہ تلقين ڪري ٿي. ان ڪانسواءِ پاڻ عورتن کي مڙسن کان طلاق وٺڻ جو حق ۽ طلاق بعد ٻي شادي جي بہ اجازت ڏني اٿن ۽ عورتن جي حقن جي ڳالهہ ڪئي اٿن ۽ پاڻ چاهن ٿا تہ سندن ماڻهو عورتن جي حقن جو احترام ڪن ۽ کين تازي هوا ۾ ساهہ کڻڻ جي اجازت ڏين. پير سائين پاڳاري عورتن جي تعليم تي بہ زور ڀريو اٿن ۽ ماڻهن کي تلقين ڪن ٿا تہ نياڻين کي وڌ ۾ وڌ پڙهايو وڃي ۽ پير صاحب جي اهڙي حڪم سان معاشري ۾ موجود بُرائين جون پاڙون پٽبيون.

اميد تہ اسان جا سنڌي ماڻهو پير سائين پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ثاني جن جي دور انديش نصيحتن ۽ مشورن مان پرائيندا ۽ نياڻين ۽ ٻارڙن لاءِ ويڪرا رستا بنائيندا ۽ ائين ڪرڻ سان منزل آساني سان ملندي.

*

پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز ڀٽو

# تاريخي فرمودو ۽ انقلابي قدم

پير صاحب پاڳارو شاهه مردان شاهه جن جو هي تاريخي فرمودو پڙهي منهنجو ذهن ماضيءَ جي انهن عظيم واقعات ڏانهن هليو ويو. جڏهن پير صاحب جي وڏن انگريز سامراج جي خلاف سنڌ جي عوام جي سوچ ۽ سگهه کي منظم ڪري تاريخ ۾ پهريون ڀيرو برٽش سرڪار کي سياسي چتاءُ ڏنو. پير سائين پاڳاري جي خاندان کي انگريزن خلاف نفرت ورثي ۾ ملندي رهي ٿي. جڏهن خاص انفرادي شخصيت جو مالڪ ۽ پاڻ سوچيندڙ جرائتمند، جفاڪش شخص سيد صبغت الله شاهه پيو سورهيه بادشاهه هڪ اهڙي ماحول ۾ پيدا ٿيو. جڏهن سنڌ ۾ ڪيئي سياسي پارٽيون ڪاهي ۽ ساڃي ڏر ۾ ورهايل هيون ان ڪان سواءِ ڪيئي قومون ۽ مذهبي سياسي جماعتون موجود هيون. هي اهو دؤر هو جڏهن سرچاءُ بدران نفرت هئي راتو رات سياسي وفاداريون ڦيرايون پئي ويون. سياسي حڪومت کي ڊاهڻ لاءِ ڪيئي غير سياسي طريقا اختيار ڪيا ويا. پير پاڳاري جي گادي انگريز سرڪار کي ڪنڊي وانگر چُڀندي رهي ڇاڪاڻ جو پاڳاره خاندان جي سرپرستي ۾ غاصبن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ غازين جي هڪ اها جماعت پيدا ٿي چڪي هئي، جيڪا پير صاحب جي حڪم کي حرف آخر سمجهي جيءَ سان هنڊائيندي هئي، جنهن جو قول هو "ظالم خلاف ڪنڌ نه ڪڻ ۽ سر جهڪائڻ ظلم جو ساٿ ڏيڻ برابر آهي." ۽ اڄ جڏهن ايڪيهين صدي جي پهرين ڏهاڪي ۾ سنڌ جو عظيم ۽ تهذيب يافته صوبو ان دؤر مان گذري رهيو آهي جتي سماجي، معاشي، معاشرتي، تعليم ۽ ثقافتي طور اسين اوندهه ڏانهن، جبر ۽ ناانصافي طور اوندهه ۾ هليا ويا آهيون. سنڌ جي عورت

جنهن کي "نياڻي" ۽ "ست قرآن" جهڙو سمجهيو ويندو هو اها معاشري ۾ ڏاڍ ۽ جبر جو شڪار ٿي رهي آهي.

موجوده پير صاحب پاڳاره پير سيد شاهه مردان شاهه ثاني جن جو ٻئين فيبروري 2004ع تي سندن مريدن کي ڏنل خطاب جنهن جو وچور ڪجهه هن ريت آهي ته "فرسوده ۽ غلط روايتن کي ختم ڪندي ٻارن کي وڌ ۾ وڌ تعليم ڏني وڃي، نياڻين کي موروثي جائيداد ۾ حصو ڏنو وڃي ۽ ڪين جبر ۽ نا انصافي کان بچايو وڃي." جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن خاندان جي هر گادي نشين سماج جي نبض تي هٿ رکندڙ آهي. جڏهن اسان سنڌ جا رهواسي عزت، شان ۽ مان سان پنهنجو ڳاٽ مٿي ڪري اهو چئون ته اسين "عظيم تهذيب" جا رکوالا ۽ مالڪ آهيون.

*

# نئين عهد جي تلقين

قرآن ۽ پاڪستاني آئين ۾ انسانن کي بنيادي حقوق ڏنا ويا آهن، جن تي عمل ڪرڻ معاشري جو فرض آهي ليڪن جديد دور ۾ غير مهذب ۽ مهذب معاشري ٻنهي ۾ حقيقت برعڪس آهي. ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان انساني بنيادي حقن جي خلاف ورزي ٿيندي ٿي رهي پوءِ چاهي آمريڪا جو عراق تي حملو هجي ياوري پاڪستاني معاشري ۾ عورت تي تشدد جي ڳالهہ هجي. ٻنهي حالتن ۾ وحشي پڻ هئڻ جي بوءِ ٿي اچي. اسان جي معاشري ۾ خصوصن جڏهن عورت جي حوالي سان ڳالهہ ٿي ڪجي تہ ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ اسان جي معاشري جي عورت اڄ بہ پٿر واري دور ۾ ساهہ کڻي رهي آهي. اها ڳالهہ نهايت ئي افسوس ناڪ آهي تہ بطور مسلمان اڄ اسان عورت جي حيثيت ۽ حقن کي عملي طور تي فراموش ڪري چڪا آهيون. جيڪي ان کي مذهب ڏنا. اسلام نہ صرف عورتن ۽ مردن کي مساوي حق ڏنا بلڪہ عورت کي مرد جي مقابلي ۾ وڌيڪ حقوق ڏنا مثلاً عورت لاءِ ان جي پيءُ پٽ مڙس جي جائيداد ۾ حصو مقرر ڪيو زال جي ڪفالت مڙس جي فرض ۾ شامل ڪئي، عورت کي خلع جو حق ڏنو وغيره. پاڪستاني معاشري ۾ عورت جي استحصال جي ڪهاڻي ان وقت کان شروع ٿئي ٿي. جڏهن هوءَ دنيا ۾ اک کولي ٿي، عموماً اسان جي معاشري ۾ پٽ جي خواهش هجي ٿي ليڪن اگر نہ چاهڻ جي باوجود بہ نياڻي جنم وٺي ٿي تہ پوءِ سندس پوري زندگي استحصال جو شڪار رهي ٿي، جنهن جي شروعات سندس والدين جي گهر کان ٿئي ٿي جتي ساڻس بہ اڪيائي وارو رويو رکيو ويجي ٿو پٽ کي سٺو کاڌو سٺي تعليم وغيره ڏياري وڃي ٿي، پر نياڻي کي انهي حق کان محروم رکيو وڃي ٿو. اڳتي هلي جڏهن والدين ڪين بوجهہ سمجهي

سندس هٿ ان جو مرضي جي خلاف ڪنهن نا موزون شخص جي حوالي ڪن ٿا تہ اتي بہ ساٿس ڪو موزون رويو نٿو رکيو وڃي بلڪ ڪنهن، ڪنهن جاءِ تي هوءَ مڙس ۽ خاندان جي ٻين فردن جي هٿان تشدد جو شڪار بہ ٿئي ٿي. جنهن ۾ ذهنيءَ و جسماني تشدد شامل آهن. انهي کان سواءِ ڪاروڪاري يا غيرت جي نالي تہ قتل بہ اسان جي معاشري جي هڪ ظالمانہ روايت آهي، جيڪا ملڪيت جي حصول يا پنهنجا ڪي ديرينہ مقصد پورا ڪرڻ لاءِ اختيار ڪئي وڃي ٿي. اها صورتحال فقط تڏهن ختم ٿي سگهي ٿي ۽ جڏهن عورت کي بهترين تعليم سان آراستہ ڪيو وڃي. منجهس حالات جو مقابلو ڪرڻ لاءِ خود اعتمادي پيدا ڪئي وڃي ڪيس پنهنجي معاملي ۾ فيصلي ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي، پر عورت لاءِ اهي سڀ ڳالهيون تڏهن فائديمند ثابت ٿينديون جڏهن اسان جي معاشري جو مرد پڻ تعليم يافتہ هوندو، باروزگار هوندو ۽ خود اعتماد هوندو.

پير سائين پاڳاري جو خطاب پنهنجي جماعت جي نالي هڪ بروقت وڏي ڪوشش آهي جنهن جي ذريعي پير صاحب پنهنجي جماعت کي هاڻ پراڻن رواجن جون زنجيرون ٽوڙي نئين عهد ۾ داخل ٿيڻ جي تلقين ڪئي آهي. پير سائين ڪين انهي ڳالهہ جي تاڪيد ڪئي آهي تہ هاڻ ضرورت آهي تہ نہ صرف اسان پنهنجو پاڻ کي فرسوده رسمن و رواجن مثلاً ٻارن جا رشتا. ڄائي ڄم کان اڳ سڱابندي، زبردستي واريون شاديون، عورت کي جائيداد کان محروم رکڻ ۽ قرآن سان شادي ڪرائڻ وغيره کان پاڻ کي آجو ڪريون بلڪ ان کان بہ اڳتي وڌي بهترين تعليم ڏياريون، بهترين روزگار حاصل ڪريون ۽ بهترين شهري بڻجي ملڪ و قوم جي خدمت ڪريون اميد ٿي ڪجي تہ پير سائين پاڳاري شاهہ مرادن شاهہ جي انهن با برڪتن ۽ پلارين نصيحتن تي حر جماعت عمل ڪري هڪ ترقي يافتہ جماعت بڻجي ويندي هاڻي اهو ڏسڻو آهي تہ حُر جماعت پنهنجي روحاني رهبر جي حڪم کي مان ڏئي فرسوده رواج ۽ رسمون ڇڏي ٿي يا نہ..... ڇو تہ پير صاحب هن وقت جانين جي قرباني نہ ٿو گهري بلڪ سڏي ۽ سلامتيءَ جي واٽ تي هلڻ جو حڪم ٿو ڏي.....!

*

# مت موڙهيل مفڪر ۽ سنڌ جون رسمون

سنڌ ۾ گذريل اڌ صديءَ کان وٺي اڄ تائين ميڊيا ۽ سياست واري "فڪري محاذ" تي اسان وٽ جيڪو وڪر خلق خدا کي فراهم ٿي رهيو آهي. ان سودي سلف ۾ اڌوهي وارو جراثيم "بدر جڻ اتم"پسي سگهجي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو انهي ڳُڙم جا ڪي آفاقي قدرن کان اڻ ڄاڻ دوست نهايت بي رحمي سان ابدي حقيقتن جو انڪار ڪندي ڏاپن ئي نٿا! اهڙن پارن وارن همراهن وٽ روحانيت جو فيض تقسيم ڪندڙ "هيروز آف سنڌ" هميشه قابل گردن زدني پئي رهيا آهن. جيتوڻيڪ اهي جيتامڙا ۽ جيباڪڙا آهن ئي اتي ۾ لوڻ برابر. پر بدقسمتي سان ڪين ڇيڙي نبيري واريون "ٽوپيون" پاتل آهن ۽ ڪو به سندن بي راهه رويءَ تي مٿن گرفت ڪرڻ وارو به ڪونه آهي. ان ڪري اها "مت موڙهيل مفڪر پارٽي" سموري سنڌ کي نهايت بي رحمي سان پيلي رهي آهي. انهي مخلوق جي هن گروگهنٽالن جو رويو عاجز جي مٿئين راءِ تي تصديق جون مهرون هڻڻ لاءِ ميدان ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ قادري سلسلي جي راشدي شاخ کي ڪو به مؤرخ نظر انداز نٿو ڪري سگهي. تحقيق تصنيف. تبليغ ۽ جهاد کان وٺي سماجي ۽ سياسي ميدان ۾ پير سائين سيد محمد راشد شاهه عليه الرحمة جا اثرات روز روشن جيان چٽا ۽ پڌرا. چهار دانگِ عالم، چوڏس ۽ چوڌار موجود آهن. ڇپرن کي سج نظر نٿو اچي ته ان انڌاپڻ لاءِ "دشمن" کي شرمندگيءَ وارو ڪارو ڪٽڻ جي ڪا به ضرورت ڪا نه آهي. البته ڇپرو پنهنجي محروميءَ تي منهن مٿو پٽي ته بهتر آهي! سلسله عاليه قادريه راشديه جو "جُرمِ عظيم" اهو آهي جو هن سلسلي ۾ شريعت. طريقت ۽ معرفت جو سمنڊ اڄ سوڌو "سونامي" لهرن کان به اوچيون ڇوليون هڻي رهيو آهي. ننڍي کنڊ جي

اڪثر خانقاهي سلسلن ۾ ڪي قدر ڪمزوريون بہ داخل ٿيون، پر هن خانقاهہ جو صراط مستقيم سان نينهن ناتو ڪمزور ڪونہ ٿيو آهي انهي جو وڏو سبب مدرسا ۽ مڪتب آهن، جن ۾ ٻاروتڻ کان نينگرن ۽ نياڻين کي ڪلام الله شريف، حديث سڳوريءَ، فقهہ ۽ طريقت جا سبق پڙهايا پيا وڃن ۽ کين سواد اعظم اهل سنت والجماعت واري نجاتي راهہ تي هلائڻ لاءِ محنتون ٿي رهيون آهن. اهو ئي سبب آهي جو هن سلسلي جي مريدن ۾ گرهوڙي شهيد واري هن بيت ۾ موجود اشاري وارو "مردود لامذهبي لاڙو" داخل ٿي ڪونہ سگهيو آهي. ڪيڏاري ۾ منگريو رح فرمائي ٿو!

شير شهادت رسيا، ماتم مردودن،
هوءَ وصال کي ويجها ٿيا، هيءَ هو نئن هٽ هٽن.

برصغير ۾ سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ فڪر، مسلم معاشري ۾ "رافضيت" وسيلي راهہ رستو ڪڍندو رهيو آهي، بني ميان عرف سيد سجاد ظهير. جوش مليح آبادي سيد سبطِ حسن کان وٺي حيدر بخش جتوئي تائين توهان ترجون سرون جانچي ڏسندو تہ پڪ سان توهان کي "مواليت" پري کان پڌري نظر ايندي! توهان کي اندازو آهي الائجي نہ، پر سنڌ ۾ لاديني جي انهي طوفان بيشمار برائيون سوسائٽي ۾ متعارف ڪرايون آهن. ڪامريڊن اسلام تان ماڻهن جا ارواح ڪڍائڻ ۾ جيڪا ڪڏائپ ڪئي هئي. ان جا "اثرات بد" اڄ سنڌي سماج ۾ موجود ڪونہ آهن. حرن ۽ سندن روحاني رهبرن سان دشمني وارو ڪامريڊي رويو کين لوڻ ۽ ڏکوئڻ لاءِ سدائين ڪتب ايندو رهيو آهي. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اهي ليڪا چوڪا نروار ڪجن ۽ جنهن ڏانهن جيتري نيڪ نامي منسوب آهي، انهي جي بہ سرعام اُپٽار ڪجي ۽ جن ڏرين سنڌي تهذيب کي چين نواز ۽ سوويت يونين نواز سوشلسٽ ۽ مارڪسسٽ ڌرين جي "گولي" بنائڻ جو ڪوشش ڪئي آهي. تن همراهن کي بہ ميدان تي لاهجي ۽ اهي ڌريون جيڪي يهودين. عيسائين ۽ آمريڪا جي ڇپر ڇانوَ هيٺ مغربيت ۽ سرمايہ داري جي فڪر ۽ فهم کي اسان تي مسلط ڪري رهيون آهن. اهڙن مغرب زده

مرعوب ٿولن کي بہ چٽيون ٻڌائجن تہ جيئن مندجون ٻڌي همراهن جي هٿ وڏائي وارو "هوڏيلو پريتم"

هوش ڪري هل هنجڙا يار،
ٻڌج نہ ٻيلهہ ٻگهن سان.

واري سوچ ڏانهن، (صراط مستقيم ڏانهن) ڪرها ڪاهڻ جي نيت ڪري! انهي ۾ سنڌ جو سنڌ واسين جو ڀلو آهي! اهي اشاراتي ڳالهيون سمجهڻ سان پاڻ پير سائين جي ڳالهہ کي آساني سان سمجهي سگهنداسين. 1424هجري واري عيد الاضحيٰ تي پير سائين بادشاهہ سنڌ ۾ موجوده ڪن غير شرعي ڪڌين رسمن ۽ ريتن جي خاتمي جي تلقين فرمائي آهي. ٻي جوڙ شاديون، پيٽ ڀولڻ ۽ بدي ۾ چٽي ۾ سگ ڏيڻ کان وٺي پرگهور لهڻ وارا فرائض ادا نہ ڪرڻ جي باوجود "مڙس" سڏائڻ کان ويندي الزامن ۽ بهتانن جي بهاني سان نياڻين جون مسيون اڏائڻ وارين غير شرعي "ادائن" کي تفصيل سان سائين بادشاهہ پنهنجي خطاب جو موضوع بنايو آهي. جيتوڻيڪ هدايتن ۽ نصيحتن جي دائري ۾ اهي موضوع پير سائين بادشاهہ وٽ هر روحاني خطاب ۾ موجود رهيا آهن، پر هن تقرير ۾ حرن سميت سموري سنڌ کي "سائين، خاص طرح سان متوجهہ ڪيو. تلقين ۾ جهڙوڪر جماعت سڳوري لاءِ خاص طور ۽ ساري جهان کي عام طور تي مذڪوره رسمن جي غلط نتيجن کان آگاهہ ڪيو ويو آهي. انهي معرڪتہ الاراءِ خطاب تي سنڌي پريس ۾ ڪافي "لي دي" تي، ڪن سمجهو دانشورن تہ خوشي جو اظهار ڪيو پر ڪي "مت موڙهيل مفڪر" وائي بادي ڳالهيون بڪڻ تي لهي آيا. چوٿين دنيا جي مفڪر سنڌي ادبي بورڊ جي "مهراڻ" ٽماهي رسالي ۾ پير سائين سردار جي خطاب جي روشني ۾ هاڪاري عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تجزياتي مضمون جي اشاعت تي اعتراض واريا اٿس. چئي: توهان دقيانوس آهيو ميان انعام شيخ! هن ايڪيهن صدي ۾ بہ پيرن جون ڳالهيون ڇا ڇاپيو ڪيس ڪير سمجهائي تہ مرحوم مولوي سڳورا! جنهن پير صاحب انتهائي اهم عنوان کي تقرير جو موضوع بڻايو. جنهن پير صاحب جي هڪڙي اشاري سان مسيون سرڪار

دو عالم صلي الله عليہ وآليہ وسلم جا امتي سون نہ پر لکن جي تعداد ۾ گهورڻ ۾ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن. انهي پير صاحب جا "فرمودا" لکين سنڌي عقيدت مندن اکين تي رکيا. سندن خطاب جو احاطو بہ هڪ اهڙي عالم ڪيو ۾ موضوع جو جائزو ورتو جيڪو سنڌ هند ۾ پنهنجو ثاني نٿو رکي. ڊاڪٽر بلوچ جهڙو محقق پنهنجن تي ڇا پر پراون وٽ بہ مقبول ۽ مستند عالم ليکيو ويندو آهي. سندس مضمون "مهراڻ" جي مضامين واري حصي ۾ هميشہ "صف اول" ۾ ڇپبا رهيا آهن. پوءِ ٻڌاءِ اي مٺ گهرا مرحوم ملان! انهي ۾ انعام شيخ يا نفيس احمد شيخ يا سيد امداد حسيني جو ڪهڙو ڏوهہ!

اهڙي سنڌ دشمن ٽولي جو "ٽيلات" وري اهو نوي سالن وارو جُهور پوڙهو آهي. جنهن کي مرحوم رشيد احمد لاشاري "جُوياءِ حسد" وارو لقب ڏنو هو! لاشاري مرحوم جهڙن هزارين هيرن کي ڊاڪٽر دائود پوٽي کان ويندي ڊاڪٽر بلوچ تائين سنڌ جي عاشقن ۽ محققن کي هن "پاپي" جيڪي ڏنبہ ڏنا آهن. انهن زيادتين جو بہ هاڻ ليکو ٿيندو. عيسائين کان پئسا وٺي ٻارن جو مسيح ڪتاب لکي ٿو پر مدني سرڪار جي امت سان ڪيس ڪس ڪندي مزو اچي ٿو. شايد غازي راجپال جو روح هن ۾ سرايت ڪري ويو آهي. ڪيس معلوم هئڻ گهرجي تہ ڪي نمازي علم الدين بہ هميشہ موجود رهيا آهن!

شيخ اياز جمال ابڙو علي احمد بروهي، منصور ملڪ، غلام رباني آگرو حميد سنڌي، علي نواز ڦل ۽ ٻيا انيڪ دور حاضر جا دانشور سنڌ ۾ مارڪسسٽ فڪر جي مٽ موڙهيل مفڪرن تي ڦتڪارون اچلائي چڪا آهن. هن ڪهنہ مشق ڪپتئي لاءِ ولي رام ولڀ لکي ٿو تہ همراه نوي سال ڪراس ڪري چڪو آهي پر جاءِ نماز ۽ تسبيح جو سهارو ڪونہ ورتو اٿس! ولڀ ڀائي پٽيل صاحب تون تہ گفتگو ۾ ڏاڍو سياڻو لڳندو آهين. پر خُبُثِ باطن کي ظاهر ڪري ويهي رهين! نوي سالن وارو جيڪڏهن ڏٽيءَ در توبہ تائب نٿو ٿئي تہ ان لاءِ افسوس تہ ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ تہ پرواني کي جلڻ جي توفيق بہ جل جلال رب ڏيندو آهي. ڪن ڪچري تي بدبو سميٽڻ واري مکيءَ جي نصيب ۾ اها سعادت لکيل ڪو نہ هوندي آهي جيئن ڪڙي شريف جو بزرگ ميان محمد بخش چئي ويو آهي تہ!

قدر ڦلان دا بلبل ڄاڻي، وچ باغان ديہ ٻهڻ والي،
قدر ڦلان دا ڳرجهہ ڪي ڄاڻي، مڙ دي کاوڻ والي.

ولي جي تحرير کان ترت پوءِ سندس گهرو گهنٽال "راڄپال" دعائون بہ لکيون آهن 2004_01_01 تي عبرت اخبار ۾ "جوياءِ حسد" جي دعا ڇپي آهي. کيس سڀن گناهن جون معافيون بہ مولئ پاڪ ڏيئي سگهي ٿو. ڏڻي تعالئ جادم آريسر جي لخت جگر کي بہ سنئين واٽ ڏيکاري سگهي ٿو کين بخشي سگهي ٿو همراهہ اسانجي گڏهہ چوري ڪا نہ ڪئي آهي پر سندن پاران روحانيت سان اسلام جي آفاقي پيغام سان هٿ چراند کي قطعي طور برداشت ڪو نہ ڪيو ويندو پل هن راہ ۾ سر بہ هليو وڃي، هن موقعي تي خاص ڳالهہ اها ڪبي تہ ڪن قادري راشدي فقيرن کي بہ لادين ۽ بد مذهبن سان مرعوب ٿيندي ڏٺو ويو آهي. حر حسيني ۽ مرعوبيتا ڪوڙوئي نٿو لڳي، شل ڏڻي پاڪ حبيب ڪريم عليہ الصلواة والسلام جي صدقي عشق ۽ ايمان پاڻ مڙن جو سلامت رکي. آمين ثم آمين.

*

مير حسن آريسر

# پير پاڳاري جو پيغام، علم دوستيءَ جو اعليٰ مثال آهي

هونئن تہ حُر جماعت ۾ منهنجن بيحد پيارن ذاتي دوستن، مائيٽاڻن واسطيدارن ۽ عزيزن جي لسٽ تمام طويل آهي پر انهن ۾ سردار پيپو پر انهن سمورن رشتن سان گڏ منهنجو قلمڪار ياءُ پڻ آهي. بيحد جذباتي ۽ حساس طبيعت جي مالڪ سردار پيپو جي قلم جي مس پنهنجن مرشدن متعلق مواد سهيڙڻ ۽ لکڻ لاءِ سدائين آلي رهي تي.

"سجاڳيءَ جو سڏ" سندس سهيڙيل مواد تي مشتمل اهو مجموعو آهي، جنهن ۾ پير صاحب پاڳاري پاران نياڻين جي تعليم لاءِ ڏنل پيغام کي موضوع تقرير بڻايو ويو آهي. پير صاحب پاڳاري پاران ڏنل نياڻين جي تعليم واري پيغام کي سطحي سمجهڻ بدران اُن جي پوري پسمنظر کي سمجهڻ کان پوءِ ئي اها ڳالهہ سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي تہ پير صاحب پاڳاري جي علم دوستي جون پاڙون علم دوستي جي کهڙي سرزمين ۾ کُتل آهن.

سيد محمد راشد شاهہ روضي ڌڻي رح جي مڪتوبات شريف جي صفحي 407 تي شيخ سعدي جو آيل هيٺيون شعر منهنجي مٿئين ڳالهہ کي واضح ڪرڻ ۾ شايد مددگار ٿيندو تہ:

اگر هوشمندي، بيمعنيٰ گرائي،
کہ معنيٰ بماند نہ صورت بجائي.

يعني: "جيڪڏهن عقلمند آهين تہ حقيقت ڏانهن توجہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ حقيقت باقي آهي ۽ ظاهري صورت فاني آهي."

موجوده پير صاحب پاڳاري جي علم ڏانهن اها قابلِ تحسين روَش حقيقتن ڏانهن توجه ڏيندڙ ماڻهن لاءِ اُن ڪري به ڪا عجب جهڙي ڳالهه ناهي جو انهن ماڻهن کي پوري ريت معلوم آهي ته 4 فيبروري 1952ع تي ٿيل دستاربندي واري تقريب دوران سنڌي ادب ۽ علم جي وڏي نالي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي اناؤنسمينٽ ڪانپوءِ جماعت جي مُکن ۽ راشدي خاندان جي فردن، ٽيويهه سالن جي پيرصاحب پاڳاري کي جڏهن ستين سجاده نشين جي دستار جو پهريون وَر ڏيئي رهيا هئا تڏهن، انهي وَر ۾ اهو بار هو جيڪو پنهنجي ماضيءَ کان بنهه مختلف ۽ منفرد هو.

سندس اڳيان موجود حالتون مجموعي معنيٰ ۾ ڏاڍيون منجهيل ۽ ڏکاريون هيون. سندس جماعت جي حالت ڪربلا جي بچيل مسافرن جهڙي هئي، سندس "سورهيه بابا" حسيني پر پاري چڪو هو سندس بزرگن جا نقشِ پا گولہ باري جي دونهين ۾ گُم تي چُڪا هئا، سُندس سرفروش حُر يا ته منصوري منزل ماڻي چڪا هئا يا ته پوءِ سندن حالت لطيف سائين جي هن سِٽ جهڙي هئي ته:

نڪو مُئي آهيان، نڪو ٿي جيئان.

اهڙو منظرنامون اُن ڏکهي ۽ اڙانگي حُرتحريڪ جو نتيجو هو جنهن کي گهٽ ۾ گهٽ سنڌ اندر انگريزن اڪيلو ڪري ڪُچليو هو. حُرتحريڪ جي اُن اڪيلائي جا به بنيادي سبب هيٺيا ن آهن.

(الف) سنڌ جو عام ماڻهو پيٽ جي در-خ پرڻ لاءِ پنهنجي پگهر ۾ ٻڏل هو تنهنڪري نه ته منجهن ڪو پنهنجي پرائي جو شعور هو ۽ نه ئي ڪنهن نفعي نقصان جي خبر. تنهنڪري اهو طبقو حُرتحريڪ سان گڏجي سامراج مخالف ڪردار ادا ڪرڻ کان محروم رهيو.

(ب) سنڌ جو مٿيون طبقو مجموعي معنيٰ ۾ " پوري بگهڙ " سان گڏجي حُرتحريڪ جي هيڪلي " هرڻي " جو شڪار ڪرڻ ۾ شامل رهيو. انهن ۽ اهڙن ٻين انيڪ سببن جي ڪري موجوده پير صاحب پاڳاري ڏانهن منتقل ٿيل حُرجماعت انتهائي پسمانده حالت ۾ هئي. جڏهن پير صاحب پاڳارو گاديءَ تي وينو تڏهن جماعت تي فقط به ڪيفيتون طاري هيون.

## هڪڙي انتهائي مايوسي واري ڪيفيت ۽ ٻي انتقامي باھ واري ڪيفيت

اهي ٻئي ڪيفيتون پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ ڪنهن بہ طبقي يا سماج جي اُن حصي ۾ ترقي جو عمل جامد ٿي وڃڻ هڪ فطري ڳالھ آهي، اهڙين خطرناڪ ڪيفيتن جو شڪار ٿيل ماڻهن جي نئين سر بحالي جهڙي تهڙي ماڻهو جي وس جي ڳالھ ناهي ۽ حُرجماعت جي نئين سر بحالي (ريهيبليٽشن) ثابت ٿي ڪري تہ پير صاحب پاڳارو غير معمولي صلاحيتن جي مالڪ اهڙي شخصيت آهي، جنهن پهرين ڏاڪي تي پنهنجي جماعت مان اهي ٻئي لاڙا ختم ڪري منجهن زندگيءَ جو اُتساھ پيدا ڪيو. مون کي محسوس ٿيندو آهي تہ پير صاحب پاڳاري جي سياست جو محور بہ سندس ذاتي مفادن بدران،جماعت جي مجموعي مفادن تي مُبني رهيو آهي. هر وقت ٽڪراءَ کان پاسيري سندس حڪمت عملي سندس جماعت کي معاشي پاڻيرائپ کي استحڪام بخشڻ جي ضرورت پيش آئي ڇو تہ جاهل معاشرو گهڻو وقت معاشي طرح پاڻيرو رهي نہ ٿو سگهي.

تنهنڪري ٻئي ڏاڪي تي پير صاحب پاڳاري پنهنجي جماعت کي اها تاڪيد ۽ تلقين ڪرڻ شروع ڪئي تہ اُهي پنهنجيون نياڻيون پڙهائين. پير صاحب پاڳاري جي اها تاڪيد ۽ تلقين رڳو حُرجماعت تائين محدود رهڻ بدران پوري سنڌي قوم تائين اُن ڪري ڦهلجڻ گهرجي ۽ پوري سنڌي قوم کي پير صاحب جي اها ڳالھ اُن ڪري بہ اکين تي رکڻ گهرجي جو ايندڙ زماني جا تيوَر بدليل آهن. ان ۾ اڻ پڙهيل ماءُ جو ٻار شايد هر عزت پرئي روزگار کان محروم بڻجي ترقي جي عمل کان ڏار ٿي ويندو ۽ ٻي ڳالھ تہ نياڻي جي پڙهڻ سان سماج ۾ هڪڙو توازن پيدا ٿيندو. جيڪو سماج ۾ معاشي پاڻيرائپ پيدا بہ ڪندو ۽ معاشي طرح پاڻيرن ماڻهن کي وڌيڪ استحڪام پڻ بخشيندو.

"پير صاحب پاڳاري" اهو پيغام مڙئي ڪنهن ڳالھ تي طور تي تہ ڏئي نہ ڇڏيو هوندو، بلڪ اُن جو هڪ پورو سوچيل سمجهيل پس منظر آهي، جنهن تحت پير صاحب پاڳاري پنهنجي جماعت جي ڪک پن جيئڻ وِڪري

ويل آڪيري ڪي ٻيهر جوڙي راس ڪيو آهي ۽ هاڻ اُن آڪيري تي چٽسالي ۽
جو مرحلو اچڻ تي پاڻ اهو پيغام ڏنو اٿن.

سنڌن انهي پيغام ڪي نہ رڳو علم دوستيءَ جو اعليٰ مثال طور تاريخ ۾
ياد رکيو ويندو پر ان پيغام تي پوري ريت عمل ڪرڻ سان حُرجماعت
سميت سڄي سنڌي قوم بہ پنهنجو تقدير تبديل ڪري سگهي ٿي.

*

فقير منٺار منگريو

# پس پاڳارا پير

وقت جي وڏي بزرگ ولي الله، صاحب ڪرامت برگزيده شخصيت حضرت پير سيد محمد راشد شاهه روضي ڌڻي رحمت الله عليه جن پنهنجي دور ۾ دين اسلام جي سر بلندي ۽ پياري حبيب محبوب خدا حضور ڪريم صلي الله عليه وآليه و سلم جن جي سنت جي تبليغ، حق ۽ سچ جو علم ڪٽي سڄي هند ۽ سنڌ ۾ پنهنجي روحاني فيض جي بابرڪت ۽ ڀلاري پالوڻ سان گمراهه ٿيلن ۽ ڀٽڪيل انسانن کي دين اسلام جي دائري ۾ آندو ۽ کين چڱائي، بهتري ۽ ڀلائي جي گس تي آندو.

حضرت پير سيد محمد راشد شاهه روزي ڌڻي رحمت الله عليه جن جي پونئر مسند تي جلوه افروز ٿيندڙ گادي نشين بزرگن، پير صاحب پاڳارن پنهنجي مسند نشيني واري ڀلاري دور دوران پنهنجي رب تعاليٰ جي حُڪمن جي پاسداري ڪرڻ، پياري حبيب حضور اڪرم صلي الله عليه و سلم جن جي مبارڪ سنت تي عمل ڪرڻ، ذڪر ۽ فڪر واري وات وٺڻ لاءِ هدايتون، مشورا ۽ حڪم جاري ڪندا پئي رهيا آهن. انهن بزرگن سڀني انهي سان گڏوگڏ معاشرتي سرگرمين تي به ڪڙي نظر رکي آهي ۽ هو ان وقت جي سياسي، سماجي حالات کان باخبر هئا. جو پنهنجي مريدن کي ان وقت به سماجي براين فرسوده ريتن ۽ رسمن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏيندا پئي آيا. جيڪي رسمون ۽ ريتون غير اسلامي ۽ غير شرعي هيون، ان دور ۾ مروج ٿيل هيون ۽ اڄ به معاشري ۾ مروج ٿيل آهن.

انهي ڪري تاريخ تي اهو سبط آهي ته پاڳارا خاندان جي بزرگن سڀني سڄي دنيا جي سياسي، سماجي، مذهبي اڳواڻن، پيشوائن کان هٽي ڪري پنهنجي پوئلڳن کي سڌي، پرامن، سلامتيءَ واري راهه تي وٺي هلڻ لاءِ

ڪين سڏيون، ڪريون ۽ سچيون حقيقت تي مبني ترقي پسندانہ هدايتون پئي ڏنيون آهن.

موجوده بادشاهہ پير شاهہ مردان شاهہ ثاني پير سائين پاڳارا جن ۾ اهي سموريون خوبيون صاف شفاف آئيني مثل سچي دنيا جي اڳيان نروار ۽ منور آهن جو پاڻ پنهنجي وڏن بزرگن جي نقش قدم تي عملي طور تي گامزن آهي، اجان بہ وڌيڪ موجوده دور ۾ بابرڪت ۽ خير جا اقدام ڪنيا اٿن.

موجوده بادشاهہ پير صاحب پاڳارا جن ملڪ جي سياست، سماجيات، معاشيات، سرحدي حالات، مذهبي امور سميت بين الاقوامي بدلجندڙ حالات کان باخبر ۽ مڪمل گرفت رکندڙ شخصيت آهن. سندن طرفان ڪيل ڳالهيون وقت تي صحيح ۽ درست ثابت ٿينديون پيون اچن. 4 فيبروري 1952ع کان وٺي اڄ تائين پير سائين پاڳارا دُوراندیشانہ مثبت پر تمام فائديمند فيصلا ڪيا آهن. جنهن جو ٿل حر جماعت ۽ واسطيدارن کي سئو سيڪڙو ملندو رهيو آهي. هڪ حقيقت آهي تہ پير سائين پاڳارا جي پاليسين، ڏسيل ڏس ۽ گس تي جيڪو هليو ۽ اُن تي مڪمل طرح سان عمل ڪيو انهي کي هن جهان ۾ تہ عزت، مقام ۽ مرتبو ملندو آهي پر سندن آخرت بہ سنوارجي ويندي آهي.

حضرت پير سائين پاڳارا جي 2 فيبروري 2004ع تي درگاهہ عاليہ قادريہ راشديہ حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحہ تي آيل لکين حر جماعت کي هڪ طويل معنيٰ خيز تاريخي، انقلابي، روحاني ۽ پُرذوق خطبو فرمايو. جنهن دوران پاڻ معاشري ۾ قائم فرسوده رواجن، رسمن ۽ ريتن کي ترت ختم ڪرڻ جو حڪم فرمايو ان سان گڏوگڏ اهو بہ فرمايو تہ پنهنجي اولاد خاص طور تي نياڻين کي وڏ ۾ وڏ پڙهايو، نيڪ نيت بڻجو بري ۽ بدمعاش جي صحبت کان بچو عورتن سان ناحق ۽ زيادتي نہ ڪريو ڪين حق ڏيو ڇائي چم جا رشتا اڄ کان بلڪل ختم ڪريو بناراضپي جي ٻارن جا رشتا/شاديون نہ ڪريو حق حلال جو رزق حاصل ڪريو." حضرت پير سائين پاڳارا جن جي بابرڪت نصيحتن، هدايتن ۽ دعائن جي طفيلي اسان خوشحال آهيون. اڄ مرشد رهبر هن افراتفريءَ هل هنگامي، پرتشدد، گونانگون دور ۾ اسان کي معاشرتي مدي خارج رسمن ۽ رواجن کي ڇڏڻ جو

حڪم ٿو ڏي. جيڪو موجوده دور جي شديد تقاضا آهي. جنهنڪري اڪيون بند ڪري سماج ۾ مروج ٿيل غير اسلامي ۽ غير شرعي رسمن ۽ رواجن کي اڄ ئي ختم ڪري فلاح، سلامتي، سک، سجاڳي ۽ جاڳرتا واري واٽ وٺون چو تہ اهائي واٽ الله سائين طرفان ڏيکاريل آهي. اها ئي واٽ پياري حبيب سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم ڏيکاري آهي ۽ اڄ ٻين بزرگن جيان موجوده پير سائين پاڳارا جن پڻ غير اسلامي واٽ کي ڇڏڻ جو سختي سان حڪم ڏنو آهي. اسان جي مرشدن سڳورن جي درگاه عاليہ قادريہ پير سائين روضي ڌڻي رحمتہ الله عليہ اسلامي ديني ۽ شرعي اصولن سان ٽمٽار درگاهہ آهي، جتان ڪان هر فرمان، حڪم، مشورو اسلامي ۽ شرعي هوندو.

اسان جي ترقي بهتري ۽ ڀلائي انهي ۾ آهي تہ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي ڏسيل راهہ تي سفر ڪريون، سڀنا دوست ٿاهيون، حق حلال جي روزي ڪمايون، اسلامي طريقن کي اپنايون ۽ پاڙيوارن کي حق ڏيون، انهن جو خيال ڪريون، الله تعاليٰ جي عبادت ۾ وقت گذاريون، پنهنجي اولاد جا خير خواهہ بڻجي انهن جي خواهشن ۽ جذبن جو احترام ڪريون. ٻارن کي وڌ ۾ وڌ پڙهايون ۽ نيڪ نيت بڻجون. اهو مرشد رهبر جو پيغام آهي، اهو حڪم ۽ فرمان آهي. قبلہ پير سائين پاڳارا جن اسان سڀني جا رحمت ۽ برڪت ڀريا مرشد رهبر آهن. سندن دست شفقت ۽ دعائن جي صدقي ۾ اسان کي فلاح ۽ ترقي ملي آهي، ڌڻي تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ دُعا آهي تہ سرور ڪائنات نور مجسم پياري حبيب صلي الله عليہ وسلم جن جي طفيلي ڪامل مرشد رهبر جي عمر دراز فرمائي ۽ هميشہ شفقت ۽ رحمت ڀريا دست مبارڪ اسان جي مٿان هجن.

*

# تاريخي فرمان ۾ عمل ڪرڻ جي ضرورت

وطن پاڪ ۾ صوبي سنڌ اندر هر وقت اعليٰ انسان پيدا ٿيا آهن. جن کي سنڌ جي ماڻهن نه پوري طرح ياد ڪيو آهي ۽ نه ئي پوري طرح خراج تحسين ادا ڪيو آهي، موجوده دور ۾ مرشد اعليٰ حضرت پير صاحب پاڳارا پير شاهه مردان شاهه ثاني پنهنجي اعليٰ گفتار و ڪردار ۾ اخلاق، قائدانه صلاحيتن سبب هڪ منفرد ۽ اعليٰ روحاني شخصيت جا مالڪ آهن. پاڻ نه صرف روحانيت جا رهبر آهن، پر وطن پاڪ جي عظيم اڳواڻن مان هڪ آهن. ڪين سنڌ توڙي پاڪستان ۾ ان کان ٻاهر پري پري تائين انتهائي عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو آهي. پاڻ پنهنجي مريدن عقيدت مندن ۽ هم وطنن کي ديني ڪامرانين سان گڏ ديني ڪاميابي ۽ ان جي راهه تي هلڻ لاءِ پڻ فرمائيندا رهيا آهن. انهي ئي نقش قدم تي هلندي پير سائين پاڳارا پنهنجي عقيدتمندن مريدن ۽ سڀني محب وطنن کي پنهنجي مثالي زندگي سان اسلام جي امن ۽ صلح واري اصول سان اسلامي عالمگيري پيغام تي عمل پيرا ٿيڻ ۽ خصوصن سنڌ صوبي ۾ جيڪي ڪجهه هينئر وهي واپري رهيو آهي. انهن سڀني حقيقتن کي مدنظر رکندي 2 فيبروري 2004ع بروز سومر درگاهه مبارڪ تي جيڪو روحاني خطاب فرمايو سو هڪ تاريخي حيثيت جو فرمان آهي. ائين ڪٿي چئجي ته موجوده وقت ۾ سنڌ ۾ پاڪستان ۾ سماجي ۽ اخلاقي روين جو جيڪو وڏو فقدان آهي، اهو هن وقت جو "چارٽر آف ڊمانڊ" آهي.

سنڌ اولياءِ ڪرام ۽ بزرگان دين جو مسڪن رهيو آهي، جن هميشه محبت، پيار، آرام، امن، ننڍي وڏي عورت مرد سڀني جي عزت جي پرچار

ڪئي آهي، اتي اڄ اهو ڪجهه تي رهيو آهي، جيڪو انهن بزرگن جي قولن جي سراسر ابتڙ آهي، اتي اسان کي پير سائين پاڳارا بادشاهه جن جي روحاني خطاب تي پوري طرح عمل ڪندي مڪمل انسانيت ۽ دين اسلام تي پيروي ڪرڻ کي پنهنجي صوبي کي امن ۽ انصاف جو پير صاحب جو ڏنل پيغام گهر گهر پهچائي هن سرزمين کي اسلامي اصولن تي هلڻ لاءِ ڪار بند ڪيو آهي.

*

# اڀوجهائي جي اونده ۾ پهريون ڏيئو

حضرت پير صاحب پاڳاري جي پنهجن مريدن ۽ معتقدن کي ڪيل روحاني خطاب مون تي گهڻو اثر ڇڏيو جڻ تہ ڪو منهنجي دل جي ڳالھ ڪري رهيو هجي. نراسائي ۽ نااميدي خوشي ۽ فخر ۾ بدلجي وئي، سندن نصيحت آميز نڪتا املھ ماڻڪ آهن، جن جو مريدن کي تہ ڇا سڄي سنڌ کي قدر ڪرڻ گهرجي. پاڻ کي ڪڙهيل يعني تجربہ ڪار چيو اٿن، تجربو ئي آهي جنهن مان رچي ريتو ٿيڻ کان پوءِ ئي ڪڙهيل چئبو آهي. پاڻ اٽڪاٽائي ۽ اڀوجهائي جي اونده ۾ پهريون ڏيئو ٻاريو اٿن. اميد تہ سنڌ سونهاري جا ٻيا پير سڳورا بہ سندن ڏسيل رستي تي هلندا، ۽ پنهنجن مريدن کي اهڙا درس ڏين تہ اهڙي طرح هدايت ڪن تہ ڏيئا هڪ ٻئي پويان روشن ٿي ويندا، جن جي جوت سان انشا الله سنڌ پٺي جر ڪندي.

اسلام نہ رڳو هڪ مذهب بلڪ دين ڪامل آهي، هڪ مڪمل نظام زندگي آهي، جنهن ۾ (مهد) پينگهي کان لحد (قبر) تائين هر ڳالھ لاءِ واضح هدايت موجود آهي، هر هدايت ۽ رهنمائي الله سائين جي پاڪ قرآن شريف ۽ سندس موڪليل نبي سڳوري حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم ذريعي اسان تائين پهتي، الله سائين جي هدايت ۽ سندس رسول ڪريم جي موچاري طريقي تي جيڪي هليا، انهن منزل مراد ماڻي الله سائين انهن کي قرآن شريف ۾ پنهنجا ولي درويش ڪوٺي ٿو. مثال ارشاد آهي:

”ٻڌو! الله جي ولين مٿان نہ ڪجھ خوف آهي ۽ نہ غم“

اهي الله جا ولي ئي هئا، جن الله سائين ۽ سندس رسول مقبول صلي الله عليہ وسلم جي تعليمات کي اڳتي وڌايو پنهنجن زاوين تڪين ۽ خانقاهن

۾ تصوف جي روحاني سلسلن کي قائم ڪيو انهن سلسلن جو بنيادي مقصد هو چڱائي جو حڪم ڏيڻ ۽ برائي کي روڪڻ. انهن بزرگن حڪومت ۽ سياست کي ڇڏي ڪري پنهنجين پنهنجين خانقاهن ۾ مسلمانن جي اصلاح و تعمير جو ڪم شروع ڪيو پر انهن بزرگن مسلمانن جي اصلاح ڏنڊي جي زور تي نہ ٿي ڪرڻ چاهي ۽ نہ وري وقت جي حڪومتن جي مدد ۽ ساڻ ڪين حاصل هو. دنياوي ڌن ۽ دولت بہ ڪين حاصل نہ هئي پوءِ بہ انهن اوليائن سڳورن کي بي مثال ڪاميابي نصيب ٿي ڇو تہ وٽن انسان ذات لاءِ پيار ۽ محبت جو اڻ کٽ خزانو موجود هو بلاشڪ انهن دين جي اصل مول ۽ متي کي چڱي طرح سمجهيو هو تہ دين نالو آهي خير خواهي ۽ ڀلائي جو ۽ محبت ۽ پيار سان ئي توهين ماڻهن جي محبت، الفت ۽ عقيدت کي خريد ڪري سگهو ٿا ۽ سندن اندر کي اجارڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهو ٿا. اهڙي طرح نيڪي جو حڪم ڏيڻ ۽ برائي کان روڪڻ جو مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو.

اوليائن سڳورن جي انهي عظيم احسان کي ماڻهن ڪڏهن بہ نہ وساريو اڄان تائين توهين ڏسندؤ تہ سنگدل انسان بہ سندن مزارن تي يا زندگي جي صورت ۾ منهن نقابن نياز ۽ نوڙت جو اظهار ڪن ٿا، سندن پوين پشت بہ پشت پنهنجن وڏڙن جي ميراث کي سنڀاليو پر وقت گذرندي گهڻين ئي خانقاهن پنهنجو اصل منصب کي وساري ڇڏيو.

پير ۽ مرشد جو اصل ڪم ڇا آهي؟ امام رباني حضرت الف ثاني پنهنجي مڪتوبات شريف ۾ فرمائين ٿا تہ "اوهان کي معلوم آهي تہ پير ڪير آهي...؟ پير اهو شخص آهي جنهن کان اوهين الله سائين جل شانہ جي سڳوري بارگاهہ تائين پهچڻ جو رستو حاصل ڪريو. انهي رستي ۾ اوهين سندس امداد ۽ عنايت حاصل ڪريو". پير صاحب پاڳاري اهو فرض بحسن و خوبي امربا المعروف و نهي عن المنڪر تي زور ڏئي سرانجام ڏنو آهي ۽ پنهنجي ذميواري پوري ڪئي اٿن. جنهن جي باري ۾ حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ:

"توهان مان هر ڪو ڌنار آهي ۽ هر ڪنهن کان سندس ڌڻ جي باري ۾ پڇا ڳاڇا ٿيندي" (صحيح بخاري) افسوس تہ اڄ ڪلهہ جا گهڻائي پير

صاحبان پنهنجي اصل ڪم کي وساري ويٺا آهن. رڳو سياست ۾ دنياداري ۾ ڪاهي پيل آهن. انهي جو نتيجو وڃي اهو نڪتو آهي تہ سنڌ سونهاري جيڪا صدين کان پيرن مرشدن ۽ اوليائن سڳورن جي اثر هيٺ رهي آهي. انهي ۾ هاڻ طرح طرح جي سماجي برايون اچي پنهنجو منحوس منهن ڪڍيو آهي ايتري قدر جو صبح جو سنڌي اخبار بہ پڙهي نٿي سگهجي نہ تہ جيڪر سچو ڏينهن ارمان ۽ افسوس ۾ گذري وڃي. شل سنڌ جا پير سڳورا ڪجهہ ايڏانهن بہ توجہ فرمائين. اهڙي صورت حال ۾ پير صاحب پاڳاري جو نصيحت آميز روحاني خطاب سنڌ جي تتل ڌرتي تي منداڻتي مينهن جو پهريون ڇنڊو آهي. جنهن سينو ٺاري ڇڏيو آهي اهو ڇنڊو اهو ٻڌائي رهيو آهي تہ شڪر هن سر زمين جا اصل محافظ ۽ دلي خيرخواهہ سجاڳ آهن ۽ هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور مهر محبت جو وڏ ڦڙو پوندو وري پرت ۽ پيار جي پاڻي جي پالوٺ ٿيندي. هن تاريخي خطاب ۾ پير صاحب پاڳاري معاشري جي مڙني ناسورن مٿان هٿ رکي سندن نشاندهي ڪئي آهي. جو انهي مان اندازو ٿئي ٿو تہ پاڻ پنهنجي فرض منصبي کان هرگز غافل نہ آهن. رهنمائي ۽ رهبري جو اصل حق ادا ڪري ڇڏيو اٿن دل ٿي چاهي تہ سندن دل آويز نصيحت آميز نڪتا وري وري ڪري پڙهون ۽ هينئين سان هنڊايون. پير صاحب فرمائين ٿا تہ "صالح مايون رزق حلال ڪمائڻ جي لاءِ صالح اولاد جي تربيت ڪن. پنهنجي اولاد کي صالح ڪري سندن علم مان فائدو حاصل ڪريو. پنهنجي اولاد کي وڏ ۾ وڏ پڙهايو. اولاد کي بري صحبت کان بچايو. رزق حلال لاءِ محنت ڪن. رزق حلال ڪمائڻ لاءِ صالح اولاد هجي. بالغ ڇوڪري جي بالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرايو. ننڍپڻ ۾ سڱابندي ۽ شاديون نہ ڪريو. سڱابندي وقت ٻنهي جي مرضي پڇيو. پڙهيل ڇوڪري جي شادي اڻ پڙهيل، گهٽ پڙهيل سان نہ ڪريو. ڇوڪرين کي تعليم ڏيو پڙهيل زال اڳيان مڙس جهڪيل رهي ٿو خاص طرح عورتن کي پڙهايو. انهن سان زيادتي نہ ڪندا تہ الله سائين توهان کي توفيق فرمائيندو ۽ رستو ڏيکاريندو. ڇوڪرين کي جائداد مان سندن حق ڏيو. انهن کي وساري نہ ڇڏيو. قرآن شريف هدايت جو ڪتاب آهي انهي سان نياڻي جي شادي ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ پينرن ۽ ڏيئرن کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪريو

عورت طلاق گهري تہ طلاق گهرڻ سندس حق آهي، چوري ۽ بري بدمعاش سان سنگت نہ رکو اهڙي نيڪ صالح سان سنگت رکجي، جنهن مان توهان کجهہ پرايو ۽ رزق حلال جي تلاش ڪريو ۽ محنت تي تمام گهڻو زور ڏنو اٿن، رزق حلال جي حصول لاءِ فوج ۾ وڃڻ جو مشورو ڏنو اٿن رڳو انهي هڪڙي مشوري تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو سندن نظر ڪيتري نہ دوررانديش ۽ حڪيمانہ آهي سندن احتياط ۽ تدبر جو انهي مان اندازو لڳايو تہ آخر ۾ اهو مشورو ڏنو اٿس تہ آرام سان ڊرائيور کان گاڏي هلرايو تاڪ خير سان حياتي سوڌا وڃي گهر پهچو. ڏٺي در دعا آهي تہ الله سائين ڪريم و ڪارساز پير صاحب پاڳاري جي عمر خضري عطا فرمائي. سندس پاچو هميشہ مريدن تي قائم رکي ۽ مريدن ۽ معتقدن کي سندن ڏسيل سنئين واٽ تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

*

# حق شناس رهبر

اعليٰ حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ پير صاحب پاڳاره جن مؤرخہ 10 ذوالحج 1424هہ مطابق 2 فيبروري 2004ع بروز سومر درگاهہ شريف تي جيڪو روحاني خطاب فرمايو اهو صوري ۽ معنوي هر لحاظ کان هڪ روحاني پيشوا جو جماعت جي ڪاميابي ۽ ڪامراني جو ضامن لاجواب ۽ تاريخي خطاب آهي.

پهرين ڳالهہ پير سائين سردار اولاد جي تعليم ۽ تربيت جي ڪئي آهي، اولاد جي پرورش، تربيت ۽ تعليم والدين تي فرض آهي تہ تعليم جيتري ڇوڪرن جي لاءِ ضروري آهي اوتري ڇوڪرين جيْ لاءِ بہ ضروري آهي، ائين نہ آهي ڇوڪرن جي لاءِ تعليم جو زبردست انتظام هجي پر ڇوڪريون ويڙهن ۽ ڪوٺن ۾ گگدامن وانگر پلجي ۽ تعليم ۽ شعور کان وانجهيل بيوس ۽ مجبور گونگيون ۽ ٻوڙيون رهن اها سراسر نا انصافي آهي. حديث شريف متواتر مشهور جيڪا پاڪستان جي تعليمي نصاب جي ڪتابن ۾ بہ موجود آهي پڙهي ۽ پڙهائيءَ وڃي ٿي. يعني:

"علم جي طلب هر مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت تي فرض آهي"

نياڻين جي تعليم جي زوردار تلقين ڪري پير صاحب جن حديث شريف جي انهي حصي تي عمل ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو آهي. جنهن تي عام طرح عمل نہ ٿي رهيو آهي. اسلام دين عمل آمي، مڪمل دين آهي، جنهن جي تقاضا آهي تہ دين جي هر حڪم تي مڪمل ۽ ڪما حقا عمل ڪيو وڃي.

ارشاد رباني آهي تہ "مومنو اسلام ۾ پوري طرح داخل ٿي وڃو."

ڇوڪرن کي پڙهائڻ ۽ ڇوڪرين کي نہ پڙهائڻ دين تي اڌوري ۽ اڻپوري عمل جو هڪڙو نمونو آهي، دين تي ڪافي، مڪمل ۽ پورو عمل تڏهن ٿيندو جڏهن ڇوڪرن جي تعليم سان گڏ ڇوڪرين کي پڙهائي جو بہ خاطر خواهہ بندوبست ڪيو ويندو ڇاڪاڻ تہ اڄ جون نياڻيون سڀاڻي جون مائرون آهن ۽ ٻار جي پهرين درسگاهہ ماءُ جي هنج هوندي آهي، لهٰذا مستقبل جون مائرون تعليم يافتہ ۽ سگهڙ زالون هونديون تہ آئينده نسل سڌريل سلڇڻو مهذب هوندو. تنهن ڪري پير صاحب جي انهي ارشاد ۾ وڏي حڪمت آهي، جنهن مان سندن مستقبل بيني ۽ جماعت جي لاءِ سندن مشفقانہ جذبات ۽ نيڪ خواهشات جو اظهار ٿئي ٿو. مطلب تہ سائين طرفان اهو حڪم وقت جي تقاضا مطابق نهايت اهم آهي.

ٽي ڳالهہ پير صاحب جن ڪئي آهي تہ تعليم يافتہ ڇوڪرين کي جاهل مڙس نہ ڏيو جو انهن جو پاڻ ۾ نباهہ نہ ٿي سگهندو اها ڳالهہ بلڪل بر حق آهي ۽ سنڌي ۾ مشهور مقول آهي تہ "جوڙا سجوڙا هجن" اڻ ٺهندڙ جوڙ يعني پڙهيل زال کي جاهل مڙس يا جوان ڇوڪريءَ کي پوڙهو مرس ڏيڻ ناانصافي آهي ۽ دين اسلام جو سڄو زور هرحال ۾ هر صورت ۾ انصاف تي آهي، پڙهيل زالن ۽ جاهل مڙسن جا يا جوان ڇوڪرين ۽ پوڙهن مڙسن جا جوڙا سجوڙا نہ ٿيندا آهن.

ٽيئن ڳالهہ تہ پير سائين فرمايو آهي تہ صغير ٻارن جي سڱابندي جي رواج کي ختم ڪريو تہ سندن اهو حڪم بہ درست آهي اهڙين سڱابندي جا نتيجا اڪثر حالتن ۾ ڪيسن، ڦڏن ۽ نڪاح تي نڪاح جهڙين افسوس ناڪ صورتن ۾ نڪرن ٿا.

چوٿين هدايت پير صاحب جن فرمائيءَ تہ هن دور ۾ ترقي جي رفتار تمام تيز آهي ۽ وقت جي ضرورت ۽ دانشمندي جي تقاضا آهي تہ دنيا وارن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلجي. ان سلسلي ۾ وري بہ اولاد جي تعليم ۽ تربيت تي زور ڏنو اٿن. رزق حلال جي تاڪيد فرمائي اٿن ۽ پاڙي وارن جا حق ياد ڏياريا اٿن ۽ اهو تہ سندن معمول آهي تہ هميشہ جماعت سڳوري کي پاڙيسرين جي حقن جي حفاظت جي تلقين فرمائيندا آهن. پاڙيسري جنهن جي لاءِ نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ "پاڙيسرين جي باري ۾

حضرت جبريل عليہ السلام اهڙي تيزي ۾ تاڪيد سان احڪام آندا جو اسان سمجهيو تہ شايد پاڙيسرين کي ميراث ۾ بہ حقدار بڻايو ويندو ٻي حديث شريف آهي تہ "اهو مسلمان نہ آهي جيڪو پاڻ ڪائي ڍؤ ڪري سمهي رهي ۽ سندس پاڙيسري بکيو رات گذاري" لهٰذا پير صاحب جن پاڙيسرين جي حقن جي باري ۾ فرمايو اٿن اهو ئي هڪ حق شناس رهبر آهي، جنهن جو شيوو هوندو آهي.

آخر ۾ پير سائين سردار حق بخشائڻ واري غير شرعي رسم کي ننديو آهي ۽ پڻ زال مڙس جي اڻ بڻت جي صورت ۾ طلاق ڏيڻ ۽ ڏيارڻ جو فرمايو اٿن، جيڪو عين انصاف جي تقاضا مطابق آهي. شريعت ۾ جيڪو عمل ناپسنديده آهي پر جائز آهي اهو طلاق جو عمل آهي ۽ شريعت تي عمل ڪرڻ ۾ ئي انسانيت جي فلاح آهي.

پنهنجي خطاب ۾ حضرت پير صاحب پاڳاري جن استاذن ۽ مفتي صاحب جو ذڪر خير اول ۾ ڪيو آهي. آخر ۾ مولوين کي بہ ياد فرمايو اٿن ان مان استادن ۽ مفتي صاحبن سان سندن پيار جو پتو پوي ٿو ۽ پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ مولوين جا بہ قدردان آهن. آخر ۾ فرمائين ٿا تہ خير سان گهر پهچو آرام سان ڊرائيونگ ڪريو. آرام سان ڊرائيور کان گاڏي هلرايو تہ توهان سڀ خير سان گهر پهچو. ڇا ڳالهہ ڪجي جماعت سان سندن شفقت جي، جو جماعت وارن جون زندگيون بہ ڪين ايتريون عزيز آهن جيتري عزيز ڪنهن کي پنهنجي زندگي هوندي آهي.

*

# حق ۽ سچ جو علمبردار

موجوده پير صاحب پاڳاري شاهه مردان شاهه جي شخصيت نه صرف سنڌ ۽ پاڪستان پر ملڪان ملڪ مشهور آهي. پاڻ بين الاقوامي شخصيت جا مالڪ آهن، حق ۽ سچ جا حامي آهن، پر ملڪي ۽ غير ملڪي حالتن جا پارکو آهن ۽ هر سچ جي ڳالهه کي نروار ڪندا رهيا آهن. اسان جو سرهندي مجددي خاندان جيڪو فاروقي به آهي ۽ طريقي ۾ نقشبندي آهي. انهي خاندان جا راشدي خاندان سان هميشه بهترين تعلقات رهيا آهن. حضرت قبله سائين عبدالله جان عرف حضرت شاهه آغا صاحب سرهندي رحه ۽ حضرت قبله سائين مولوي پير محمد ابراهيم جان خليل سرهندي رح کي موجوده پير پاڳاري صاحب سندن حڪم تي سندن جماعت تمام گهڻو احترام ۽ خلوص جي نظر سان ڏٺو.

حضرت پير صاحب پاڳاري صاحب مٿي ڄاڻايل روحاني خطاب ۾ مريدن کي حڪم ڏنو ۽ نصيحت ڪئي ته غير شرعي ڳالهين کان پاڻ کي بچائين ۽ جيڪڏهن مروج آهن ته انهن کي پنهنجي جماعت ۾ انهن تي اهڙين رسمن کان پاسو ڪرڻ لاءِ فرمايو اٿن. پير صاحب پاڳاري صاحب هيٺين ڳالهين تي زور ڏنو آهي.

(1) ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن کي تعليم ڏياري وڃي، جيئن سماجي ۽ تعليمي طرح هو سنو ڪم ڪري سگهن ڇو ته 21 صدي ۾ تعليم و تربيت کان سواءِ ڪو گهر ڪامياب نٿو ٿي سگهي.

(2) ڄائي ڄمر کان اڳ سڱ (رشتي ڏيڻ واري عمل) کي سختي سان رد ڪيو آهي ۽ اها فرسوده رسم آهي، ڇاڪاڻ ته اهڙين شاديون ناڪام ٿين ٿيون ڇو ته ٻار ۾ جڏهن عقل و فهم اچي ٿو ته هو

پنهنجي بهتري ۽ برتري کي مد نظر رکي شادي ڪن ٿا. جيڪا ڪامياب وڃي ٿي ۽ فرمايو اٿن تہ صغير ہارن جا رشتا ختم سمجهڻ گهرجن.

(3) سماج کي سڌارن لاءِ مريدن کي نصيحت ڪئي اٿن تہ بدمعاش ۽ برين عادتون رکندڙ ماڻهن تي سخت نظر رکو ۽ انهن کي روڪيو تہ جيئن صاف سٿرو ۽ پر امن معاشرو قائم رهي.

(4) هڪ وڏي مدبر ۽ مذهبي اڳواڻ جي حيثيت جي مالڪ پير طريقت هئڻ ڪري فرمايائون اٿن تہ رزق حلال تي زور ڏين ڇو تہ حق جو پئسو برڪت ٿو ڏي ۽ حرام جو پئسو انسان جي اخلاق کي تباهہ ٿو ڪري

(5) پير صاحب پاڳاري صاحب مئثرڪ پاس مريدن کي نصيحت ڪئي آهي تہ اهي وڌ ۾ وڌ فوج ۾ شامل ٿي پنهنجي جماعت جو شان ۽ مان وڌائين.

(6) پنهنجن نياڻين کي بلوغت کان پوءِ ترت اٿاريو ۽ شادي ڪرايو نياڻين کي شادي نہ ڪرائڻ وڏو گناهہ آهي.

(7) جيڪڏهن مڙس ۽ زال ۾ تعلق ڪشيده آهن تہ اهي طلاق وٺي سگهن ٿا ۽ چار شاديون اسلام ۾ جائز آهن پر انهي ۾ شادي ڪيل زالن سان حق نياءُ گهرجن اها ڳالهہ بہ حضرت پير صاحب پاڳاري اسلام جي زرين اصولن کي مد نظر رکندي ڪئي آهي.

الله تعاليٰ خداوند ڪريم پير صاحب کي عمر خضري عطا فرمائي تہ جيئن جماعت توڙي سچي سنڌي قوم جي رهنمائي ۽ رهبري ڪري سگهن.

*

قمر شهباز

# جاهلاڻين رسمن خلاف انقلابي خطاب

پير سائين پاڳاري جي طرفان ڪيل تاريخي انقلابي خطاب سنڌ جي سيني اخبارن ۾ تفصيل سان ڇپيو هو هر ننڍي توڙي وڏي ان خطاب جي واکاڻ ڪئي هئي. هڪ روحاني پير جي طرفان ان قسم جو انقلابي بيان واقعي ساراهه جوڳو قدم هو. جهالت جي چار ۾ ڦاٿل اسان جي معاشري کي سڌارڻ لاءِ ڏنل ڪو به سڏ عزت ۽ احترام لائق آهي. پير صاحب پاڳاري جا لکين مريد ۽ مداح ملڪ توڙي ملڪ کان ٻاهر موجود آهن. مريد به اهڙا جو مرشد جي حڪم تي سر تري تي کڻي ميدان ۾ نڪري نروار ٿين. حر فورس جو مثال سيني جي اکين آڏو آهي. اهڙي هستي طرفان پنهنجن مڙني مداحن کي اونداهي مان ڪڍي، روشني جو گس ڏيکارڻ ۽ سوين سالن جي مدي خارج، انساني حياتيون تباهه ۽ برباد ڪندڙ جاهلاڻين رسمن خلاف ڪلم ڪلا جهاد جو اعلان ڪرڻ سچ پچ ته پير سائين پاڳاري شاهه مردان شاهه جي ڪلئي ذهن، ترقي پسند سوچ ۽ اعليٰ ظرفي جو اظهار آهي. اسان اهڙن سمورن سٺن ويچارن کي قدر جي نگاهه سان ڏسون ٿا ۽ اميد ٿا ڪيون ته سنڌ جو ٻيون معتبر هستيون پڻ انهي مهم ۾ حصو وٺنديون ۽ ڏتڙيل عوام کي بيڪار رسمن ۽ ٻين سماجي برائين کان آزاد ڪرائينديون. گڏوگڏ اهو به عرض ڪندو هلان ته سنڌين لاءِ ڏارين توڙي ايجنسين ڏرتي ٿامو ڪري ڏني آهي، اسان کان پيو ته ٿهيو هاڻ ته جيئڻ جو حق به کسيو پيو وڃي. اسان جي زمين هاڻي اسان جي ناهي رهي، اسان جي زبان، تهذيب ۽ تمدن تي راتاهو هنيو پيو وڃي. سنڌي نوجوانن جي روزگار تي ڏاڙا جاري آهن. پناهگيرن جي چرچ تي ضلعا توڙي شهري حڪومتون جوڙي جناح پور جو خواب ساڀيان ڪيو پيو وڃي، ٻيا ته ٺهيو خود ملڪ جو سربراهه ڪلئي عام سنڌي

عوام جي آواز کي دٻائي، مٿن ٺٺوليون ڪري هر هنڌ وڏي واڪ انهن منصوبن کي عملي جامو پهرائڻ جا اعلان ڪندو ٿو وتي، ڪيس ڏسي خوشامدڙيا ۽ ڪرسيءَ جا لالچي وڏيرا ۽ سياستدان پڻ سندس سر ۾ سر ملائي جيجل ماءُ کي ڇيچلائي رهيا آهن!

اهڙي وقت ۾ اسان کي هڪ برجستي، دبنگ ۽ باهمت اڳواڻ جي سخت ضرورت آهي. پير سائين جو شهيد والد بزرگوار هڪ وڏو قومپرست انسان هو. هن پنهنجي ويڙهاند ۾ انگريزن کي ڏينهن جا تارا ڏيکاري ڇڏيا. گوريلا وار جو جڏهن تصور بہ نہ هو تڏهن پير سائين شهيد فقيرن جي رهنمائي ڪري اها گوريلا جنگ وڙهي. جنهن جو اعتراف خود انگريز محقق بہ ڪن ٿا. اهڙي عظيم هستي جو فرزند سماجي سڌارن واسطي پنهنجن مريدن کي نئين سوچ جو سڏ ڏئي سگهي ٿو تہ پوءِ ڪيس هن ڏکي ويل ڌرتيءَ ماءُ جو قرض لاهڻ گهرجيٰ سنڌ ۾ سنڌين سان ٿيندڙ ڏاڍاين جي خلاف ٻي ڊپو آواز اٿارڻ گهرجي، اڳتي وڌي هن مظلوم سنڌي قوم جي سرواڻي جو بار پنهنجن ڪلهن تي کڻڻ گهرجي.

ائين ڪرڻ سان پير سائين پاڳارو سنڌي قوم جو جس کٽندو پاڻ هڪ دفعو صرف هڪ دفعو سنڌ جي حق ۾ نعرو هڻي نروار ٿين پوءِ ڏسو تہ سموري سنڌي قوم سندن هر حڪم تي جان نڇارو ڪرڻ لاءِ ڪيئن ٿي ميدان ۾ اتري اچي.

فقير سردار پيو صاحب! اسان جي اها درد ڀري وينتي پير سائين پاڳاري شاهہ مردان شاهہ (ثاني) تائين پهچائيندئو تہ آل اولاد سميت هميشہ جي لاءِ ماءُ جي دلي دعائن جا حقدار ٿيندو. سنڌ تان ڏچو لهرايو. اسان جو وچن آهي تہ ايندڙ ستن پيڙهين تائين ڳچيءَ ۾ ڳارو وجهي مرشد جي درجا فقير ٿي رهنداسين.

*

---

(نوٽ: محترم مرحوم قمر شهباز کي روضي ڏٽي پبليڪيشن پاران خط لکي پير سائين پاڳارا جي تاريخي خطاب جي مسودي سان گڏ ڪراچي موڪليم. جنهن جي ملندي ئي مرحوم روزانہ خبرون اخبار ۾ مضمون لکي مون کي چيو تہ پير صاحب پاڳاري تائين درد ڀرئي وينتي پهچايو تہ پير صاحب سنڌ جي سرواڻي ڪري. مرحوم سنڌي قوم جي لاءِ تمام گهڻو فڪرمند هيو ۽ سنڌ جي بين سياسي اڳواڻن کان مايوس ٿي چڪو هو. سائين قمر شهباز جن جي وفات تي سندن سوڳوار خاندان جي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون ـ سردار پيو)

# سماج جي اؤسر

عيد جي موقعي تي روضي شريف ۽ بنگلي شريف جي وچ ۾ اُتر کان ڏکڻ سموري وسيع و عريض لان تي دور دراز علائقن کان آيل مُريدن ۽ عقيدتمندن جو جم غفير محبوب مُرشد جي ديدار لاءِ موجود هو. 10 ذوالحج 1424هجري مطابق ٻئين فيبروري 2004ع سومر جي ڏينهن حضرت پير سائين پاڳارا سيد شاهه مردان شاهه جن عام زيارت ڪرائڻ مهل روحاني خطاب پڻ فرمايو. جنهن ۾ پاڻ جماعت جي ڀلائي ۽ بهتري جي لاءِ احڪام جاري ڪيائون. هي خطاب انساني حقن جي حوالي سان تاريخي حيثيت رکندڙ خطاب هو خاص طور تي حقوق نسوان متعلق اهم احڪامات فرمايا ويا. سڄي جماعت سڳوري هن روحاني تقرير کي دِل جي ڪنن سان ٻڌندي رهي، خطاب دوران ڪنهن به قسم جو آواز وغيره ڪو نه هو بلڪل خاموشي هئي. جماعت جو هر فرد مرشد ڪريم جن جي حڪمن تي"لبيڪ لبيڪ"چئي رهيو هو. هن خطاب ۾ پاڻ خاص طور تي تعليم طرف ڌيان جو خاص حڪم ڏنائون ته "پنهنجي ٻارن خاص طور تي نياڻين کي علم جي زيور سان سينگاريو".

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي حديث مبارڪ آهي ته "علم جي طلب ڪرڻ سڀني مسلمان مردن توڙي عورتن تي فرض آهي". اهڙي طرح ٻي حديث شريف آهي ته علم پرايو پينگهي کان قبر تائين". وڌيڪ هن طرح هڪ حديث ۾ فرمايل آهي ته "علم حاصل ڪريو توڙي جو اوهان کي چين ڇو نه وڃڻو پوي". مذڪوره احاديث مان اسان کي معلوم ٿيو ته علم انسان کي انسان بڻائي ٿو انسانيت جو درس ڏئي ٿو ماڻهون ۾ ماڻهپو پيدا ڪري ٿو ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا به حد مقرر ڪونه آهي. زندگي

جي ڪنهن بہ حصي ۾ علم حاصل ڪري سگهجي ٿو يعني نندپڻ جواني توڙي پيريءَ ۾ بہ علم جي جستجو ۾ رهجي. اُن ڪري علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترو بہ پري وڃڻ جي ضرورت درپيش اچي تہ بہ وڃڻ گهرجي. ڪشالا ڪيڻ ڪپن، سفر جون تڪليفون برداشت ڪرڻ گهرجن. اهڙي طرح نياڻين جي پالنا پرورش سان گڏوگڏ سهڻي سکيا يا تعليم ڏيارڻ بابت حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ ؛ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪري ٿو تہ " نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ جنهن ٽن نياڻين کي پاليو کين سهڻي سکيا ڏني، پرڻايو ۽ سهڻو سلوڪ ڪيو تنهن لاءِ جنت آهي". حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان هڪ ٻي روايت آهي تہ " حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ جنهن کي هڪڙي نياڻي ....؟ ؟ پوءِ اُن کي نہ هن جيئرو پوريو نہ وري هن کي حقير ڄاتائين ۽ نہ ئي پٽن کي نياڻي کان چڱو سمجهيائين تہ الله تعاليٰ کين جنت ۾ داخل ڪندو".

اسلام نياڻي جي سارسنڀال ۽ پرورش ڪرڻ عيوض ماءُ پيءَ جي لاءِ تمام گهڻي خوشخبري ٻڌائي آهي، عورت کي اڄ کان سوين سال اڳ جيڪي حق اسلام ڏنا آهن، اهي اڄوڪي ترقي يافتہ دور ۾ ملي نہ سگهيا آهن، تنهنڪري حضرت پير سائين پاڳارا جن نياڻين کي تعليم ڏيارڻ جي تلقين فرمائي آهي تہ جيئن معاشري ۾ اُهي نياڻيون اهم ڪردار ادا ڪري سگهن. چيو وڃي ٿو تہ " مرد پڙهيو تہ فرد پڙهيو، عورت پڙهي تہ گهر پڙهيو".

اهڙي طرح ٻي جوڙ سادين جي حوالي سان پاڻ فرمايائون تہ "ڙهيل لکيل نياڻين کي پڙهيل لکيل وَر ڏنا وڃن". اهڙي طرح سان "يرسن مردن سان نوجوا ڇوڪريون نہ پرڻايو وڃن" جو پير صاحب پاڳارا جن فرمايو. ڇو تہ اهو ڪنهن بہ صورت ۾ صحيح ناهي نہ ئي وري اِهو انصاف آهي. برابري جي بُنيادن تي گڏجي هلڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي، نتيجي ۾ جيڪا صورتحال سامهون ايندي آهي، اُن جا معاشري تي ڏاڍا اگرا نتيجا مُرتب ٿيندا آهن.

تنهنڪري حضرت پير سائين پاڳارا جن فرمايو تہ "جوڙ جيس جون شاديون ڪيون وڃن ۽ برابري جي بنياد ن تي پڙهيل ڇوڪريون پڙهيل ڇوڪرن کي پرڻايوو وڃن ۽ هڪ جيڏن جوڙن کي شادي جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌو

وجي.“ بي جوڙ شادين ۽ مڱڻين سبب روزانہ ڪيترائي واقعا رونما ٿين ٿا، جن جي ڪري معاشري تي ڪي بهتر اثرات مرتب نہ ٿاٿين بلڪ بگاڙ پيدا ٿئي ٿو.

ڏنو ويجي تہ ڇوڪرين تي نڪاح مڙهڻ يا زوري زبردستي ڪيس سندس خواهش خلاف شادي ڪرائي وڃي تہ اهو ڪنهن صورت ۾ درست نہ آهي، ائين ڪرڻ سان اڳتي هلي ازدواجي زندگي ۾ اختلاف پيدا ٿين ٿا ۽ ساديون ناڪام وڃن ٿيون.

*

# هيءُ حڪم اسان جي اکين تي...

پيير صاحب پاڳاري جو مريدن کي ڪيل تاريخي انقلابي خطاب سنڌ جي ويجهي روشن مستقبل لاءِ اميد جو ڪرڻو آهي. هونئن ته سنڌ جي سيني شاعرن جون درگاهون صوفيانه فڪر جون علامتون آهن. ڇاڪاڻ ته اهي ڪنهن نه ڪنهن حد تائين تنگ نظر ملان جي قول ۽ فعل کان مختلف رهيون آهن ائين ڪٿي چئجي ته متضاد رهيون آهن. جيئن ته شاهه لطيف، سچل، قلندر، عنايت ۽ بيدل جي درگاهن ۽ پيير ڳوٺ، راڻي پور، لنواري واري ۽ مخدوم هالن واري درگاهن جي پيغام ۽ عمل ۾ ڪجهه نه ڪجهه فرق آهي. پر گهڻو ڪري ڪنهن نه ڪنهن قسم جا ميلا سمورين درگاهن تي لڳندا آهن. جتي ماڻهن جي ميڙ تيڙ ۾ گهڻو ڪري ذات پات رنگ نسل، دين ڌرم جي پابندي نه هوندي آهي، جنهن جو وڏو ثبوت پيير صاحب پاڳاري جي مريدن آڏو تازي تقرير آهي. جنهن ۾ هن وڏي واڪي ائين ڳالهايو جيئن شاهه ۽ سچل جي شاعريءَ جو پيغام آهي ڇاڪاڻ ته لطيف ۽ سچل وٽ سنڌ جي عوام پاڻ وٽي دنيا جي عوام لاءِ آزادي، انصاف ۽ امن جو پيغام آهي، آزادي جيڪا سمورن لاءِ آهي، جنهن ۾ جنس جي لحاظ کان ڪو به فرق ڪونهي، پيير صاحب پاڳاري تازي تقرير ۾ عورتن جي حق ۽ انصاف لاءِ ڳالهائي روشن خيالي جو ثبوت ڏنو آهي. عورتن جي حقن جي حمايت کان اڳ ۾ پيير صاحب "استاد" کي عزت ۽ احترام ڪجي اوترو ئورو آهي. اهو استاد مرد جي صورت ۾ هجي يا عورت جي صورت ۾. هو سڀني کان وڌيڪ قابل احترام آهي. پيير صاحب پاڳارو اها شخصيت آهي جنهن جي سڀئي ماڻهو وڏ کان وڏ احترام ڪندا آهن ۽ اها شخصيت هڪ استاد کي ايڏو مان ڏئي ته ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ملڪ جو سمورو عوام استادن جي عزت

ڪري مرتبو ۽ مقام ڏئي، استادن عوام جي اولاد نياڻين ۽ پنهنجي قوم ۽ انسان ذات جي نيڪي، ڀلائي، روشني، آزادي، انصاف، خوشحالي، امن ۽ ڀائيچاري جي باري ۾ حڪمن هدايتن ۽ مشورن جي حوالي سان پير صاحب پاڳاري جي سموري تقرير "ڪوٽ" ڪري سگهجي ٿي، هڪ وڏي پير جي زبان مان نڪتل هڪ هڪ نقطو ريفرنس طور پيش ڪري سگهجي ٿو پر مان هتي حوالو ڏيڻ کان وڌيڪ ان سموري تقرير جي عڪس ڏيکارڻ کي پسند ڪيو آهي. پير صاحب جيڪو ڪجهه چيو آهي ان کي وضاحت سان پيش ڪرڻ سنڌي قوم ۽ انسان ذات لاءِ فائديمند سمجهان ٿو. ڇاڪاڻ ته هن وقت اسان جاگيرداري نظام جي گهيري ۾ آهيون. ان ڪري نياڻين جي تعليم نه وڏي سگهي آهي. ننڍي هوندي جا مڱڻا ختم نه ٿي سگهيا آهن، ڏيڻرن کي ملڪيت ڏيڻ جي خوف کان پاڪ ڪتاب سان شادي جو ڍونگ ٽٽي نه سگهيو آهي، ڪاروڪاري جو جرم عروج تي آهي، غير فطري شادي مُرادي تائين قائم رهي ٿي. اڻ بالغن جو شاديون اڃان ٿي رهيون آهن. پڙهيل زال ۽ اڻ پڙهيل مڙسن جا رشتا به اڃا ٿي رهيا آهن ۽ ٻيون اهڙيون سماجي برايون آهن جيڪي مذڪوره نظام جو پيدا ڪيل آهن. پير صاحب انهن کي ختم ڪرڻ جا حڪم مريدن کي ڏنا آهن ۽ انهن کي هدايتون ڏنيون آهن. انهن جي خاتمي لاءِ اولاد کي ۽ خاص ڪري نياڻين کي اعليٰ ۾ اعليٰ تعليم ڏيارڻ تي زور ڏنو آهي، پر اسان سڀني کي ان جون هدايتون به حڪم وانگر مڃڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ اسان سمورن جو گهڻين براين کان ڇوٽڪارو آهي، ان واٽ وٺڻ سان گهڻو ڪري اسان ٽاٽن کان، گهاٽن کان، سزائن کان تڪليفن کان، ڏکن کان، رُلڻ کان، پٽڪڻ کان، جرمن کان، ڏوهن کان ڪجهه نه ڪجهه بچي سگهنداسون. عورت جي حقن تي سڏي يا اڻ سڏي طرح شاهه لطيف کان اڄ جي زماني تائين سنڌ جا شاعر ۽ اديب صحافي لکي رهيا آهن. پير صاحب پاڳارو هڪ وڏي گادي نشين سيد هڪ وڏي شخصيت، سچائي، ايمانداري، جرائت، بهادري ۽ بيباڪي سان عورتن جي حقن جي حمايت ڪري تاريخ ۾ پنهنجي اهم جاءِ ٺاهي آهي، هتي پير صاحب پاڳاري جو هڪ ٻي انتهائي خطرناڪ ۽ خراب حالت ڏانهن ڌيان ڇڪائبو ته سنڌ ۽ ذات پات جي نالي تي سنڌ جا ڳوٺ واهڻ ڪُتنب ۽

خاندان برباد ٿي رهيا آهن. هڪ ٻئي خلاف ايتري ته رتو ڇاڻ ٿي رهي آهي، جو لڳي ٿو ته سڄي سنڌ ڪٽنب ۾، محلي محلي ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾، گهٽي گهٽي ۾ ورهائجي وئي آهي. هر ماڻهو هر ٻي ماڻهو لاءِ ڪهاڙي بندوق ۽ بم کنيو بيٺو آهي ۽ هيڏانهن سنڌ ڪشمور کان ڪراچي تائين ڏارين طرفان ڦرلٽ جو شڪار آهي. اسانجي وڏن وڏن ادارن تي اسان جي وڏين وڏين سياسي پوسٽن تي ڌاريا قابض ٿي ويا آهن اهڙي مسئلي تي پير صاحب جو دانشمندانه حڪم، هدايت ۽ عملي ڪردار ڪجهه نه ڪجهه ڪري سگهي ٿو. هن جي عملي ڪردار مان سنڌ ۾ ذات پات يا قبيلن جي خوني جهيڙي ۾ ڪافي ٺاپر اچي سگهي ٿي. جاگيرداري سماج هجڻ ڪري سنڌي ماڻهو گهڻي حد تائين سردارن، رئيسن ۽ ميرن جي اثر ۾ آهن. انهن جي هدايتن، حڪمن، چوڻ ۽ تنبيهه تي ڪجهه نه ڪجهه خوني جهڳڙا ختم ٿي سگهن ٿا. پير صاحب پاڳاري جي تازي تقرير عوامُ جي تعليم خاص ڪري نياڻي جي تعليم ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي تعليم جو واڌارو ٿيندو پير صاحب جي ٻين سردارن، رئيسن، ميرن، شاهن ۽ وڏيرن جي چوڻ تي سنڌي عوام ۾ بهتري ۽ ڀائيچارو پيدا ٿي سگهي ٿو. پير صاحب پاڳاري جو حڪم اسان جي اکين تي شل سنڌي عوام به ان کي سک، سلامتي ۽ ترقي جي روشني سمجهي.

*

# وقت جو آواز

منهنجي خيال ۾ پير صاحب جن جو اهو تاريخي خطبو ڪڏين رسمن کي ترڪ ڪرڻ لاءِ هڪ اهڙو سڏ آهي، جيڪو نہ رڳو سندن مريدن ۽ معتقدن کي هنئين سان هنڊائڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪري ٿو پر سموري سنڌ جي رهواسين لاءِ روشن راهہ جو ڏس پڻ آهي.

مون اهو خطبو ٺماهي مهراڻ ۾ پڻ نمايان طور ڇپيل ڏٺو هو ۽ مون کي لڳي ٿو تہ اهڙي قسم جو پيغام ورلي ٻڌو هوندم جو ڪنهن پيراڻي گادي طرفان اهڙن موضوعن کي اهميت ڏني هجي، روبرو مريدن کي هدايتون خطبن جي نوع ۽ رنگ ۾ ڏنيون وينديون آهن، پر ڇپيل صورت ۾ هاڻي ڏٺم، جيڪي ساراهہ جوڳيون آهن.

اسان وٽ سنڌ ۾ سماجي ڪڏيون رسمون آهن جهڙوڪ ڌيئرن/ عورتن کي نہ پڙهائڻ. سندن ننڍي عمر ۾ شاديون ڪرائڻ، حق ڦٻائڻ، گهرن ۾ سماجي مرڪزن ۾ گهٽ سمجهي تذليل ڪرڻ، ڪارو ڪاري جي رسم کي هٿي ڏيڻ وارن پراڻن رواجن تي عمل ڪري پاڻ کي معتبر سمجهڻ وغيره. هڪ سٺي سماج لاءِ سماجي انصاف ۽ روشن خيالي کي فروغ ڏيڻ لاءِ ضروري آهي تہ مدي خارج رواجن کي ترڪ ڪري اهڙن خيالن جي پٺڀرائي ڪجي جو ائين ڪرڻ سان ڪيئي مجموعي ڀلائي جا بنياد رکي سگهجن ٿا.

پير صاحب پاڳاري جن جي والد صاحب جن پاران وطن پرستي جي اصول تان پاڻ قربان ڪرڻ جهڙو مثال نهايت ورلي ملندو. يقينن اسان سيني کي مٿن فخر ڪرڻ گهرجي، پر سماج جي سڌاري لاءِ سماجي طور تي

سجاڳ ٿي، پير صاحب جي للڪار کي مثبت موٽ ڏيڻ گهرجي، جنهن جي ضرورت وقت جو آواز آهي، انهي سلسليءَ ۾ منهنجون ڪجهه گذارشون آهن:

1 تقرير جو سمورو مواد ڪٺو ڪري، ترتيب ڏيئي شايع ڪرڻ
2 پير صاحب ۽ سندن خاندان جي باري ۾ لکيل مواد شايع ڪرڻ
3 پير صاحب جا لکيل خط (مختلف ماڻهن ڏانهن) شايع ڪرڻ
4 پير صاحب روزي ڏٺي جي زندگي کي سوانح حيات جي صورت ۾ شايع ڪرڻ
5 سنڌ جي تناظر ۾ پير صاحب پاڳاري جون خدمتون.
6 پير صاحب، سندس خليفن ۽ مريدن جا انٽرويو وٺي شايع ڪرڻ
7 پير صاحب کي پنهنجي سوانح حيات لکائڻ تي آماده ڪري پير صاحب جون سماجي خدمتون منظر عام تي آڻڻ.

اهڙي ريت پير صاحب ۽ سندن وڏن سان لاڳاپيل ڪيترائي موضوع تي سگهن ٿا. جن تي لکڻ جي ضرورت آهي ۽ اهو ڪم پنهنجي PH.D يا MPhil جي ٿيسز جي ذريعي ڪندؤ ته اهو سنڌ جي تاريخ ۽ ادب ۾ مک جاءِ والاريندو. آخر ۾ آئون محترم سردار پيو جو شڪر گذار آهيان جو مون کي خط لکي مواد طلب ڪيو.

جهڙو حال حبيبان، تهڙو پيش پريان.

*

جلال ڪوري

# سماجي ترقي جو آئين

پيران پاڳارا بزرگن جي تذڪري کان سواءِ سنڌ جي تاريخ جاعلمي، ادبي، اخلاقي، روحاني، سماجي توڙي سياسي پهلو تشنہ رهجي ويندا آهن.هن متبرڪ خاندان جي مُريدي ۾ سوئي شريف، پرچوندي شريف، امروٽ شريف، دينپور ، هاليجي، بائيجي سميت اڄ جي ديوبندي فڪر سان وابستہ جميعت علماءِ اسلام جا وڏا وڏا معتبر نالا اچي وڃن ٿا.

سوين هلن ساٿ ۾، ڪمي ۾ ڪوڙ جيان.

تصوف جون اونهائيون ۽ گهرايون، توڙي علم و ادب جي درياءَ جون پالوٽون هن خاندان جو شاندار ورثو رهيون آهن. جهاد، جدوجهدون، مجاهدانہ گوريلہ ويڙهون، لوڙها توڙي سياسي دانايون سنڌ جي تاريخ جا اهم باب آهن، انهن حوالن سان گڏ هن خاندان جو هڪ اهم حوالو موجوده پير صاحب شاهہ مردان شاهہ ثاني جو تاريخي انقلابي خطاب بہ آهي، جنهن ۾ سماج ۾ قائم فرسوده رسمن، رواجن ۽ ريتن جي خاتمي ۽ خاص طور تي نياڻين کي اعليٰ تعليم جي زيور سان آراستہ ڪرڻ، نندڻ يا ڇائي ڇم جا رشتا ختم ڪرڻ ، تنديڻ ۾ ٻارن جو شاديون نہ ڪرائڻ ، ٻي جوڙ رشتا طئي ڪرڻ ۽ مڱڻي يا شادي کان اڳ پنهنجي اولاد کان راضپو معلوم ڪرڻ، نياڻين کي جائداد مان حصو ڏيڻ جو حڪم ڏنو آهي جڏهن تہ پنهنجي جماعت کي بُري جي صحبت، ڪنهن بہ نشي جي واهپي کان جهليو آهي ۽ پاڙيوارن جو خاص خيال رکڻ، حق حلال جي رزق جي تلاش بابت زور پري تاڪيد ڪئي آهي. اهو بہ خطاب ۾ چيو اٿس تہ "هن کان اڳ ۾ اوهان جي گهرن ۾ گهڙي ڪڏهن بہ حڪم نہ ڏنو آهي، پهريون ڀيرو حڪم ڏئي رهيو

آهيان، اوهان ( جماعت ) پنهنجي فيصلن تي تہ عمل ڪندا آهيو پر پيراڻي حڪم تي توجہ نہ ڏيندا آهيو. جيڪڏهن جماعت حڪم تي عمل ڪيو تہ سندس اولاد خانہ آبادي جي زندگي بسر ڪندي“

هي خطاب سنڌ جي تاريخ جو اهم خطاب آهي،جنهن کي پاڪستان جي مختلف خطن جي سماجن کي عمومي طرح ۽ سنڌ جي سماج کي خاص طور تي سماجي ترقي جو آئين بڻائڻ گهرجي. پير صاحب جن جيئن هن خطاب ۾ صلاح ۽ مشوري بجاءِ جماعت کي حُڪم ڪرڻ فرمايو آهي. اُن جا جيڪي سماجي ۽ نفسياتي فائدا ٿيڻا آهن، انهن تي ڪتاب لکي سگهجن ٿا.

سماج جو بنيادي يونٽ هڪ گهر هوندو آهي، اُتي جيڪڏهن بي جوڙ شادي جي گهاڻي ۾ بہ جيتو پيڙهجي رهيا آهن، تہ سندن نسل بہ انهي بي چيني جو شڪار ٿيندو ڪِر ڪِر ... ۽ ”تون مرين تہ جند ڇُٽي!“ واري ماحول ۾ پليل نسل بہ سطحي ۽ هلڪڙو اسهپ ۽ بي صبري جي مزاج وارو ٿيندو آهي.

نفسيات جا ماهر چون ٿا تہ ٻار جي پرورش تڏهن کان شروع ٿئي ٿي ، جڏهن هو ماءُ جي پيٽ ۾ ڇُرڻ پُرڻ شروع ٿئي ٿو. ماءُ جيڪڏهن ڪروڌ واري ماحول ۾ رهي ٿي تہ اهو ٻار اُن جو نفسياتي اثر وٺي ٿو. انهي ڪروڌ واري ماحول ۾ پليل ٻار ناڪاري ذهين وارو بڻجي ويندو آهي. ناڪاري ذهين وارا ٻار ناڪاري سماج تخليق ڪن ٿا. اڄ جي سنڌ ۾ جيڪا بي چيني ۽ اسهپ ڏسجي ٿي، اُن ڪري جڙن ۾ بي جوڙ شاديون آهن.

اڄ جيڪا ڪارو ڪاريءَ ۽ پيچ پچان لڳي پيئي آهي، اُن جي پٺيان بہ بي جوڙ شاديون آهن. تنهنڪري اڄ جي سنڌ کي انارڪي ۽ بي چيني مان ڪڍي صبر، شڪر، سهپ، علم عقل ۽ رواداري جي دور ۾ داخل ڪرڻ لاءِ هن خطاب کي بنياد بڻائي سماجي تبديلي جي بحث جي ابتدا ڪرڻ گهرجي.

*

حافظ سخي محمد مهراڻ

# روشن مستقبل جي خوشخبري

اهو امر مخفي ناهي تہ خداوندي حڪمت جي تقاضا هي آهي تہ مرد ۽ عورت جي مابين نوع انساني توالد ۽ تناسل ٿيندو آهي. ان جا افراد وڌن ٿا ۽ اهڙي طرح تي اها نوع جيستائين خدا کي منظور آهي، باقي رهندي جيڪڏهن ائين ناهي، تہ ان جي ابتڙ ثابت ٿيندي ۽ اسانجي ذمي واجب ٿيندو تہ مختلف ذريعن سان توالد ۽ تناسل جي گهٽتائي ۽ انسان جي نيست ونابود ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪريون؟ حالانڪ اها ڳالھ واقع جي خلاف آهي. هاڻي هي ڏسو تہ توالد ۽ تناسل مرد جي حامل ڪرڻ ۽ عورت جي تخم سان انجام پذير ٿئي ٿو ۽ اها ڳالھ معلوم آهي تہ مرد ۾ حامل ڪرڻ جي هميشہ صلاحيت باقي رهندي آهي. ڪٿي سئو ورهين جو ڇو نہ ٿي وڃي ۽ انهي عمر کي پهچڻ ممڪن بلڪ موجود آهي، ڪا اڻ ٿيڻي (نادر) ڳالھ ناهي. ايستائين جو ڪي حڪماءِ هن ڳالھ جا قائل آهن تہ جيڪڏهن انسان کي موت جلدي نہ اچي وڃي تہ ان جي پيدائش ۽ قدرتي ساخت جي تقاضا هيءَ آهي تہ سئو ورهين تائين زنده رهي (بلڪ مشهور تہ هي آهي تہ انسان جي طبعي عمر هڪ سئو ويهہ 120ورهيہ آهي) رهي عورت. بس جيئن ڄڻڻ جو بار کڻڻ، واضح حمل جي مصيبت سهڻ ۽ کير پيارڻ سان انجي قوت ضايع ٿي وڃي ٿي ۽ انهن سيني ڳالهين جي اها ان وقت متحمل ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن انجو جسم ايتري قدر طاقتور ٿي وڃي، انهي ڪري خداوند حڪمت جي تقاضا هن ڳالھ ۾ ٿي تہ عورت ۾ ٻار ڄڻڻ جي طاقت سن بلوغ کي وٺي پنجاهہ 50 ورهين جي عمر تائين آهي ( جيئن تہ ڪن جو قول آهي ۽ انهن جي راءِ آهي تہ پنجونجاهہ 55 ورهين جي عمر تائين ان ۾ ٻار ڄڻڻ جي قابليت رهي سگهي ٿي) ۽ هتان کان جيئن تہ انجي طبعي قوت زائل ٿيڻ

شروع ٿي ويندي آهي، انهي لاءِ باري تعاليٰ حمل کي ان کان روڪي ڇڏيندو آهي ۽ ان جي خيض جو خون (ماهواري) بند ڪري ڇڏيندو آهي. جيڪا پڻ جنين جي غذا آهي، ۽ عمر جي خواهش، لطف ۽ احسان جي ڪري تخم مان، جنهن مان ٻار ٿهندو آهي ان کي محروم ڪري ڇڏيندو آهي بس عورت ۾ ٻار ڄڻڻ جي قابليت ڪي پنجٽيهہ 35 ورهيہ رهي ٿي، انهي لاءِ اها اڪثر پندرهن 15 ورهين ۾ بالغ ٿيندي آهي ۽ جڏهن اها ڳالهہ طئي ٿي چڪي تہ اسان چئون ٿا تہ عورت پنهنجو ٻچڙو ڄڻڻ جي قابليت جي مدت ۾ جڏهن بالغ مرد وٽ ويندي. ڪٿي انجي عمر جو ڪو بہ زمانو ڇو نہ هجي تہ مرد ۾ برابر حاملہ ڪرڻ جي طاقت ڏسندي ۽ اهو انهي امر کان قاصر نہ رهندو هائو جيڪڏهن ڪو غير طبعي ۽ عارضي سبب ٿي وڃي تہ ڳالهہ ٻي ئي آهي، انهي مان ثابت ٿيو تہ نياڻي کي وقت تي نڪاح ڪرائجي. ماءُ پيءُ مٿان لازم آهي تہ جڏهن اولاد جوان ٿئي تہ انهن جي شادي ڪرائي وڃي. مگر شادي ۾ مرد عورت جو ايستائين نڪاح نہ ڪيو وڃي جيستائين ان کان اجازت نہ ورتي وڃي. اهڙي طرح ڪنواري عورت جو بہ نڪاح نہ ڪيو وڃي جيستائين ان کان پڇيو نہ وڃي.

رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو "جڏهن گهر ۾ ٻار پيدا ٿئي تہ ان جو سهڻو نالو رکو ان جي سهڻي تربيت ڪريو جڏهن بالغ ٿئي تہ ان جي شادي ڪرايو جيڪڏهن بالغ ٿيڻ بعد ان کان ڪو گناهہ ٿئي تہ ان جي گناهہ ۾ ان جو پيءُ شريڪ هوندو."

پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن جي طرز عمل مان اندازو ٿئي ٿو تہ پاڻ سونهارا شهرين کي نماز ۾ پهرين صف ۾ بيهاريندا هئا ۽ ٻهراڙي وارن کي ٻي صف ۾ ۽ ٽئين صف ۾ اهڙي طرح پاڻ شهرين کي ٻهراڙي وارن جي مربي بنايائون تہ پنهنجي عمل سان هي ٻڌايون تہ شهرين کي گهرجي تہ ٻهراڙي جي تربيت ڪن ۽ انهن جي احوالن کان غافل نہ ٿين.

حضرت پير سائين پاڳاري دامت برڪاتهم العاليہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي انهي فرمان مبارڪ جي روشني ۾ پنهنجي جماعت کي جيڪو نياڻين جي تعليم و تربيت ڪرڻ کان پوءِ جوڙ جي شادي ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي اهو عين اسلام جي تقاضا آهي. اسان کي پڙهيل

لکيل سڌريل، متمدن، مهذب ۽ تعليم يافتہ نوجوان سان پنهنجي نياڻي منسوب ڪرڻ گهرجي.

غير متمدن، غير مهذب ۽ غير تعليم يافتہ افراد کي متمدن، مهذب ۽ تعليم يافتہ افراد تي فوقيت ڏيڻ غير فطري بہ آهي ۽ غير معقول پڻ. اسلام دين فطرت آهي ۽ عقل و حڪمت جو دين پڻ آهي سڄي خرابي خود غرضي ۽ نفس پرستي کان پيدا ٿئي ٿي.

پاڻ سونهارن جو مثال اسانجي اڳيان آهي، اسان کي انهي مثال کي سامهون رکي پنهنجي زندگي سنوارڻ گهرجي. ڇا اهو نمونو اسانجي لاءِ ڪافي ناهي؟ نفس تہ برائي جو حڪم ڏيڻ وارو آهي. اسان نفس جي جنجال ۾ ڦاٿل آهيون، اسان کي ان جي جنجال مان نڪرڻ گهرجي، همٿ جي ضرورت آهي. حوصلي جي ضرورت آهي، ڪجهہ ڪري ويجهڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اسان کي مستقبل ڏانهن قدم وڌائڻو آهي تہ ماضي مان سبق حاصل ڪرڻو پوندو. ماضي جي سبق آموز واقعن کي هنڌائڻ کپي. شادي بابت ڪي ضروري ڳالهيون ذهن ۾ رکي اولاد جي شادي ڪجي.

1. جواني جي شروعات يا ننڍپڻ ۾ شادي ڪرڻ صحت لاءِ نقصان ڪار آهي.
2. بي جوڙ رشتا طئي نہ ڪرڻ
3. گهوٽ ۽ ڪنوار جي عمر اخلاق ۽ علمي لحاظ نہ رکڻ.
4. رشتو طئي ٿيڻ وقت فقط مال، دولت خوبصورتي يا اعليٰ خاندان ڏسڻ جهالت آهي.
5. بنهي پاسين ديني افعال، سهڻا اخلاق، ادب ۽ حيا، سهڻا خيال ۽ نيڪ سيرت ڏسڻ افضل آهي اهڙي جوڙي کي الله جي رسول صلي الله عليہ وسلم پسند فرمايو آهي
6. گهر ۾ خاندان ۾ فساد، نا اتفاقي ۽ جهيڙن جو اصل سبب بي جوڙ رشتا طئي ڪرڻ هوندو آهي.
7. عاقل بالغ عورت جو نا بالغ سان نڪاح ڪرائڻ جائز ناهي، حضرت پير سائين پاڳاري مدظل العاليٰ وقتائتو فيصلو ڪيو آهي ڇو تہ سندن جماعت هن وقت پڙهيل زماني جي حالات کان واقف آهي، پاڻ

اهو حڪم مبارڪ اگر گادي نشين ٿيندي ئي 1952ع ۾ ڏين ها تہ ماڻهن جي سمجهہ کان مٿي هو. جماعت جا يقين رکندڙ ويساهہ رکندڙ فقير پير سائين جو هر حڪم اکين تي رکندا آهن سو انهي حڪم مبارڪ تي بہ عمل ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ سرخرو ٿيندا. اسلام عورت کي جيڪي حق ڏنا آهن, اهي واضع چٽا آهن اسان جا پڙهيا لکيا ماڻهو سمجهندي بہ ان تي عمل نہ ڪندا آهن. الله پاڪ اسان مسلمانن کي نبي ڪريمؐ صلي الله عليہ وسلم جن جي سُنت تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي.

*

# قابل تقليد حڪم

انگريزن جي توبن جا آواز جڏهن "پيچ پاڳارا" جي نعري اڳيان ديوار سان متو ٽڪرائي بدنصيبي ۾ بيوسي جو روئڻ روئندا هئا تڏهن لوڙهن ۾ واڙيل مريدياڻيون رلين کي توپا ڏيندي ۾ ٽانو مليندي به اهو سوچيندي رهنديون هيون ته گوري سرڪار سان مقابلو ڪيئن ڪجي؟ سنڌ ۾ گوريلا ويڙهه جو تاريخي پسمنظر پلي نومڙين، شورن، چانڊين ۾ بين برادين جي ڪاروائين کان شروع ٿيندو هجي پر ان جو سنهري ۾ تاريخي دور حر ويڙهه آهي، جنهن لاءِ وڏي بدنصيبي اها آهي ته ان ويڙهه کي سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ شامل نه پيو ڪيو وڃي. سنڌ ۾ هن وقت به جيڪڏهن ڪا رُڪ جهڙو ضابطو رکندڙ جماعت موجود آهي ته اها "حرجماعت" آهي جتي فيصلا ٿيندا ئي عمل لاءِ آهن. پلي ان کي سياست جي وهڪري ۾ آٽي تڪراري بڻايو ويو هجي ۽ ان جو عمل سنڌ لاءِ فائدي وارو نه ٿيندو هجي پر ان جي اندر ۾ اڄ به حڪم ملڻ سان هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ بدران وڏڻ وارو اصول موجود آهي. ٿر جي وڏين وڏين پٽن لاڙ جي پاٽي ٻڌل علائقن، گهوٽڪي جي ٿر واري علائقي کان وٺي ميرپورخاص ۽ سانگهڙ جي سرسبز علائقن ۾ خوشحال حر مريد توڙي مريدياڻيون اڄ به ان ضابطي ۾ هلن ٿيون، جيڪو ضابطو پير ڳوٺ واري روضي ڌڻيءَ جي درگاهه تان لاڳو ٿيندو آهي، هن پيري تازو پير ڳوٺ جي درگاهه تان هڪ حڪم آيو آهي توڙي جو ميڊيا کان وٺي سماج جي روشن خيال ماڻهو ان طرف ڪو گهڻو ڌيان نه ڏنو آهي پر حقيقت ۾ اهو اعلان شاندار آجيان ڪرڻ جهڙو هو خاص ڪري عورتن جي حقن جي دعويدار ڌرين کي ته ان جي آجيان ڪرڻ گهرجي ها. اهو حڪم پير پاڳاري خود مريدن کي زيارت ڪرائڻ وقت ڏنو. جنهن ۾ هن چيو

تہ "ڪنهن بہ پڙهيل لکيل ڇوڪريءَ جي شادي اڻ پڙهيل ماڻهوءَ سان نہ ڪرايو نندپڻ جا رشتا نہ ڪريو جيڪي اڳ ٿيل آهن اهي جلدي ٽوڙي ڇڏيو ڇوڪرين کان رشتي ڪرڻ وقت راضپو پڇو بي جوڙ رشتا نہ ڪريو اهو منهنجو حڪم آهي." سنڌ جو هر سجاڻ ۽ شعور رکندڙ ماڻهو اهو چڱيءَ ريت ڄاڻي ٿو تہ پير پاڳاري جو حڪم سندس مريد هر حالت ۾ مڃيندا آهن سنڌ ۾ 30 لک کان وڌيڪ سندس مريد جيڪڏهن واقعي بہ سندس حڪم تي عمل ڪندي ائين ڪن ٿا تہ سنڌ ۾ اها ڪارل مارڪس وادي پارٽي نہ ڪري رهي آهي، پر هڪڙي پيراڻي گادي ڪري رهي آهي. اسان وٽ اهي الزام لڳندا رهيا آهن تہ اڪثر پير ماڻهن کي اوندهيءَ ۾ رکي رهيا آهن. اتي جيڪڏهن سنڌ جي ڪا پيراڻي گادي فرسوده روايتون ٽوڙي ٿي، تہ اهو خود سنڌ جي درگاهن جي گادي نيشينن اڳيان بہ هڪڙو وڏو مثال هوندو. سنڌ ۾ پير پاڳاري سورهيہ بادشاهہ جڏهن عورتن کي ٻانهي نہ پائڻ جو حڪم ڏنو هو تہ ٿر جي عورتن بہ پنهنجون ٻانهيون (چوڙا) پيچي اڇلائي ڇڏيون هيون. دهل نہ ٻڌڻ جي حڪم تي شاديڻ مرادين ۾ چنا ئي الڳ ٿيڻ شروع ٿي ويا هئا تنهن ڪري هن حڪم تي چار آنا بہ عمل ٿيو تہ اهو ڪنهن وڏي تبديليءَ کان گهٽ نہ هوندو. هن ماحول ۾ پير پاڳاري جو هڪ حڪم ساراهہ جي لائق آهي.

سنڌ ۾ تازو پريمي جوڙن کان پوءِ هڪڙو بحث ڇڙيو آهي تہ ميڊيا جي تشهير سبب ماڻهن هاڻي نياڻين کي پڙهائڻ ڇڏي ڏنو آهي. خاندان جي عزت مٽيءَ ۾ ملي وڃي ٿي. ڀين ڀينرن جي شادي نٿي ٿئي، خود جوڙو اڳيان هلي پريشان ٿي وڃي ٿو وغيره وغيره، پر سنڌ جي روشن خيالن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ خاندان جي عزت، ڀينرن جي شادي ڪين نہ ٿيڻ جي خوف ۽ معاشي طور پريشان ٿيڻ جي ڊپ سبب ڇا پنهنجي زندگيءَ "فرمانبرداري" جي سگريءَ ۾ ساڙي رک ڪري ڇڏجي؟ هي قدم کڻندا تہ پنهنجيان خاندان بہ اکيون کوليندا سماج بہ لوٽا ڦيريندو بحث ٿيندا ۽ پوءِ اڳيان هلي ڪو رستو نڪرندو.

سنڌي سماج جي هن پرندڙ ديوار کي ڏسي هاڻي فيصلو اچين ڏاڙهين ۽ پٽڪن وارن کي ڪرڻو آهي تہ اهو پنهنجي اولاد ۽ ايندڙ نسل لاءِ ڪهڙو ٿا

رستو اختيار ڪن. گهوٽڪي جي سردارن وانگي پنهنجي انا تي قائم آهن يا سورهيہ بادشاهہ جي صاحبزادي وانگر ڪو اهڙو رستو ٿا ڪڍن، جيڪي خاندان جي عزت ۽ ناموس کي ائين ڏوڙ ٿيڻ کان بچائي، سنڌ جي سمورين پيراڻين گادين ۽ سردارن کي پير ڳوٺ جي حڪم تي ويچارڻ گهرجي. پنهنجي اولاد بابت فيصلا ڪرڻ کان اڳ ٿورو سوچن ۽ پنهنجي ذات، مريدي ۽ پڳ ۾ ايندڙ ماڻهن کي بہ اهڙو ئي سوچڻ جو موقعو ڏيڻ گهرجي.

*

# تاريخي خطبو

ڪولمبيا سان تعلق رکندڙ نوبل لاريٽ ليکڪ گارشيا مارڪيز جي ناول "The Hundred years Solitude" ۾ هڪ ڪردار مڙس جڏهن زال کي چوي ٿو ته هل ته هاڻي هتان لڏي هلون ته سندس زال پڙ ڪيڏي بيهي رهي ٿي، جيڪو ڳوٺ اسان پنهنجي هٿن سان ٺاهيو آهي، ان کي ڪيئن ڇڏيون. پنهنجي وطن کي به ڇڏبو آهي ڇا؟ ڪيس سندس مڙس ڪن ڪڙڪائيندي جواب ڏئي ٿو ته پنهنجو وطن ته اهو هوندو آهي جتي ابن ڏاڏن جون قبرون هجن هتي اڃان ڪنهن جي قبر ناهي ٺاهي جو پاڻ رکجي وڃون سو ٿي سگهي ٿو ته ڪن يارن کي اعتراض ٿئي ته هي وات ڳاڙهو ڇورو وري ڪٿان ڪاهي پيو آهي حرن ۾! پر پاڻ به ساڳئي ڳالهه ڪنداسين ته بابا جيڪو سانگهڙ حر تحريڪ جو مرڪز رهيو آهي اهو ئي منهنجو وطن به آهي جتي منهنجن ابن ڏاڏن جون قبرون آهن سو ان سان آئون ڪيئن ٿو لاتعلق رهي سگهان. هي ڳالهه ته اهي ۾ اکر به آئون پنهنجي ادبي حر دوست سردار پيو جي گذارش تي پيو لکان. ٽين ڳالهه ته "حُر" به سنڌين مان آهن ۽ سنڌي هجڻ تي مون کي فخر آهي ته اها شيءِ به مون کي لکڻ تي مجبور ڪري ٿي سو هاڻي وٺون ٿا اصل ڳالهه کي پيچ مان.

جڏهن اسين سنڌي سماج تي نظر ڊوڙايون ٿا ته اهو اڄ تائين فرسوده رسمن جي ڏيڻ ۾ قائل آهي، انهن فرسوده رسمن جو بڻ بنياد ڳولڻ سان پتو پوي ٿو ته اهي رسمون سنڌي سماج جي وجود ۾ اچڻ کان به اڳ جون آهن ۽ غير ڪنهن مذهب جي فرق جي علائقي جي جا گرافي ۽ ڪلچر سان واڳيل آهن ۽ ائين هر علائقي ۾ ملڪ ۾ اهڙيون ڪئين ڪڏيون رسمون مختلف شڪلين ۾ قڙ ڪيو بيٺيون آهن پوءِ اهو عرب معاشرو هجي مغربي

معاشرو هجي يا اسان جي ننڍي ڪنڌ جي انهن ۾ ڪجهه رسمون خالص اعتماد ڪجهه GOOD WILL GESTURE ۽ ڪجهه جاگيردارانه سماج جون پيدا ڪيل آهن اهي رسمون تڏهن به پنهنجو ڪم ڏيکاريندين هيون جڏهن هتي اڃان ڪاڳر قلم جو رواج نه پيو هئو پر هاڻي ته هر شيءَ ڪاغذ تي پيئي لکي وڃي تعليم جي اٿهوند ۽ جهالت انهن رسمن جو وڏي ۾ وڏو Fuel آهي ۽ اهي ئي شيون ڪنهن به جاگيردارانه معاشري کي Suit ڪن ٿيون جيستائين ڄائي ڄم کان اڳ ۾ سڱابندين جو معاملو آهي يا بالغ ڇوڪرن ۽ ڇوڪري جي نڪاح ڪرڻ جو ته ان جا به رخ آهن. هڪڙو غيرت جو فيڪٽر ته پنهنجي برادري کان ٻاهر سڱ ڇو ڏيون ۽ ٻيو ٻي اعتمادي ته ڪٿي سياڻي ٻي ڏر جنهن وٽ ان وقت ٻڌي ۾ ڏيڻ لاءِ ڪجهه نه هوندو آهي، ڦري نه وڃي وڏي ڳالهه ته اها سچي. هن وٽ انهن جي زبان جي ڳنڍ سان ٻڌل هوندي آهي باقي ڪاڳر نه قلم جو ڪم هوئين به اسان جو معاشرو Male-dominated رهيو آهي جتي عورت کي ٻڪري وانگر سمجهيو ويندو آهي. جتي مرد جي مرضي ته ڪيس ڪن مان وٺي ڪنهن کي ڏئي ڇڏي باقي ڪچڙو پچڙو نه آهي، اها به خالص جاگيدارانه نظام جي نشاني آهي جتي ڪنهن ڪمزور جي لاءِ ته جيڪڏهن ڪنهن عورت کي ڪو ملڪيت مان حصو نه ٿو ڏنو وڃي ڇو ته ٻارن کي خوف هوندو آهي ته ڪٿي سندن ملڪيت نه ڀين هٿن ۾ ورهائجي وڃي ۽ ٻيا سندن ملڪيت تي موجون ڪندا وتن. آخر لالچ ۽ حوس به ڪاشيءِ هوندي آهي . يار انسان جو ته سودو ڪيو وڃهن پر ملڪيت کي هٿي ٻڪ وجهيو قابو ڪيو وٺن باقي رهي ڳالهه عورتن کي مردن برابر حق ڏيڻ جي سند تعليم جي ته منهنجا سائين ڪنهن جي ڦٽي آهي جو جنهن کي هو سالن کان پنهنجي نوڪر سمجهي ان تي اها حڪمراني ڪري يلي ڪجهه NGOs عورتن جي حقن جون ڳالهيون ڪن ۽ ڳوٺن شهرن ۾ عورتن کي پڙڪائين پر ڀيلي ان سان عورت پنهنجي مرد کان ڪهڙا حق وٺي سگهندي؟ ڪيس موچڙا ته ناهن کاٽڻا. ها جيڪڏهن ڪي يار عورتن جا واقعي همدرد آهن ته اهي عورتن بجا مردن جي سوچ کي تبديل ڪن ۽ هميشه الٽي گنگا وهي ٿي ڪير سمجهائي NGO جي انهن ميڊمن کي سو جيڪڏهن عورت کي واقعي به حق ڏيارڻا آهن ته پوءِ سنڌي

سماج ۾ تعليم جي ڇار ڪي ڦهلائڻو پوندو ۽ انهن ۾ صرف عورت نه پر مرد
کي به شريڪ ڪرڻو پوندو جئين جئين سنڌن Maternal Level ۾ بهتري اچي
۽ هڪٻئي کي سمجهي سگهن ڇا اسان جو سنڌي معاشرو ايترو پڙهيل
لکيل آهي؟ يا ان قابل آهي جو جتي آساني سان عورتن کي برابر حق ڏيا ريا
وڃن؟ هن زمين جي گولي تي جڏهن Globalization جو نعرو لڳو هئو. تڏهن ئي
ڪِي سمجهڻ وارا سمجهي ويا هئا ته وري غريب ماڻهن سان ڪا مشڪري
ٿيڻ واري آهي پر هاڻي ته هر ڳالهه اچي پٽ تي ڦهڪو ڪيو آهي چون ٿا ته
دنيا Global Village ۾ تبديل ٿي وئي آهي. منهنجا سائين ڪائنات ڪوڙو
وري ڪهڙو؟ آمريڪا جي ڪنهن ڳوٺ کي ڏسو ۽ وري سانگهڙ جي ڪنهن
ڳوٺ جي ماڻهن تي نظر وجهو ته دماغ ٽڪاڻي اچي ويندو. باقي صرف
Information Technology جيڪا ٽپال جو نئون روپ آهي سا توهان کي ملڪن
جا ملڪ ڏيکاري ته ان ۾ اسان جا پيٽ ته نه ڀربا. نه ڪي اسان سڌريل بڻجي
پونداسين. ٻي ڳالهه ته انٽرنيٽ ذريعي ملندڙ معلومات Information ته چئي
سگهجي ٿو پر اها Knowledge (علم) جو درجو نه ٿي رکي اها Corporate
Globalization کي Justify ڪرڻ لاءِ جوڙي وئي آهي ڳالهه اتي وڃي پهتي آهي
جو پاڻ، پاڻ سان ڏنو وڃي ٿو اڳي ماڻهو ڏک سک ۾ هڪٻئي کي قرض ڏيندا
هئا ۽ ڇپن تي به نه آٽيندا هئا پر هاڻي ته هر قرض سان گڏ وياج ۽ ڪميشن
جو پيچ ڳنڍيو پيو آهي. هر قسم جو ڪاروبار ان نقطي تي ڦري پيو ته اهڙي
وٺ وٺان ۾ حلال ۽ حرام جو تصور ئي ختم ٿي ويو آهي. رشتن، ناتن ۽
يارين دوستين کي ئي ختم ڪيو ويو آهي، اهڙي جهان ۾ توهان کي سٺ
واتيون بلائون به ملنديون ته ڏنگا ماڻهو به سو ان حالت ۾ به سنڌي ماڻهو لاءِ
Survive ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو آهي سواءِ چند پيٽن جي، ان شيءِ به هٽي سنڌي
سماج کي ڏونڏاري ڦٽو ڪيو آهي ۽ هر ماڻهو ڪٽي جي وات ۾ اچي ويو
آهي سو ان Competition جي دور ۾ به اسان کي تعليم جو پاسو جهلڻو پوندو نه
ته ميان! ڪٿي اسان سان به ريڊ انڊين واري حالت يا سو ويٽ يونين واري
تعدي نه ٿئي! سنڌي سماج ۾ پيدا ٿيل ان جمود کي ٽوڙڻو پوندو سو پائو!
ڪجهه پير هٽڻا پوندا.

جيستائين حرن کي ڪيل پير پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ثاني واري تاريخي خطبي جو تعلق آهي تہ يقينن اهو سنڌي سماج جي جمود ۾ اڇليل پهريون پٿر آهي، ڇو جو حر بہ سنڌي سماج جو حصو آهن، اڄ بہ گهوٽڪي کان وٺي راجستان تائين حُر هر جاءِ تي پکڙيا پيا آهن. انهن مان گهڻن جو تعلق بہ پنهنجي پيل علائقن سان آهي سو اهي حر جيڪي انگريزي مارشل جو سختيون . ڪي جان ڏئي هليا ويا تہ ڪي ٻارن ٻچن سوڌو لوڙهن ۾ زندگي جا ڏينهن گهاريندا رهيا. اڄ اهي ساڳيا ملڪي سياست ۾ بہ پنهنجو پاڻ ملهائي رهيا آهن ۽ ان منزل تائين پهچڻ جو سچو ڪريڊٽ بہ موجوده پير پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ڏانهن وڃي ٿو.ڪين اهو ضرور سونهين ٿو تہ هو پير پاڳاري پاران سماج ۾ موجود ڪڏين رسمن کي ختم ڪرڻ جي حڪم تي عملي ڪردار ادا ڪن. يقينن سندن منظم جماعت کي ڪنيل اهڙن قدمن کي ٻيو سنڌي معاشرو ماڊل طور قبول ڪري سگهي ٿو. هيٺ مون جيڪي مٿي لکيو آهي، ان جو تت بہ پير پاڳاري سائين جي ان خطبي جي روشني ۾ ڪيو آهي بهر حال پير پاڳاري جي ان پوري خطاب جي سنڌي معاشري تي پوندڙ اثرن جي سلسلي ۾ زندگي جي مختلف شعبن سان تعلق رکندڙ شاهہ ڪاريگرن کان تاثرات وٺي، نوجوان ليکڪ سردار پيو پاران ”سُجاڳي جو سڏ“ نالي سان ڪتاب سهيڙيو پيو وڃي، جنهن سلسلي ۾ منهنجي هيءَ لکڻي بہ هڪ ڪڙي آهي، ڪيس شابش هجي نہ تہ بابا اسان جهڙن فقير ماڻهن کي ڪير ٿو پڇي! اهڙي نيڪ جذبي ۽ ڪم لاءِ ڪيس جس هجي، جو پير صاحب پاڳاري جي هن انقلابي تاريخي خطاب جي اهميت ۽ افاديت کي محسوس ڪندي تاثراتي مضمونن تي مشتمل ڪتاب سهيڙڻ جو فيصلو ڪيو حالانڪ هن گوناگون ۽ مصروف زماني ۾ هرڪو پيو پنهنجي ذاتي مفادن خاطر جاکوڙ ڪري، اهڙين حالتن ۾ سردار پيو جي هي ڪوشش ساراهڻ لائق آهي. اميد تہ هر ڪو پنهنجي وس ۽ وت آهر ڪو ڪردار ضرور ادا ڪندو.

*

# غير اسلامي رسمون ۽ انقلابي خطاب

پير صاحب پاڳاري "اسلامي معاشري" جي تعمير ۽ ترقي لاءِ پنهنجن مريدن ۽ درگاهہ شريف راشديہ جي پانڌيئڙن لاءِ جيڪي مفيد ۽ ضروري مشورا ۽ صلاحون ڏنيون آهن. ان کي عملي جامون پهرائڻ لاءِ اپاءُ ورتا وڃن ۽ ان پيغام کي مؤثر طريقي سان عام ڪيو وڃي.

وقت جي اهم ضرورت آهي تہ اسلامي روايتن کي عام ڪرڻ ۽ بدعتن، غير اسلامي رسمن کي ٻجو ڏنو وڃي، علم حاصل ڪرڻ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ اهڙي طرح ڪارائتو آهي جهڙي طرح انڌي کي اکيون. اسلامي معاشري جي تعمير لاءِ ضروري آهي تہ اسان حقوق الله ۽ حقوق العباد کي پوري ذميواري سان ادا ڪريون. اڄ جي انڌيري ماحول ۾ اسان لاءِ ضروري آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي سيرت طيبہ جو گهري نظر سان مطالعو ڪريون ۽ پنهنجي زندگي کي اسوه حسنہ جي روشني ۾ سنوارڻ جي ڪوشش ڪريون ڇو تہ انهن ۾ دنيا ۽ آخرت جون ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون آهن.

اڄ ڪلهہ تشدد جي جيڪا راهہ سامهون آئي آهي، ان جي برعڪس سهڻي اخلاق، مٺي ٻول، رواداري ۽ ٻئي کي برداشت ڪرڻ جي جذبي کي اپارڻ جي ضرورت آهي. باقي رهيو بد عقيدي وارن جو حال تہ انهن سان سلف الصالحين واري واٽ هلجي تہ بهتر رهندو تبليغ ۽ دليل وبرهان جي طاقت سان رد. مارداڙ واري واٽ صالحين ۽ بزرگن جي ڪانہ آهي (الله تعاليٰ موسيٰ عليہ السلام) کي فرعون جهڙي ڪٽي ڪافر لاءِ بہ نرم گفتگو جو حڪم ڏنو ڏسو (پاره 12 آيت 44) مٺي ٻول ۾ وڏي طاقت آهي جو وڏي سخت دل کي بہ نوائي ڇڏي ٿو. اڄ جهڙي مشينري ۽ خشڪ ماحول ۾ مٺي

ٻول ڪي رواج ڏيڻ جي ضرورت آهي. پرڻيل عورت لاءِ ثواب اجر آهي، تنهنڪري پنهنجي ڪنوارين ۽ بيواهہ عورتن کي ضرور شاديون ڪرائڻ کپن. احاديث مبارڪ ۾ انهن لاءِ واڌايون آيل آهن جهڙوڪ: پرڻيل عورت جو نالو ۽ اولاد باقي رهندو آهي جيڪڏهن ٻار پورن ڏينهن جو پيدا نہ ٿيو. حمل ڪچو ضايع ٿيو تہ تڏهن بہ عورت لاءِ اجزا آهي جو اهو ٻار قيامت ڏهاڙي ماءُ پيءُ کي جنت ڏانهن ساڻ وٺي ويندو. هن ثواب کان غير شادي شده عورت محروم آهي. پرڻيل عورت مڙس جي آرام، ٻارن جي خدمت لاءِ جيڪو وقت ڏي ٿي ان کي جهاد في سبيل الله جو اجر ملي ٿو.

پرڻيل عورت جنهن ڏينهن کان ڳورهاري ٿئي ٿي، ان ڏينهن کان ٻار ڄڻڻ تائين ۽ پوءِ ٿڃ ڇڏرائڻ تائين جيڪا سور سهي ٿي، کين اڻ کٽ ثواب ملي ٿو ۽ ان پوري مدت ۾ في سبيل الله جهاد ۾ رهڻ جو ثواب ان جي کاتي ۾ لکجي ٿو ۽ جيڪڏهن ان دوران مري پوي تہ شهادت جو مرتبو ماڻي ٿي.

هڪ حديث ۾ آيل آهي تہ پرڻيل عورت جنهن وقت حاملہ ٿيندي آهي، حمل جي ڏهاڙن ۾ هرروز روزيدار ۽ هر رات شب بيداري جو ثواب ڪٽندي آهي. عورت جو جڏهن ٻار روئي ٿو ۽ هو ٻار خاطر رات جاڳي ان کي ٿڃ پياري ٿي، ٻار جي پيشاب جو بستر بدلائي ٿي تہ ان لاءِ ايترو ثواب آهي جڻ ان ستر (70) غلام آزاد ڪرايا. ڪارو ڪاري جا بنيادي ڪارڻ بي پردگي ۽ ٽي وي آهي، ٽي وي ڊرامن ۽ فلمن ذريعي ڪچي ذهن وارين نينگرين کي هٽي ٿي ملي تہ هو پيار جو پرتو ڪن ٿيون ۽ راهہ جي هر رڪاوٽ کي لتاڙڻ جي هر روز ان کي گهر ويٺي سکيا ملي ٿي. هي سکيا ٻالڪپڻ کان وٺي جواني تائين لڳاتار ملي رهي آهي. هن سکيا لاءِ نہ هن کي ٻي جي گهر ويٺو ٿو پوي تہ ڪنهن سکيا گهر جي في ادا ڪرڻي ٿي پوي بلڪ سمورو ڪم پنهنجي گهر ۾ ادا ٿئي ٿو تہ ماءُ پيءُ کي ناراض ڪرڻ، راج ڀاڳ جي لڄ لتائي ڪورٽ ميرج ڪرڻ ۽ بي پردگيءَ جي سبب ٻار پالڻ سولو ٿي پيو آهي، جيڪو اڳتي هلي ڪاروبار جو سبب بڻجي ٿو. تنهن ڪري اصل سبب تي نظر رکڻ کپي، عورت بابت پنهنجو ڪتاب "مسلمان عورت" جو مطالعو ڪرائيندو رهندو.

فقيرن جي ڳوٺن ۾ مسجد مڪتب کوليا وڃن. تعليم قرآن ۽ پرائمري جي تعليم مفت ڏني وڃي. پير صاحب جي قائم ڪيل مدرسن جي تعليم ۽ تربيت جو سلسلو بهتر بڻايو وڃي. "جنهن ۾ امانت ناهي، ان ۾ ايمان ناهي." (حديث)

"رشتيداري کي ختم ڪرڻ وارو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو." (حديث)

"جنهن مسلمان جا پاڙيسري ان جي تڪليف کان بي خوف نہ هجن اهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو." (حديث)

چند معروضات پيش ڪيا اٿم. الله تعاليٰ پنهنجي محبوب پاڪ صاحب صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طفيل توهان اسان ۽ سڀني مسلمانن کي عمل جي توفيق ۽ سگهہ ڏي آمين.

*

# ذات ۽ ذاتءَ جو ڏٽي

هڪڙي هوندي آهي ذات ۽ ٻيو هوندو آهي ذاتءُ. جڏهن اهي ٻئي گڏيا آهن تہ شخصيتون بڻجنديون آهن. منهنجي خيال ۾ انهن ٻنهين يعني ذات ۽ ذاتءُ جو بہ مقدار هوندو آهي. جيڪي ڪنهن تي تورا تہ ڪن تي گهڻا مهربان هوندا آهن. سو جن تي تورا سي توري گهٽ ۽ جن تي گهڻا مهربان هوندا آهن تہ فطري ڳالهہ آهي تہ اهي وڏيڪ اثرائتا ٿيندا آهن.

قلم جنهن جو قسم الله رب العزت ڪلام پاڪ ۾ ڪنيو.

طاقت بخشيئن جو چوڻو پيو تہ "pen is mighter than sword" عقل جيڪو حضور انور صلي الله عليہ وسلم جن جي تخليق کان بعد جي مخلوق ۾ اول جڏهن گڏجي پيا تہ دليل ٿي پيو. ان جمع مضمون جو جنهن جي عبادت انسان جي زوال کان شروع ٿي انسان جي ڪمال تي پهچي اهو ثابت ڪيو تہ انسان جو هجڻ يا تخليق ٿيڻ بلاشبہ بلا سبب نہ هو ۽ نہ آهي، رسول، نبي پيغمبر يا ان کان پوءِ جملي حق ۽ حقيقت جي مخفي راز ۽ وچايل سيئي فضيلتون جن کي بقا آهن ڪنول جي گل جيئان پاڻهي نڻان تري اچن ٿا ۽ جيڪڏهن فڪر، عشق، حقيقي جي دارورسن جي زينت بڻيل آهي تہ پوءِ اهو منصور جيان دار تي هجي يا مجددالف ثاني جيان قيد و بند ۾ يا شهيدصبغت الله شاهہ سورهيہ بادشاهہ جيان ميدان جنگ ۾ پنهنجا اڻ مٽ نقش ڇڏي وڃي ٿو.

سائين ڏاڍو ڏکيو آهي ڪنهن لاءِ ڪا راءِ قائم ڪرڻ خاص طور تي ان معاشري ۾ جتي مثبت لاڙا گهٽ هجن ۽ منفي رد عمل گهڻو هجي ۽ وري جتي جا ماڻهو ڏسڻ ۾ ڪجهہ ۽ هجڻ ۾ ڪجهہ هجن. جتي عام فهم فڪر کان آجو هجي، ڪم علمي يا ڪم عملي ۾هجي ۽ اجان جيڪا مصيبت

آهي اها تہ جيڪڏهن ڪا نامور شخصيت ڪنهن حوالي سان مختلف يا منفرد هجي ۽ ان تي راءِ لاءِ چيو وڃي ۽ وري تعريف پلين حقيقت تي مشتمل ڪجي تہ بہ اها چمچا گيري سمجهي ويندي. مگر جيئن تہ آئون بہ هڪڙو پيير آهيان، پوءِ ڪٿي ايڏو وڏو نہ جيڏو پيير صاحب پاڳارو آهي. ان ڪري مون ڪي لکڻ ۾ لڳي ٿو تہ مخفي سوچ رکڻ وارا ماڻهو هروپرو ائين سوچيندا تہ آئون ڪو مفاد خاطر اجائي تعريف پيو ڪريان. باقي موجوده پيير صاحب پاڳارو جن جي شخصيت ڪا اهڙي ناهي جو ڪنهن بہ حوالي سان مخفي هجي يا نا مڪمل هجي.

فقير سردار پيو ڪي آئون ڄاڻان ڪونہ. شايد ڪا ڪٿي ملاقات ٿي هجي. البتہ جتان لکيو اٿس اتي اسانجي درگاهہ شريف جا چاهڻ وارا موجود آهن. مگر جن لاءِ راءِ گهري اٿس انهن ڪي آئون گهڻن حوالن سان ڄاڻان، سڃاڻان. بلاشبہ اسان جا مائٹ هن گهراڻي جو انگريزن آڏو نہ جهڪڻ واري عمل ڪري وڏو خيال ۽ احترام ڪندا هئا. باقي سلسلي نقشبندي جي حوالي سان پڻ هڪ نسبت موجود آهي جنهن جو ذڪر اهل علم آڏو ڪرڻ ضروري ناهي.

حضرت پيير صاحب پاڳاري جن ڪي هڪ حوالي Astrology سان سڃاتو وڃي ٿو. مون ڪي خبر آهي تہ پاڻ نہ رڳو ڪتاب گڏ ڪرڻ جو شوق ٿا رکن بلڪ پڙهڻ جو ذوق بہ رکن ٿا. سندن ڳوٺ واري ڪتبخاني ۾ موجود هزارين ڪتاب ان جو ثبوت آهن. مريد لکن ۾ اٿن يعني پاڪستان ۽ هندستان جا وڏا پيير آهن. سئو جي لڳ ڀڳ ديني مدرسا سندن زير سايہ پيا هلن. علم و ادب دوست آهن. سندن سياسي بصيرت جي فضيلت ڪنهن کا ڳجهي ناهي. ڪنهن سوچيو هئو يورپ جي آزاد فضا ۾ پلجندڙ هي حوصلہ مند انسان ائين موتي اچي معاملہ فهمي ۽ محب وطن هئڻ جو مثالي ثبوت ڏيندا. مگر اهو سوچيندي هڪ ڳالهہ ذهن جي ڪناري سان اچي لڳي تہ پيير پاڳاري جو پاڳارو بڻجڻ نہ منهنجو نہ توهان جو فيصلو آهي، اهو قادر جو فيصلو آهي ۽ قدرت جا فيصلا ان وقت جا ٿيل آهن جڏهن عدم ۽ وجود جو تصور پيدا ٿيو ۽ جڏهن ميثاق وارو واعدو ورتو پئي ويو. جهڙي طرح هڪ وڻ جو پورو وجود هن جي ٻج ۾ لڪل آهي ۽ مور جا رنگ هن جي بيضي ۾

موجود آهن، پهرين کان بلڪل اهڙي طرح معتبر مثالون قائم ڪندڙ شخصيتن جي متي ڪنئي ئي پاڪيزه جڳهه تان ويندي آهي ۽ ان ۾ روح به انهي قسم جا داخل ڪيا وېندا آهن ٻج ته سپ ٻج آهن. مٺو ٻج، مٺو ميوو ڏيندو ۽ ڪڙو ٻج ڪڙو يا ڪٺو.

جهڙي طرح هر مؤمن ڄاڻي ٿو ته هن کي هڪڙي ڏينهن حساب ڪتاب ڏيڻو آهي، هن کان هن جي متعلق ۽ هن سان واڳيل سڀني معاملن جي پڇا ٿيندي، هو ڄاڻي ٿو ته حقوق الله سان گڏ حقوق العباد جي به پڇا ٿيندي ۽ زياده گرفت به ان تي ممڪن آهي، ته هاڻي ان جي يعني ان فرض جي ادائگي ضروري آهي جنهن جي تڪميل ۽ ترغيب عام مولوي، مفڪر، دانشور کان هڪ با عمل پير تي وڌيڪ لازم ٿئي ٿي. جو ته پير جو مقصد ئي حق ۽ سچ جي تلقين ڪرڻ ۽ اهو ڄاڻي ڇڏيو ته مڪان وارو ئي ڄاڻي ٿو ته مڪان جي اندر ڇا آهي؟

لفظ ٿي لفظ هي سڪاتي هين،
آدمي آدمي بناتي هيــن.

مشهور شاعر تامس گوري جو چيل مرثيو Embassy/ return in a country church yard جي پڙهڻ کان پوءِ فاتح جنرل هولف چيو ته "ڪيڏو نه بهتر ۽ باعث فخر هجي منهنجي لاءِ اهو ته آئون ڪينيڊا فتح ڪرڻ بدران اهڙو يا اهو مرثيو لکان ها." دراصل Education is foundation every nation, Education is the manifestation of God سو علم، علم ۽ علم جي ترغيب خير خواهي آهي قوم ۽ ملڪ ۾ پنهنجي لاءِ اهو ئي پيغام مليو پيو حضرت پير صاحب جي ڪردار، عمل ۽ حڪمن مان.

آئون هميشه پير صاحب پاڳاري جن کي موجوده دور جو پڙهيل، ڪڙهيل پير ڪوٺيندو آهيان، جنهن کي اهو ڊپ ناهي ته مريد پڙهي پيا ته پيري مريدي کان ويندا. صدين کان قائم فرسوده رسمن رواجن جي خلاف احڪام ڏيڻ سان نظام متاثر نه ٿئي يا جيڪڏهن خوشحال ٿيندا ته انسان جي فطرت جي مطابق لاءِ عرض ٿيندا، بي پرواهه ٿيندا. بلڪ مونکي ته لڳي

ٿو تہ پير صاحب پاڳارو اهو ثابت ڪري ونندو تہ اهو خوف ڪمزور ۽ جاهل پيرن يا ماڻهن لاءِ آهي نہ ڪي هن لاءِ.

عورت جي تعليم عورتن جا حق سڃاڻڻ يا ڏيڻ مردن جي تعليم، انهن جي رشتيداري طئي ڪرڻ جو طريقيڪار اڻ ڏٺا فيصلا مڙهڻ، پسند ۽ ناپسند جو خيال نہ ڪرڻ ۽ اهڙن انيڪ سببن جي ڪري ڪاروڪاري جهڙين گندين روايتن جو جنم وٺڻ اهي سڀ پير صاحب جي خطبي مان واضح سبق ملن ٿا. جنهن تي عمل رڳو حر جماعت لاءِ نہ پر هر ذي شعور تي لازم آهي. جهڙي ريت حضرت پير صاحب جن جي گفتگو قلمبند ڪئي وئي ائين هئڻ سان پيغام عام ٿيندو بلاشبہ پير صاحب جن جي گفتگو هڪ مڪمل گفتگو آهي جيئن حضور پرنور عليہ الصلواتہ والسلام جن جو آخري خطبو تمام عالم اسلام لاءِ عقل وارن لاءِ آهي. جڏهن علم فرض ڪرڻ جو حڪم ٿيو تہ مرد ۽ عورت تي گڏيل ٿيو ۽ پوءِ ان لاءِ اوهان کي "چين" يعني آخري حد تائين چيو نہ وڃڻو پئي ۽ هي حڪم جامع آهي رڳو مردن لاءِ ۽ نہ ئي رڳو قرآن جو تعليم لاءِ چيو تہ ان زماني ۾ چين ۾ اسلام نہ هو مقصد اهو هو تہ هر قسم جا علم، هنر حاصل ڪريو. جيڪي اوهان وٽ، آهي اهو بين تائين پهچايو.

سو سائين پير صاحب پاڳاري دراصل قرآن پاڪ جي تعميل ڪئي آهي جنهن ۾ الله سائين جل شانہ فرمايو آهي. ترجمو " هجي توهان جي امت ۾ هڪ اهڙي جماعت جيڪا چڱائي جو حڪم ڏئي ۽ برائي کان روڪي. "

*

# رج ۾ رڙ...!

اسان جنهن صدي ۾ رهون ٿا. انهي صدي ۾ اگر ڪتان علم و عرفان سان پڙيل ڪو جملو ٻڌو آهي يا پڙهيو آهي تہ دل ۾ سرهائي پيدا ٿي آهي تہ:

اجان رج منجهان رڙ اچي ٿي، اچي ٿي.....

انٽرنيٽ جو دؤر اخلاقيات کان هيٺ ڪريل گفتگو جو عام رواج، بزرگن جي هدايتن ۽ صلاحن کي اڳوڻي وقت جي گفتار سمجهندڙ ۽ چوندڙن اڳيان اگر ڪا علمي، اخلاق مان پڙيل ۽ سماج جي حالتن پٽاندر هدايتون پڙهجن ٿيون تہ ائين محسوس ٿئي ٿو تہ:

"اجان ڪي مرد مٿير پيا آهن جيڪي حق ۽ سچ جي ڳالهہ چوندي پنهنجي فرض کي نڀائڻ خاطر ڏوريندا پيا اچن."

انهي حقيقت جي پس منظر ۾ محسن ملت حضرت پير سائين پاڳاري طرفان پنهنجي عقيد مندن حر جماعت ۽ سڄي سنڌ جي ساڃهہ وندن لاءِ ڪيل خطاب هن دور جو اهو آواز آهي، جنهن تي هر لحاظ کان "لبيڪ" چوڻ هر باشعور انسان تي فرض آهي. نياڻين جي تعليم برابر اهم آهي پر ننڍي هوندي سڱ ڇائي ڇم جا رشتا باعث نفرت آهن اهي اسان جي سماج ۾ بيماري مثل آهن.

ان لاءِ جنهن طرح سان حضرت پير سائين قبلا دليري ۽ همت ۽ مردانگي سان سنڌ جي مدي خارج رسمن خلاف اعلان جهاد ڪيو آهي، اهو سنڌ جي اهل علم طبقي لاءِ هڪ سڏ آهي ان ڪري چوڻ هر با شعور انسان تي فرض آهي. نياڻين جي تعليم برابر اهم آهي پر ننڍي هوندي

سنگه ڇائي ڇم جا رشتا باعث نفرت آهن، اهي اسان جي سماج ۾ بيماري مثل آهن.

ان لاءِ جنهن طرح سان حضرت پير سائين قبلا دليري، همت ۽ مردانگي سان مدي خارج رسمن خلاف اعلان جهاد ڪيو آهي، اهو سنڌ جي اهل علم طبقي لاءِ هڪ سڏ آهي. ان ڪري آئون سمجهان ٿو ته اسان سيني کي متفق ٿي، انهي سڏ ۾ سڏ ڏيڻو پوندو. قبلا پير سائين پاڳاري جي اها هدايت صرف پنهنجي مريدن لاءِ نه پر اها سنڌ جي پوري سماج جي ڪايه پلٽ ڪرڻ لاءِ اهڙي پڪار آهي جو سنڌ جي سيني قابل احترام خانقائن، بارگاهن ۽ درگاهن جا مرشد انهي طرف رهنمائي جو قدم کڻن ته سچ پچ هي "ڪارو ڪاري" واري لعنت جيڪا هن وقت علاؤالدين جي بوتل مان نڪتل جن جيان پوري معاشري کي پنهنجي پوائنٽي شڪل سان ڊيڄاري رهي آهي ان کان ڇوٽڪارو ملي پوي.

آئون ذاتي طرح سان پاڻ کي انهي نيڪ مقصد ۽ پيغام کي ڦهلائڻ جو فرض سمجهي ڪوشش ڪندس ته انهي عظيم پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ قلمي جهاد ۾ مصروف رهان.

*

# عظيم روايتن جو امين

سنڌ ۾ درگاهہ عاليہ راشديہ جو احياءِ اسلام لاءِ روحاني، سياسي ۽ سماجي ڪردار تاريخي حيثيت جو حامل رهيو آهي. پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جن روحاني تربيت سان گڏ هڪ منفرد جماعت ”حر جماعت“ کي منظم ڪيو. جنهن جهڙو مثال سنڌ جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي. حضرت روضي ڌڻي رحمتہ الله عليہ جن جي درگاهہ مبارڪ جي گادي نشين پير پاڳارا بزرگن ۽ سندن حر جماعت هر دور ۾ اهو مذهبي، سياسي ۽ سماجي ڪردار ادا پئي ڪيو آهي.

پير پاڳارا بزرگن جن هر دؤر ۾ وقت جي تقاضائن مطابق اسلامي تعليمات جي روشني ۾ ڪي اهم فيصلا بہ ڪيا آهن ۽ ڪندا رهن ٿا، نہ صرف فيصلا، پر انهن کي عملي جامون بہ پارائيندا رهيا آهن، جنهن جو هڪ مثال پيش ڪندس، پير سائين صبغت الله شاهہ سورهيہ بادشاهہ جن انگريزن سان مهاڏو اٽڪائڻ واري وقت حر جماعت کي نشي واري بدعت مان ڪيڍڻ لاءِ هڪ حڪم جاري ڪيو تہ جماعت جو ڪو بہ فرد ڪا بہ نشي واري شيءِ استعمال نہ ڪري، سندن حڪم ايترو تہ ڪارگر ٿيو جو ان وقت حر جماعت مان نشي واري بدعت جون پاڙون پٽجي ويون. جيئن تہ پير پاڳارا بزرگ ۽ حر جماعت هڪ وڏو عرصو انگريز سان مخالفت واري حالت ۾ رهيا. جنهن ڪري انهن کي تمام وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو ۽ اها مخالفت هلندي نيٺ پير سائين سورهيہ بادشاهہ جن جي گادي نشيني جي دؤر ۾ مڪمل جنگ ۾ تبديل ٿي وئي. انهي جنگي حالات دوران پير سائين سورهيہ بادشاهہ جن کي وڏو عرصو جيل ۾ قيد رکيو ويو. نيٺ سورهيہ بادشاهہ لاءِ سوري سينگاري شهيد ڪيو ويو. درگاهہ شريف تي بمباري ڪري روضي

مبارڪ ۾ مسجد شريف ڪانسواءِ هر شيءِ کي ختم ڪيو ويو. هزارين حرن کي شهيد ڪيو ويو. لکن جي تعداد ۾ جيلن ۾ لوڙهن ۾ قيد ڪيا ويا اهو سلسلو پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ پير سائين پاڳاري شاهه مردان شاهه پير پاڳارو جن جي دستار بندي ٿي ان وقت درگاهه مبارڪ ۾ حر جماعت کي در پيش چند اهم مسئلا هي هئا.

1. درگاهه شريف کي نئين سري سان آباد ڪرڻ
2. حر جماعت جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ
3. معاشي طرح مڪمل تباهه ٿيل حر جماعت کي بحال ڪرڻ

ان ڪانسواءِ بيا سوين مسئلا پيش هئا. موجوده پير سائين جن جي گادي نشين ٿيڻ سان درگاهه شريف آباد ٿي، حر جماعت جي درگاهه شريف تي اچ وڃ شروع ٿي ۽ پاڻ ۾ رابطو وڌيو ۽ اهم ڳالهه ته حر جماعت مرشد ڪريم جي رهنمائي ۾ هڪ نئين دؤر جو آغاز ڪيو.

حر جماعت هڪ وڏو عرصو حالت جنگ ۾ رهڻ ڪري علمي حيثيت سان گڏ وڏي نقصان جو شڪار ٿي. پير سائين سورهيه بادشاهه جن جي قيد ۾ رهڻ ۽ شهادت ماڻڻ جي ڪري حر جماعت مرشد جي رهنمائي کان محروم ٿي ويئي. انگريزن پاران درگاهه شريف تي قائم ديني درسگاهه ختم ڪرڻ ڪري وڏو نقصان پهتو. سن1952ع ۾ اها حالت بيٺي جو جماعت جي تمام ٿورن فردن کان سواءِ جماعت جو هڪ پورو نسل جاهل ۽ اڻ پڙهيل رهجي ويو. موجوده پير سائين جو دستار بندي ٿيڻ بعد درگاهه شريف وري آباد ڪرڻ سان گڏ وڏن بزرگن جي قائم ڪيل مدرسي جامع راشديه جو به نئين سر بنياد وڌو ۽ ان سان گڏ پاڻ پنهنجي هر روحاني خطاب ۾ جماعت کي نماز ذڪر ۽ جماعت جي اصولن سان گڏ اولاد کي يعني ڇوڪرن ۽ نياڻين ٻنهي کي تعليم جي زيور سان آراسته ڪرڻ جو به سختي سان تاڪيد ڪندا رهيا آهن. موجوده پير سائين جن جي دستار بندي وقت حر جماعت معاشي لحاظ کان مڪمل تباهي جو شڪار هئي. پير سائين جن دستار بند ٿيڻ بعد اهم قدم اهو کنيو جو راتو رات لوڙها ختم ڪرائي حر جماعت کي حالت جنگ مان حالت امن ۾ آندو. پير سائين جن جو اهو ڪارنامو تاريخ ۾ سونهري حرفن سان لکڻ جي قابل آهي، اسان جيڪڏهن

گوريلا ويڙهه جي تاريخ ڏسون ٿا ته اڪثر اهو مشاهدي ۾ اچي ٿو ته گوريلا ويڙهاڪ مقصد حاصل ٿيڻ بعد به پر امن حالت ۾ نٿا اچن ۽ دشمن بدران پنهنجو پاڻ ۾ وڙهندا رهن ٿا ۽ ملڪن جو امن امان داءُ تي لڳل رهي ٿو ويجهي ماضي ۾ افغانستان جو مثال اسان جي سامهون آهي، موجوده پير سائين جن جي هن عظيم ڪارنامي جي برڪت سان نه صرف ملڪ ۾ امن امان قائم ٿيو پر حر جماعت به ويڙهه بدران معاشي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ هن مرشد ڪريم جي رهنمائي ۽ جماعت جي محنت ۽ همت سان سندن معاشي بربادي گهٽجندي گهٽجندي نيٺ معاشي خوشحالي ۾ تبديل ٿي ويئي.

موجوده پير سائين جن به پنهنجن وڏن جي روايت کي برقرار رکندي وقت به وقت اهم فيصلا پئي ڪيا آهن سن 1965ع ۾ به پاڻ حر مجاهد پيش ڪري اسان جي وطن کي وري غلام ٿيڻ کان بچايو.

پير سائين جن 2 فيبروري 2004ع بمطابق 10 ذوالحج سنه 1424هجري تي به جماعت کي درگاهه شريف تي روحاني خطاب دوران اسان جي معاشري جي ڪجهه اهڙين رسمن، جيڪي هڪ ناسور وانگر معاشري کي کوکلو ڪري رهيون آهن، انهن جو حل پيش ڪيو آهي، پير سائين جن اڳ ۾ به ۽ خصوصن هن موجوده خطاب ۾ عورتن جي تعليم تربيت ۽ انهن کي معاشري ۾ جائز حق ڏيڻ جي سختي سان تاڪيد فرمائي آهي. پير سائين جن جا اهي حڪم سراسري اسلامي تعليمات سان مطابقت رکندڙ آهن. اسلام ئي اهو مذهب آهي،جيڪو مردن سان گڏ عورتن کي تعليم ڏيارڻ جو حڪم ڪري ٿو. اسلام جي شروع واري پلاري دؤر ۾ به عورتن وڏا علمي ڪارناما سرانجام ڏنا ۽ اسان کي حديث پاڪ جو هڪ وڏو حصو عورتن خصوصن نبي پاڪ صلي الله عليه وآليه وسلم جن جي گهر وارين بيبين ذريعي مليو. بيبي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جن لاءِ ته پاڻ هڪ موقعي تي اهو به فرمايو ته "خذو شطر دينگم عن حميرآءَ (نهايه ابن اثير جلد نمبر 2 صفحو نمبر 430) يعني توهان پنهنجي دين جو اڌ عائشه صديقه کان حاصل ڪريو". نه صرف پنهنجي پر اسلام هر معاملي ۾ عورتن جا حق مقرر فرمايا آهن، اسلام عورتن کي ورثي ۾ حصو ڏياريو اسلام عورتن کي معاشري ۾ عزت ڏني ۽

مقدس مقام ڏياريو پر مغرب واري آزاد خيالي جنهن ۾ عورتن کي آزادي جي نالي ايترو ڇڙواڳ ڪيو ويو جو عورتون نہ صرف پنهنجي عورت هئڻ واري مقام کان بي خبر ٿي ويون بلڪ ڇڙواڳي ۾ مرد کان بہ گوءِ کڻي ويون. اسلام انهي قسم جي ڇڙواڳي جي سخت خلاف آهي. اهڙي ڇڙواڳي جي ڪري مغربي معاشري ۾ انهن جو خانداني نظام درهم برهم ٿي ويو ۽ هزارين نوان مسئلا پيدا ٿيا،جنهن جي ڪري اڄ انهن جا مفڪر پريشان آهن. خود مغربي دنيا ۾ ڪجهہ داناءِ فردن شروع کان ئي انهي عمل کي ننديو آهي. 1890ع ۾ مشهور مغربي مفڪر زول سيمان "review of reviews" رسالي ۾ هيٺيون تجزيو پيش ڪيو.

"عورتن کي عورت رهڻ کپي ڇاڪاڻ تہ انهي صفت وسيلي ئي هو پنهنجي شهادت حاصل ڪري سگهي ٿي، اسان کي عورتن جي حالت سڌارڻ تي زور ۽ توجہ ڏيڻ کپي پر انهن جي حالت بدلي مرد بنائڻ کان پرهيز ڪرڻ کپي، زندگي ڏاڍي مزيدار آهي پر هن شرط سان تہ عورت ۽ مرد مان هر هڪ پنهنجي مهل ۽ موقعي کي چڱي طرح سمجهي وڃي، جيڪو خدا تعاليٰ انهن مان هر هڪ لاءِ خاص بڻايو آهي"

مغرب جي ان ڇڙواڳي واري معاشري جي نسبت ۾ اسان جو مشرقي معاشرو وري ڪن اهڙين رسمن ۽ رواجن جي ور چڙهيل آهي، جيڪي ڪنهن بہ طرح اسلامي دائري ۾ نٿيون اچن. پير سائين جن هن خطاب ۾ انهن غلط ۽ فرسوده رسمن جي ڄار مان نڪرڻ لاءِ هڪ عمل جوڳو حل پيش ڪيو آهي. پير سائين جن جو پيش ڪيل اهو حل سراسر اسلامي تعليمات جي روشني ۾ آهي. نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي هڪ مشهور ۽ جامع حديث شريف آهي تہ "حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ جڏهن توهان ڏانهن (توهان جي ڌيءُ، ڀيڻ يا ڪنهن رشتيدار عورت لاءِ) شخص نڪاح لاءِ پيغام موڪلي جنهن جي اخلاق ۽ ديانتداري کي توهان پسند ڪريو ٿا تہ انهي سان نڪاح ڪرائي ڇڏيو. جيڪڏهن توهان ائين نہ ڪندو تہ زمين ۾ فتنو ۽ وڏو فساد برپا ٿيندو". بيشڪ نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي انهي فرمان مبارڪ تي مڪمل طور عمل نہ ڪرڻ جي ڪري اسان جو معاشرو

فتني فساد جو ڳڙهه بڻجي ويو آهي. "ڪارو ڪاري" جهڙا مسئلا پيدا ٿين پيا، خون خرابا ٿيڻ لڳا آهن. پير سائين جن بہ انهي حديث مبارڪ جي روشني ۾ حڪم جاري فرمايو آهي تہ "شادي جي معاملي ۾ پڙهيل لکيل ڇوڪري جو رشتو اهڙي مرد سان طئي ڪيو وڃي جيڪو ان کان وڌيڪ يا گهٽ ۾ گهٽ ان جي برابر تعليم يافتہ هجي، ڇائي ڇم کان اڳ يا ننڍپڻ ۾ سڱ طئي نہ ڪيا وڃن. ننڍي ڄمار ۾ شاديون نہ ڪرايون وڃن بلڪ بالغ ۽ باشعور ٿيڻ کان بعد ڪرايون وڃن". نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي دؤر مبارڪ ۾ اخلاق، دينداري، علم ۽ قابليت جي بنياد تي شاديون طئي ڪرايون وينديون هيون ۽ ان معاملي ۾ آزاد يا غلام واري حيثيت سان هئڻ کي بہ نظر انداز ڪيو ويندو هو. مثلن حضرت بلال ظاهري حيثيت ۾ هڪ حبشي نسل جو غلام هو پر علم، اخلاق ۽ دينداري ۾ بلند مرتبي جو مالڪ هو ان ڪري سندن شادي هڪ اعليٰ انصاري خاندان مان ٿي. حضور صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي غلام حضرت زيد بن حارثہ جي شادي پنهنجي ڀڻاٽ حضرت زينب بنت جحش جن سان ڪرائي، اهڙا سوين مثال پيش ڪري سگهجي ٿا.

پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني جن فرمايو آهي تہ "جيڪو پراڻو دستور هو تہ پيءُ ڌيئي ڇڏيندو هو دوست کي يا ماءُ سهيلي کي، اهو هاڻي ڪم نہ ايندو". اسان جي معاشري ۾ اهو مشاهدي ۾ آيو آهي تہ پيءُ يا ماءُ ڪنهن دوست يا واسطيدار کي سڱ ڌيئي ڇڏيندا آهن يا ڪنهن دوست واسطيدار يا رشتيدار جي حوالي ڪندا آهن تہ هو جهڙي طريقي سان طئي ڪن. انهي عمل جي ڪري ئي گهڻو ڪري بي جوڙ رشتا طئي ٿيندا آهن. پير سائين پاڳارا جن انهي عمل کان منع فرمائي آهي. پير سائين روضي ڌڻي رحمتہ الله عليہ جن جو هڪ واقعو (ملفوظات شريف جلد پهريون صفحو 59) تي اچي ٿو تہ "دريا خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ منهنجيون نياڻيون اچي قابل ٿيون هيون ،تنهن لاءِ مائٽن مٿن بہ البتہ ڇڪيو پي، مون دل ۾ ارادو ڪيو تہ سڱابندي جو ڏيڻ وٺڻ سڀ حضرت مرشد ڪريم پير سائين روضيءَ ڌڻي جن جي حڪم موجب ڪندس، پوءِ هڪڙي ڏينهن پنهنجي اها دل جي ڳالهہ حضور مبارڪ ۾ ظاهر ڪيم پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ بابا! اسين

ماڻهن کي ايمان ڏيڻ آيا آهيون باقي ايمان کسڻ کو نہ آيا آهيون، جيڪڏهن اوهان جي مرضي اتي هجي تہ وري اوهان جي گهر وارن جي اتي نہ هجي تہ پوءِ دل جي گراني اوهان جي حق ۾ چڱي ڪا نہ ٿيندي . تنهن ڪري سڱابندي جا ڪم پنهنجي مرضي تي ڪري ڇڏيو."

اسان جي معاشري ۾ بي جوڙ شاديون ٿيڻ جي ڪري اڪثر ڪري ائين ٿيندو آهي، جو سڄي زندگي زال مڙس جي پاڻ ۾ هم آهنگي تي نہ سگهندي آهي ۽ انهن جي زندگي زهر بڻجي ويندي آهي، ڪٿي تہ ائين ٿيندو آهي جو نڪاح هوندي بہ ڇوڪري مائٽن ڏي هلي ويندي آهي تہ ائين اُتي ئي رهندي آهي،ڪٿي ائين بہ ٿيندو آهي تہ مڙس پنهنجي پسند تي ٻئين، ٽئين ۽ چوٿين شادي ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پهرين زال هوندي بہ نہ هئڻ مثل هوندي آهي. هن عمل ۾ گهڻو عذاب عورت کي ڀوڳڻو پوندو آهي. پير سائين پاڳارا جن فرمايو تہ "توهان ۾ هڪڙي رسم ہي بہ آهي، نڪاح پڙجي ويو تہ طلاق اوهان نٿا وٺو جڏهن زال مڙس جدا آهن. ڪڏهن گڏجي هلڻ جو سوال ناهي تہ پوءِ زال مڙس جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اگر توهان مڙس کي شادي جو حق ڏيو ٿا تہ مائي کي بہ حق آهي مڙس هئڻ جو پوءِ ان کي طلاق ڏيئي ڇڏيو پر اهو منهنجو مشورو آهي. حڪم نہ آهي. هر ماڻهو پنهنجو فيصلو پنهنجي گهرو خانداني حالتن ۽ برادري جي حالات کي ڏسي ڪري". اسان وٽ گهڻو ڪري سڱا بد ي وارا رشتا ٿين ٿا. ان ڪري اڪثر اهو ڏٺو ويو آهي تہ عورتن کي صرف بدي جي ڪري ئي ايذاءَ ۽ سختي برداشت ڪرڻي پوي ٿي. پير سائين جن ان ڪري ہي حڪم نہ بلڪ مشورو ڏنو آهي. ان ڪري اسان کي پنهنجي گهرو حالت ڏسي فيصلو ڪرڻو آهي، ائين نہ ٿئي تہ هڪ عورت جي سهوليت جي بدلي ہي عورت اجايو آزار ۾ پئي.

حضور نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن بہ اهڙن بي جوڙ ٿيل نڪاح کي ڪن موقعن تي رد بہ فرمايو آهي ۽ عورت جي مرضي کي مقدم رکيو آهي. ابي دائود جي هڪ روايت آهي تہ" هڪ ڪنواري ڇوڪري نبي پاڪ صلي الله وآلہ وسلم جن جي بارگاهہ ۾ پنهنجي نڪاح جي حوالي سان شڪايت ڪيائين. فخير ها النبي پوءِ نبي پاڪ صلي الله عيلہ وآلہ وسلم

جن ان ڇوڪري کي پنهنجي مرضي موجب اختيار ڏيئي ڇڏيو. بخاري شريف جي هڪ ٻي روايت آهي تہ "هڪ بيواه خنساه بنت حزام جي والد ان جو نڪاح ڪرايو ۽ ان عورت کي اهو نڪاح پسند نہ هو اها عورت نبي پاڪ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿي،پاڻ ان جو نڪاح مسترد ڪري ڇڏيائون".

پير سائين پاڳارا جن پنهنجي بزرگن جي روايت برقرار رکندي اسلامي تعليمات جي روشني ۾ جيڪي حڪم جاري فرمايا آهن، اهي موجوده دور ۾ غلط رسم و رواج جي ڏيڻ مان نڪرڻ لاءِ روشني جي مينار مثل آهن. پير سائين جن جا هي حڪم جماعت سڳوري لاءِ خاص طور تي ۽ ٻين ماڻهن لاءِ عام طورتي عمل جوڳا ۽ سندن خانہ آبادي جو ذريعو آهن.

اسان جي معاشري ۾ ڪي فرد اهڙا آهن، جن کي صرف ان ڳالهہ تي اعتراض آهي تہ اهي حڪم پير سائين پاڳارا جن کان ڇو جاري ٿيا؟ اسين انهن ماڻهن کي ڏوهہ نٿا ڏيون ڇو تہ اهي ماڻهو پنهنجي اندر جي بغض ۽ حسد کان مجبور آهن، جيڪو انهن کي پير سائين جن جي خاندان ۽ حر جماعت سان رهيو آهي. اهو ماڻهو جن کي سموري حُرتحريڪ ۾ صرف رحيم هنگوري جو ڪردار نمايان نظر اچي ٿو. انهن کي پير سائين جن جو هي خطاب بہ ڪنڊي وانگر اندر ۾ چڀندو محسوس ٿيندو.انهن کي اسان صرف ايترو عرض ڪري سگهون ٿا.

مردکے خشک مغز را دیدم، رفتہ در پوستیں صاحب جاہ،
گفتم اے خواجہ گرتو بد بختی، مردم نیک بخت راچہ گناہ۔

"هڪ خشڪ دماغ واري انسان کي مون ڏٺو تہ هڪ بلند مرتبي واري جا عيب بيان ڪري رهيو هو عرض ڪيم تہ جناب عالي جيڪڏهن توهان بدبخت آهين تہ پوءِ ان ۾ نيڪ بخت انسان جو ڪهڙو قصور."

*

# روحاني حڪم ۽ اسان جون ذميواريون

اسلام جيڪو اسان مسلمانن کي سنئين راهہ تي هلڻ جي بار بار تلقين ڪري ٿو قانون انصاف جو سبق ڏيئي ٿو. هي اهو واحد مذهب آهي، جنهن ۾ هر انسان کي حق ملندو آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي نبوت جي اعلان،کان پهرين هن ڌرتي جي مٿان نا انصافي جا ڪڪر ڇانيل هئا، امير ماٺهو غريب تي حاوي هوندو هو. جيڪڏهن ڪو ڏاڍو جرم ڪندو هو تہ ان کي ڇڏي ڏيندا هئا، پر جيڪڏهن ڪو هيٺو ڏوهہ ڪندو هو تہ فوراً سزا ڏيندا هئا.

اولاد سان ظلم، غلام سان بدسلوڪي، پورهيت سان نا انصافي جهڙا ڪئين واقعا انهن جي دور ۾ ملن ٿا. عرب جا ڪجهہ قبيلا جيڪي پنهنجي ڌيئرن کي جيئري دفن ڪرڻ ۾ ڪو خوف محسوس نہ ڪندا هئا. انهن نياڻين کي مارڻ جو هي مقصد هو تہ انهن کي جائيداد، ڏيج وغيره ڏيڻو پوندو جيڪڏهن ڪنهن جو مڙس مري وڃي تہ ان کان ٻي شادي جو حق کسي ڇڏيندا هئا. ايستائين جو ان عورت کي جيئڻ جو حق بہ نہ ڏنو ويندو هو

محبوب سيد عالم صلي الله عليہ وسلم جن جي دين مبارڪ جي مٿان قربان وڃجي، جنهن عورت کي مهر، ميراث ان جي مڙسن جي مرڻ کانپوءِ مڙس جي دولت جو حصو ان عورت کي ٻئي شادي جو حق ڏنو آهي. اسلامي ۾ هي بہ حڪم آهي تہ جيڪڏهن مڙس ۽ زال جي وچ ۾ روزاني فتنو ۽ فساد هجي يعني پاڻ مطمئن نہ هجڻ ڪري هڪ ٻئي کي صحيح حق نٿا ڏين چاهي اها زال هجي يا مڙس ٻنهي کي اهو حق ڏنو ويو آهي تہ طلاق کان پوءِ شادي ڪري سگهن ٿا. الله تعاليٰ امت رسول مقبول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو وڏو شان ۾ مان فرمايو آهي.

انهن جي محنتن، عبادتن، رياضتن، رحمدلي، انصاف پسندي، ايمانداري، جانثاري، توحيد، حسن سلوڪ، انسانيت، همدردي کي قبول فرمائي پنهنجي پاڪ ڪلام ۾ ارشاد فرمايو تہ "توهان بهترين امت آهيو."

پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم معاشري کي سڌارڻ لاءِ مثال ڏيندي ارشاد فرمايو "سڀ ماڻهو پاڻ ۾ ڦڻي جي ڏندن وانگر هڪ جهڙا آهن" معلوم ٿيو تہ معاشرو اتحاد ۽ يڪجهتي سان سڌاري سگهجي ٿو. حضرت عبدالله بن عمر نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کان بيان ڪري ٿو پاڻ سڳورن فرمايو تہ "توهان سڀ حاڪم آهيو ۽ هر هڪ کان سندس رعيت جي باري ۾ پڇيو ويندو ، امير حاڪم آهي ۽ هر ماڻهو پنهنجي گهر وارن جو نگران آهي ۽ عورت پنهنجي مڙس جي گهر ٻار ۽ ان جي اولاد جي نگران آهي، توهان سمورا حاڪم آهيو ۽ توهان سڀني کان پنهنجي رعيت جي باري ۾ پڇيو ويندو" (بخاري مسلم) حضرت عبدالله بن عمروبن عاص رضي الله عنہ بيان ڪري ٿو تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ "دنيا ساز وسامان جو نالو آهي ۽ دنيا جي بهترين ساز وسامان نيڪ عورت آهي."

**مڙس جا حق:**

پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ "قسم آهي ان جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن پيرن کان مٿي تائين مڙس جي سڄي جسم ۾ زخم هجن، جن مان گند ۽ گند مليل رت وهندو هجي پوءِ عورت ان کي چٽي، تڏهن بہ مڙس جي خدمت جو حق ادا نہ ڪيائين" (صحيح مسلم).

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ "جيڪڏهن آئون اجازت ڏيان ها تہ هڪ انسان ٻئي کي سجدو ڪري تہ عورت کي حڪم ڏيان ها تہ پنهنجي مڙس کي سجدو ڪري" حضرت ام سلمہ کان روايت آهي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ "جيڪا عورت انهيءَ حالت ۾ مري وئي جو سندس مڙس ان کان راضي آهي اها جنت ۾ داخل ٿيندي."

## زال جا حق:

الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام مقدس ۾ فرمايو "۽ عورتن جو بہ اهڙو ئي حق آهي جهڙو انهن تي آهي مطابق شريعت جي" حضرت معاويہ بن حيده رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو! يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم زال جو مڙس تي ڪهڙو حق آهي؟

پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ "جڏهن تون کاڌو کائين تہ ان کي کاراءِ ۽ جڏهن تون ڪپڙا پائين تہ انهي کي بہ پاراءِ ۽ ان جي منهن تي ڌڪ نہ هڻ ۽ ان کي خراب ڳالهہ نہ چئو ۽ ان سان تعلق نہ ٽوڙ مگر گهر ۾" اها حديث حسن آهي جنهن کي ابو دائود روايت ڪيو. (جيڪڏهن ناراضگي ٿي پوي ٿي تہ گهر ۾ ئي هنڌ جدا ڪري ان کي تنبيہ ڪجي ۽ پنهنجي ماڻٽن ڏانهن نہ اماڻجي) پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ "ڪامل ايمان وارن مان اهو بہ آهي جيڪو عمده اخلاق وارو ۽ پنهنجي گهر واريءَ سان سيني کان وڌيڪ نرم طبعيت وارو هجي" (ترمذي) الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو تہ "۽ انهن سان سهڻي طريقي سان رهو" حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ "ڪو بہ ايماندار شخص (پنهنجي) ايماندار عورت کان نفرت نہ ڪري جيڪڏهن هڪڙي عادت کان نفرت ڪندو تہ ٻئي کان ضرور خوش ٿيندو. (مسلم) حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان عاليشان آهي تہ " (گهر واري) بغير اجازت جي ان (يعني مڙس) جي گهر کان نہ وڃي جيڪڏهن ائين ڪيائين تہ جيستائين تو بہ نہ ڪري الله عزوجل ۽ فرشتا ان تي لعنت ڪندا آهن." عرض ڪيو ويو تہ جيتوڻيڪ مڙس ظالم هجي؟ سرڪار دو عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيتوڻيڪ ظلم آهي."

## اولاد:

حضور صلي الله عليہ والہ وسلم ڪنهن ٻار جي ماءُ کي ڏسندا هئا تہ هو پنهنجي ٻار سان محبت ڪري ٿي تہ پاڻ ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. ڪڏهن مائرن جو ٻارن سان محبت جو ذڪر ايندو هو تہ پاڻ فرمائيندا هئا "الله تعاليٰ جنهن

شخص کي اولاد ڏي ۽ هو ان سان محبت ڪري ۽ ان جو حق بجاءِ آڻي تہ اهو دوزخ جي باهہ کان محفوظ رهندو."

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن والدين کي نياڻين جي تعليم ۽ تربيت جي باري ۾ فرمايو "جنهن جي هڪ نياڻي آهي ۽ انهي ان جي سٺي پرورش ڪئي ۽ وڏي بندوبست سان انهي جي تعليم جو انتظام ڪيائين ۽ جيڪي مهربانيون الله تعاليٰ انهي تي ڪيون آهن اهي نياڻي تي ڪيائين تہ اها نياڻي انهي لاءِ جهنم جي باهہ کان آڙ بڻبي."

## رشتيداري:

"۽ الله کان ڊڄو جنهن جي نالي سوال ڪندا آهيو ۽ رشتن جو لحاظ رکيو بيشڪ الله هر وقت توهان کي ئي ڏسي رهيو آهي، پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ:

"يعني پنهنجي رشتيدارين کان قطع تعلق ڪرڻ وارو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو" ابولهب جي ڌي دره کان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن کي ڪنهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم ڪهڙو شخص بهتر آهي؟ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ "سڀني کان بهتر اهو شخص آهي، جيڪو سڀني کان وڌيڪ قاري قرآن آهي، سڀني کان وڌيڪ اهو بهتر آهي جيڪو سڀني کان وڌيڪ برايين کان روڪي ٿو. سڀني کان اهو بهتر آهي جيڪو سڀني کان وڌيڪ رشتا ناتا ملائڻ وارو آهي" (مسند احمد).

## حلال رزق:

الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام ۾ ارشاد فرمايو تہ : "اي ايمان وارو! ڪائو اسان جون پاڪ شيون ۽ الله جو احسان مڃو جيڪڏهن اوهان ان جي ئي پوڄا ڪريو ٿا." صحيح بخاري شريف ۾ مقدار بن معد يڪرب رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ حضور اقدس صلي الله عليہ وآلس وسلم جن فرمايو. ان کاڌي کان وڌيڪ ڪو بهتر کاڌو نہ آهي جنهن کي ڪنهن پنهنجي هٿن سان ڪم ڪري حاصل ڪيو هجي ۽ بيشڪ الله جي نبي داؤد عليہ الصلواہ والسلام پنهنجي هٿن جي ڪمائي سان کائيندو هو" صحيح

بخاري ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ارشاد فرمايو "ماڻهن تي هڪ اهڙو زمانو ايندو جو ماڻهو پرواهہ بہ نہ ڪندو ان شيءِ کي ڪٿان حاصل ڪيو آهي، حلال کان يا حرام کان."

درگاهہ شريف جو فيض، سونهاري سنڌ جيڪا الله تعاليٰ جي محبوب ٻانهن (ولين) جي ديس آهي جنهن جي مٿان آباد ٽيندڙ امام العارفين پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جي درگاهہ شريف جو فيض وڏ ڦڙو مينهن وانگر وسي رهيو آهي. جنهن منجهان لکين عقيدت مند مريد اڄ اجهائي رهيا آهن. 10 ذوالحج 1424هہ مطابق 2 فيبروري 2004ع تي حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني مدظلہ العاليٰ دامت برڪاتهم العاليہ جو فرمايل خطاب مبارڪ اسان عقيدتمند مريدن لاءِ مشعل راهہ آهي ۽ ان سان گڏ هن فيضِ واري درگاهہ جو پيغام پين ماڻهن لاءِ اهم آهي جيڪي عقل مند ۽ ساچاهہ رکندڙ آهن جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا تہ توهان جا گهر امن ۽ سلامتي وارا هجن ۽ توهان جو اولاد خوش هجي تہ منهنجي مرشد ڪريم جي فرمان مبارڪ تي عمل ڪرڻو پوندو. ايندڙ نسل توهان ۽ اسان کي سڌارڻو آهي تہ ننڍي هوندي جي سڱابندي وارين رسمن کي ڇڏڻو پوندو. نياڻين کي توبہ نعوذ يا الله (قرآن شريف سان نڪاح ڪرڻ واري جهاليت واري رسم ڇڏڻي پوندي.

اڄ جو امير ماڻهو فقط پنهنجي دولت جي ڪري پنهنجي نياڻي کي ظلم جي کوهہ ۾ اڇلائي ٿو اها ان جي جهالت آهي اهو اولاد جنهن کي هن صحيح حق نہ ڏنو تعليم کان محروم رکيو شادي کان محروم رکيو اهو اولاد آخرت ۾ ان جي لاءِ بد دعا ڪندو جيڪڏهن توهان ۽ اسان چاهيون ٿا تہ اسان جو دعائون قبول ٿين ۽ اسان جو اولاد صالح ٿئي تہ اسان کي حلال رزق ڪائڻو پوندو ۽ ڪمائڻو پوندو انهي سان اسان جي گهر ۾ عزت ۽ روزي ۾ برڪت ايندي. الله تعاليٰ جي حضور ۾ دعا آهي تہ محبوب سيد عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي صدقي ۾ مرشد ڪريم جو فيض هميشہ جاري رهي ۽ سندن صحت ۽ عافيت ۾ برڪت سان گڏ کين خضري حياتي عطا فرمائي.

*

# پليو سپ پنيور

پليو سپ پنيور، جو پٽي هوت نہ هليو!

حرن جي روحاني پيشوا، بزرگ سياستدان، امام انقلاب پير صاحب پاڳارا شاهہ مردان شاهہ جو روحاني خطاب سنڌي عوام لاءِ "سُجاڳيءَ جو سڏ" آهي جيڪڏهن سنڌي قوم نہ ورنايو تہ اُن جا ڀيانڪ نتيجا نڪرندا...!!؟ اڄ پوري سنڌ ۾ ڪاروڪاري، آپگهات، پيار جي پرٽي ۾ پريمي جوڙن جهڙا انيڪ ڪڌا ڪرتوت جن پنيور کي باهہ ڏئي ڇڏي آهي. گهٽن ٽٽن جهيڙن جهٽن جو بڻ بنياد عورتن جي ڇڙواڳي، اسان جا تلخ رويا، سماجي فرسوده رسمون ۾ ريتون آهن. هن دور ۾ ڦرون، ڌاڙا ۾ اغوا براءِ پنگ ماڻهو پنهنجو حق ۾ حلال روزي ڪمائڻ جو سبب سمجهن ٿا.

انساني حقن جون تنظيمون ۾ اين جي اوز وارن جو واهہ جو روزگار کُليو آهي، عورت جي آرام لاءِ اليڪٽرانڪ ميڊيا ممڻ مچائي سنڌي عوام کي خوب خوار ۾ ذليل ڪيو آهي.اهڙي خوفناڪ صورتحال ۾ پير صاحب پاڳاري جو پيغام "عورتن کي حق ڏيو" سياسي بصيرت ۾ دورانديشي جو پتو ڏي ٿو. جيڪڏهن سنڌ واسي انهيءَ تي عمل ڪن تہ ڪيئي مشڪل ڪم حل ٿي سگهن ٿا.ترقي جون راهون پڌريون ٿي سگهن ٿيون.

موجوده دور ۾ عورتن کي قيد و بند ۾ رکڻ مسئلي جو حل نہ آهي پر اسان جي روين ۾ تبديلي آڻڻ جي ضرورت آهي. رڳو اسلامي حدن ۾ رهي نياڻين جي تعليم و تربيت جو خيال رکيو وڃي، تڏهن بہ گهڻا مسئلا نبري سگهن ٿا. جيئن شريعت عورت عاقل بالغ کي بغير اجازت ولي جي نڪاح ڪرڻ جو حق ڏنو آهي، پوءِ جيڪڏهن ڪو عورت مائٽن کان پڇي پيار جو

پرڻو ڪري تہ رنڊڪون وجهڻ نہ گهرجن. اهڙي طرح شريعت موجب خلع، طلاق، ڪفو (برابري) نان تنقہ (خرچ) تي عمل ڪيو وڃي تہ ڪافي سڌارو اچي سگهي ٿو. فيملي ڪورٽن ۾ سالن جا پيل ڪيسن ختم ٿي سگهن ٿا.

اهي بہ حق آهن عورتون لکي پڙهي ۽ رفاهي ڪمن ۾ حصو وٺي سگهن ٿيون. انهي باري ۾ اسان جي استاد محترم علامہ غلام رسول سعدي صاحب شرح صحيح مسلم ۾ تفصيل سان بحث ڪيو آهي.

انهي کان سواءِ پير صاحب جماعت کي منظم ڪرڻ لاءِ اهڙو اظهار خيال فرمايو آهي تہ آئينده سنڌ جي سرواڻي جو بار توهان جي ڪلهن تي آهي، توهان ڪڏا ڪرتوت. فرسوده رسم و رواج ترڪ ڪريو ساري سنڌ توهان جي منتظر آهي توهان اهڙو سڌارو آڻيو جو سڄي سنڌ توهان تي رشڪ ڪري، توهان جي زندگي کانِ ماڻهو سبق حاصل ڪن.

*

# نئين اميد جو ڪرڙو

اسان جو هي معاشرو جنهن ۾ رهون ٿا، الاءِ ته ڪيترن ئي فرسوده مدي خارج ۽ بيدرد رسمن ۽ روايتن جي سنگين سلاخن ۾ صدين کان گهيريل آهي. اها سنڌ جيڪا ماضي جي مهذب قدرن ۽ ثقافتي حسن سان تونڙي جو اڄ به اوچي ڳاٽ سان پنهنجو تعارف ڪرائيندي آهي. پر حقيقت جي حسن ۽ ڪليل ذهن سان ڏٺو وڃي ته سنڌ ماءُ جي خاڪ سماجي رسمن ۾ اڄ به سڙي رهي آهي. سنڌ جون سدا مهڪندڙ هوائون جيڪي خماريل خوشبوءِ جا گيت ڪٺي گهليندڙيون هيون اڄڪلهه خون جي بوءِ جا اداس نوحا بڻجي سنڌ جي سڏڪندڙ شامن مٿان گذرن ٿيون! پويتر مٽي جا پيام ڏيندڙ ڌرتي جي درويشن، شاعرن عالمن ۽ مفڪرن جا باغ پيلي چڙيا آهن! سنڌ سڏڪي ۽ سڙي رهي آهي. ان الميي جا جتي پيانڪ سبب آهن اتي صدين کان مروج بيجا بيڪار ۽ جاهلاڻين رسمن جو به وڏو هٿ آهي. انهن ظالم رسمن خلاف بدقسمتي سان سنڌي ماڻهن جي سوچ ۾ ڪو واضع فرق اچي نه سگهيو آهي. معاشرو ان ڳٽين سماجي برائين جي باهه ۾ جلندو رهيو آهي. وڏي اميد جي لاٽ تڏهن نظر آئي جڏهن سنڌ جي بزرگ شخصيت ۽ عظيم روحاني اڳواڻ عزت مآب پير سائين پاڳاري حڪم فرمايو ته بابا آئون اڳ به چوندو آهيان تعليم تي توجه ڏيو خاص ڪري نياڻين جي تعليم لاءِ زور وٺو. صغير ۽ بي سمجهه ٻارن جا سڱ نه ڪريو. بلوغت ۾ اچڻ کان پوءِ سندن سڱ منظوري ۽ پسند واريون شاديون ڪريو چمڻ کان اڳ وارا ٿيندڙ رشتا ختمَ ڪريو اهو به فرمائين ٿا ته اسان ۾ اوهان ۾ ڪي وڏيرا آهن، جيڪي پنهنجي نياڻيون قرآن سان پرڻائيندا آهن .اهو تمام غلط عمل آهي. پاڻ ائين به ورجايو ته مرد به ته چار شاديون ڪري وٺي ٿو ۽ اخلاق وارو عمل جاري رکي ٿو. عورت جو به

اهڙو حق هجڻ گهرجي. ان ڪانسواءِ ٻيون بہ ڪافي هدايت جي نور سان روشن ڳالهيون چيون اٿن. جيڪا ڳالهہ بحث ڪرڻ جهڙي آهي اها عورتن جي تعليم، عورتن تي ٿيندڙ تشدد ۽ ظلم، ٻي جوڙ شاديون ۽ ننڍي عمر ۾ ڄمڻ کان اڳ ٿيندڙ رشتا آهن. پاڻ جيڪا ڳالهہ چئي اٿن سا سنڌ جي ستل ضمير کي سجاڳ ڪرڻ جو ڪم ڏئي ٿي، اها سنڌ جنهن ۾ اهي سڀ مسئلا جيئن موجود آهن، پير سائين پاڳاري جن حر جماعت کي حڪم فرمايو آهي. سنڌ جا وڏيرڪي، سرداري ۽ جاگيردارانہ سوچ رکندڙ فرد ڇوڪرين کي پڙهائڻ خلاف انا ۽ غيرت مطابق قتل ٿا تصور ڪن ڪنهن با شعور ماڻهو کي ٽٺول ۽ تذليل جو شڪار ٿيڻو پوي ٿو. اهي سردار وڏيرا، جاگيردار پنهنجي نياڻين کي بي علم ۽ لاشعور رکي انهن جي احساسن جو گلو گهٽن ٿا ۽ جذبن جو قتل ڪري انهن جي ڪومل خواهشن مٿان پنهنجون منشائون مڙهي خانداني روايتن کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ ويچاريون نياڻيون " مٺي بہ مات مٺي بہ مات" واري اصطلاح جيان خاموش رهڻ ۾ ئي پنهنجو ڀلو سمجهن ٿيون. پر حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ عورت جو پڙهيو لکيو هئڻ لازمي آهي. ضروري ناهي تہ پڙهي لکي هر عورت نوڪري ڪري، ماڻهو با شعور هجي پوءِ ڀلي پنهنجو گهر سنڀالي، مناسب حالتن ۾ ڪا جاب ڪري تہ بہ حرج ڪهڙو؟ هڪ پڙهي لکي عورت جنهن نموني سان پنهنجي گهر ٻارن ۽ ماحول جو خيال رکندي ۽ معاشري جي تعمير ڪندي ان نموني سان هڪ اڻپڙهيل ۽ جاهل عورت هر گز نہ ڪندي پڙهيل عورتون زندگي جي هر فيلڊ ۾ ڪامياب ٿي سگهن ٿيون. گاڏي جا بہ ڦيٿا آهن جڏهن ٻئي ڦيٿا برابر متحرڪ هوندا تڏهن گاڏي هلي سگهي ٿي. عورتون پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون مرد ۽ عورت زندگي جي گاڏي جا بہ ڦيٿا آهن جڏهن ٻئي ڦيٿا برابر متحرڪ هوندا تڏهن ئي زندگي ڪنهن منزل تي پهچي سگهندي.

اسلام اهو عظيم مذهب آهي جنهن عورتن کي برابر حق ڏيڻ جي هدايت ڪئي، علم جو حصول بہ انهن بنياد انساني حقن مان هڪ آهي. اسلام مرد توڙي عورت کي علم پرائڻ ۽ باشعور ٿيڻ جو سبق ڏنو آهي. اسلام تہ اهو عالمگير انسانيت جو علمبردار دين آهي، جنهن هر انساني فطري جذبي، احساس، قدر ۽ امنگ کي وابستہ رکي بهترين انسان ٿيڻ جي ترغيب

ڏني آهي. ان عظيم مذهب عورت سان ٿيندڙ نا انصافين، بي واجبين، ظلم ستم ۽ وحشت کي ننديو آهي، پير سائين پاڳارا فرمائن ٿا "هڪ پڙهيل ڇوڪريءَ جي اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل سان شادي نہ ڪريو" اهو هڪ اجرو سچ آهي تہ هڪٻئي جي خيالن روين ۽ ڪردار ۾ هم آهنگي هجي نہ تہ جيون جو سفر اٽاگو ٿي پوندو ۽ مڪمل زندگي جي تڪميل نہ ٿي سگهندي، هڪ پڙهيل ڇوڪريءَ جي روين، سوچن سان اڻ پڙهيل مرد ڪڏهن بہ مشابهت نہ رکندڙ هوندو ائين خيالن ۽ روين جو فرق خانداني انتشار جو سبب بڻجندو.

ٻيو پاڻ فرمايو اٿن تہ ٻارن جي ننڍي عمر ۽ صغير جي حالت ۾ ٿيندڙ سڱبنديون ختم ڪريو بلوغت جي حد ۾ اچڻ کان پوءِ سندس شاديون ڪريو پسند جو خيال رکو ۽ اهي بہ سڱ ختم ڪريو جيڪي ڄمڻ مهل ڪيل آهي ڇو تہ اهي ڪنهن سوچ ويچار ۽ مستقبل جي فڪر کان سواءِ تڙتڪڙ ۾ رشتا ٿيندا آهن جيڪي اڳتي هلي رڳو ئي رڳو پريشاني جو سبب ۽ منجهيل مسئلو بڻجي اڏوهي وانگر سماج کي کائڻ لڳندا آهن. اسانجا وڏڙا پاڻ ۾ ويهي بس طئي ڪندا آهن فلاڻو. فلاڻي! سڱ ٿيو ۽ شاديون رٿجي ويون! نہ ڇڪيندا ڇوڪري کان نہ ڇوڪريءَ کان پوءِ پلين اهي هڪٻئي کي پسند نہ ڪندا هجن.

ٽيو تہ معصوم، ابهم ۽ بي سمجهہ ٻارڙن جا رشتا ان عمر ۾ ٿيندا آهن .جڏهن اهي صرف ٻارڙني ٻولين ۾ گم هوندا آهن. اهڙا اڪثر رشتا (بدي) عيوضن ۾ بہ ڪيا ويندا آهن، جنهن ۾ ڪنهن پنج سال جي پتڪڙي نياڻي کي 25 ورهين جي مرد سان پرڻايو ويندو آهي ۽ هوءِ جڏهن جواني جي چائنٺ تي قدم رکندي آهي تڏهن جنهن کي هو چاچو يا مامو سمجهي ويٺي هئي، اهو 40 سالن جو مرد سندس ور بڻبو آ. ان کانسواءِ اهي وڏ گهراڻي جا فرد جيڪي پنهنجي نياڻي ڏيڻ عيب سمجهندا آهن اهي پنهنجي نوجوان نياڻين جي شادي پاءُ يا سئوٽ جي صغير ڇوڪري سان ڪرائي ڇڏيندا آهن خانداني روايتن ۾ وهنتل ڇوڪري جا جوان جذبا بيدرد رسمن جي رڻ ۾ بيوسي جا پاڪر پائي تڙپي تڙپي دم ٽوڙي ويندا آهن! ۽ جڏهن اهو ڇوڪرو جوان ٿيندو آهي تہ ان عورت کي طلاق ڏئي ٻئي شادي ڪري وٺندو

آهي محرومين ۽ اداسين جي قبرستان جون پاسدار شاديون معاشرتي برائي جو وڏو ناسور بڻجي پونديون آهن. وڏو سانحو اهو به صفا غير اسلامي هٺرادو ۽ اسلام ته باقاعده ٻنهي کان سندن مرضي معلوم ڪرڻ جو حق ڏئي ٿو. اهڙن نڪاحن ۾ نه گهوٽ کان پڇندا نه ڪنوار کان بس نڪاح پڙهيو. سائين سردار اهو به فرمائين ٿا ته اسان ۾ اوهان ۾ ڪي وڏيرا ماٺهو آهن جيڪي پنهنجي نياڻين کي قرآن سان پرڻائين ٿا ان کان وڌ ڪو انڌو ظلم ۽ ستم ٿي سگهي ٿو؟ هڪ جاڳندي جيئري عورت کي سندس ٿيندڙ ور پاڪ ڪتاب! عجيب الميو آهي هزار ڀيرا افسوس ڪرڻ جهڙو عمل آهي! اهي سڀ اڻڱا ظلم، غير مهذب ۽ بي دين عمل ڇو ۽ ڇا جي ڪري...!؟ ملڪيت جائيداد ۽ زمين جي لوڀ لالچ اهي سڀ منفي پهلو انهي ڪڌي عمل جا المياتي ڪارڻ آهن. اهي سردار، وڏيرا، جاگيردار چاهيندا آهن ته سندن جائيداد ۾ ڪا نياڻي به حقدار بڻجي ان ڪري اُنهي بدبخت نياڻي جي زندگي جون حسين بهارون شمشان جي نظر ٿي وينديون آهن. زندگي ان لاءِ زهر جو اهو ڍڪ بڻجي ويندي آهي جيڪو پل پل سندن احساسن کي نهوڙيندو رهندو آهي. ڏٺو وڃي ٿو ته انهن فرسوده اجاين روايتن جو راڪاس سنڌ جي محبت کي وڪوڙي رکيو آهي ۽ انهن بي درد رسمن جي ڪري امن ۽ پيار جو رنگ ڇڻ ته سنڌ ڌرتي تان ميسارجي ويو آهي! انهي غلط رسمن جي عنايت جو شڪار ٿي عورت ٿئي ٿي ته ڪٿي مرد. پر مجموعي طور تي عورت سڀ کان وڌيڪ پوڳي ٿي ڇو ته انتهائي غير مناسب ۽ توهين آميز رويو اختيار ڪيو وڃي ٿو مرد ته پوءِ به ڪنهن طرح بالادستي جي بناتي پنهنجا حق حاصل ڪري خدمت ڪئي آهي. هميشه پنهنجي "حرن" کي حڪم ڪري ڏکين گهڙين ۾ قوم جي حفاظت ڪئي اهي. موجوده پير صاحب سميت سمورن پير پاڳارن هندو برداري سنئو واسطو رکيو آهي ۽ انهن جو تحفظ ڪيو آهي. پاڳاره خاندان جو خانداني تعلق به صدين کان وٺي "ٺڪر خاندان" سان پئي رهيو آهي ۽ اهو تعلق هن وقت به آهي. سندن طرفان ڏنل محبت شفقت باغث انساني عزت آهي، جيڪا ڪنهن به مذهب يا ڌرم جي فرق کان سواءِ قائم آهي.

پير صاحب پاڳاري پنهنجي "حرجماعت" کي جيڪو انقلابي خطبو فرمايو آهي، اهي تاريخي حيثيت رکي ٿو. اهو خطاب نہ رڳو سندن" جماعت يا مريدن" لاءِ آهي پر اهو سڄي عالم انسانيت لاءِ بہ مناسب، فائديمند آهي. جيڪو يقينن وڏي سوچ ۽ فڪر بعد ڏنو آهي، ان جا اثرات بہ مثبت مرتب ٿيندا.

انهيءَ لاءِ تہ ضروري آهي، جو هميشہ جيان پير صاحب پاڳاري جي جماعت فرسوده رسمن کي ختم ڪري انقلاب جي شروعات ڪن ڇو تہ ماضي جي تاريخ ۾ جڏهن بہ "پير پاڳارن" حڪم ڪيو تہ حرن، ان جي ابتدا سڀ کان اڳ ۾ ڪئي هئي. اڄ وقت ۽ حالتون چاهين ٿيون تہ پير صاحب پاڳاري جي حڪم تي سندن جماعت، عقيدتمند معاشري ۾ قائم مدي خارج رسمن ۽ رواجن کي هميشہ جي لاءِ ختم ڪن ۽ مثال قائم ڪري ڏيکارين پوئواري ڪندي معاشري تي براين جي پاڙ پٽي ڇڏيندا سين. پير صاحب پاڳاري جيڪي بہ حڪم ڏنا آهن، مشورا ڏنا آهن، سي سڄي انسانيت لاءِ سجاڳيءَ ۽ سلامتي جي راهہ آهن. تن تي اڪيون بند ڪري عمل ڪيو وڃي.

*

# هدايت جي واٽ

سماج ۾ معاشرو جڏهن اڻ برابري، بي راهه روي، پيچ ڏاهه ۾ رجعت پسندي جو شڪار ٿي پنهنجو وقار ۾ عظمت وڃائي ويهندو آهي ته قوم جو ساڃهه وند طبقو ان انياءِ خلاف نه صرف احتجاج ڪندو آهي پر ان ناڪاره ۾ فرسوده روايتن جي خاتمي جي لاءِ عملي ڪوشش پڻ ڪندو آهي.

حضرت پير سائين پاڳارا شاهه مردان شاهه جن جي دور انديشي، علمي قدڪاٺ ۾ خداداد بصيرت ڪنهن تعارف جي حاجتمند ڪونهي، پاڪستاني سياست جا "بادشاهه" ۾ "بادشاهه گر" (Kingmaker) هجڻ سان گڏ، تاريخ جي قابل فخر حر جماعت جا مذهبي ۾ روحاني پيشوا پڻ آهن. پاڻ سدائين پنهنجي خانداني روايت مطابق خطاب ۾ حر جماعت کي نيڪ مشورن ۾ صلاحن سان گڏ ايندڙ خطرن کان به آگاهه ڪندا رهيا آهن.

جڏهن 2 فيبروري 2004ع تي حر جماعت سان گڏ سموري سنڌ واسين کي خطاب ڪيائون، سو تاريخ ۾ سنهري لفظن سان لکڻ جهڙو آهي. پاڻ، معاشري ۾ رائج براين خلاف جيڪا واٽ ڏسي، ان ۾ پلائي صرف حر جماعت نه ڏني پر قوم جي ساڃهه وند طبقو به حيرت زده ٿي ويو ته پيلي ملڪ جو عظيم رهنما "بادشاهه گر" اسان جي ننڍين ننڍين مسئلن کان نه صرف واقف آهي پر انهن جي حل ۾ تڪميل لاءِ پڻ فڪرمند آهي.

سنڌن، هن خطاب کي ميڊيا ۾ جيڪا شهرت ۾ ڪوريج ملي، ان عظمت کي سردار پيو صاحب محسوس ڪيو ۾ پوءِ ان لاءِ قوم جي هر طبقي جي سڄاڻ ۾ باشعور شخصيتن کان لکرايل تاثراتي مضمونن کي ڪتابي صورت بخشڻ جو پهه ڪيو ۾ اهو ڪتاب "سڄاڳيءَ جو سڏ" جي نالي سان اسان جي هٿن ۾ آهي.

هاڻوڪي دؤر ۾ جڏهن وقت جو هوائون بدلجي ويون،انسانن دنيا کي ڪمپيوٽر جي ڪيز بورڊ جي آڏو بيهاري خلائي سفر مان آسائشون پئي وٺي. تڏهن بہ اسان جو سنڌي سماج ۽ معاشرو صدين جي پراڻي روايتن سان چنبڙيو پيو آهي. تنگ نظري ۽ محدود ذهنيت جي ڪري، ان روايتي خول مان پاڻ نہ ڇڏائي سگهيو آهي. تڏهن حضرت پير سائين جن جو خطاب اهو ئي پيغام کڻي آيو آهي تہ اسان هاڻ ان رجعت پسندي مان نڪري روشن راهہ ۾ اچون!

اسان سدائين پنهنجي ماضيءَ جا ڳڻ ڳائيندا آهيون پر ان دؤر جي روشن روايتن کي اپنائڻ بجاءِ فرسوده ۽ ناڪاره رسمن جي راه وٺندا آيا آهيون. اها ڳالهہ بہ ٻڌائيندو هلان تہ حضرت پير سائين پاڳارا جن بہ انهيءَ خيال وارا آهن تہ ماضيءَ بجاءِ روشن مستقبل ڏي ڏسو جو اڳتي هلي اسان جو ماضي بڻبو.

حضرت پير سائين پاڳارا خانقاه راشديہ جا سجاده نشين آهن. ان مسند تي ويهڻ وارن بزرگن سدائين عوام جي فلاح و بهبود، وطن جي حب ۽ هلندڙ دؤر جي تقاضائن موجب خدمت ڪئي آهي. حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي جي دؤر ۾ "احياءُ الدين والسنتہ" جي عملي خدمت جي ضرورت هئي. پاڻ ان لاءِ چوٽي جون ڪوششون ڪيون ، حُرجماعت جي تربيت ۽ تعليم لاءِ سال جا ڇہَ مهينا سفر ۾ رهندا هئا. عملي ڪارنامن ۾ جمع الجوامع (فارسي لغت جو عظيم ڪتاب 3500 صفحن تي مشتمل آهي) اسماءُ الحسنيٰ(منفرد بحث)سنڌي شاعري (سڌي طرح) سندن اهم خدمتون ۽ سنت نبوي جي ڪمال درجي جي پابندي آهين.

حضرت پير سائين سيد صبغت الله شاهہ "تجر ڌڻي" پنهنجي دؤر ۾ نہ فقط مٿين روايت برقرار رکي پر تقاضاءِ وقت موجب "جهاد" جي ميدان ۾ بہ اڳيان نظر آيا. علم هيئت ۽ فقہ جا ماهر هئڻ سان گڏ حد درجي جو حافظو رکندڙ هئا. مهيني ۾ ڪلام پاڪ حفظ ڪيائون.

حضرت پير سائين علي گوهر شاهہ "اصغر" جنهن جو جماعتي لقب" بنگلي ڌڻي" آهي، پاڻ پنهنجي دؤر جا بلند پايہ جا شاعر هئا.خانقاهہ ۽ جماعت جي وڏي خدمت ڪيائون. سندن نمايان ڪارنامن ۾ نئين درگاهہ

عاليہ جي آبادي فڪري ۽ ادبي تحريڪ جي روح رواني ،جماعت ۾ خوداري ۽ آزادي جي فڪر انگريز اقتدار جي مخالفت سان گڏ "هجرت" جي سنت بہ اد ڪيائون ،سندن عملي ڪارنامن ۾ پنهنجي والد بزرگوار حضرت پير سائين تجر ڌڻي جي ملفوظات "خزانتہ المعرفت" ۽ "مڪتوبات خزانتہ الا سرار" ۽ سنڌي، فارسي شاعري آهن.

حضرت پير سائين حزب الله شاهہ تخت ڌڻي تفسير حديث، فقہ، تصوف ۽ اسلامي علوم جا ماهر هئڻ سان گڏ دؤر جا قابل خطاطہ ،مصور ، نقش نگار هئا. فارسي شاعري ۾ سندن مجموعو "ديوان مسڪين"آهي. پاڻ انتهائي فياضي ۽ سخي هئا. پاڻ حر جماعت جي اتحاد و تنظيم لاءِ ٻارنهن چونڪين جو بنياد وڌو.

حضرت پير سائين علي گوهر شاهہ" محافي ڌڻي" پاڻ گهڻو عرصو بيمار رهيا. ان هوندي بہ خانداني روايتون سني طريقي سان نڀائيندا آيا. حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ڪوٽ ڌڻي، علم و ادب دوست ، ديني تعليم لاءِ اداري جو اجراع ڪنڊڙ ۽ سرپرست هئا. سنڌ وارن لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ "تفسيرڪوثر" ڇپرائي،مفت ورهاياائون ۽ ان ڪانسواءِ مختلف ڪتاب ڇپراياائون. سندن دؤر ۾ قحط پيو تہ علائقي واسين جون فهرستون ٺهرائي رکيائون، انهن کي راشن پاڻي موڪليندا رهيا.

حضرت پير سائين جن کي سندن علمي خدمتن تي انگريز حڪومت "شمس العماءِ" جو لقب ڏنو پر پاڻ اهو لقب ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪيو. انگريزي دؤر ۾ پير سائين جن ڪان سواءِ صرف ٻن ڄڻن مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر عمر دائود پوٽو کي "شمس العلماءِ" جو لقب مليل هو.

حضرت پير سائين صبغت الله شاهہ "پڳ ڌڻي" المعروف شهيد سورهيہ بادشاهہ جنگ آزادي جو هيرو امام انقلاب، جهاد جي ميدان ۾ سندن ڪيل خدمتون، جان جو ڏنل نذارنو تاريخ جو قابل فخر ڪارنامو آهي، ان دؤر ۾ وطن جي آزادي جو جوش ۽ جذبو ڏياريندا رهيا.

جمعيت علماءِ سڪندريہ جي باني، حر مجاهد ۽ فقير استاد العلماءِ مولانا محمد صالح مهر عليہ الرحمتہ جن جي بقول تہ "مٿين سيني بزرگن جون خوبيون موجوده پير سائين پاڳارا ۾ موجود آهن ان ڪري ڪيس روضي

ڏٽي (روضو ڀرائيندڙ) تجر ڏٽي، تخت ڏٽي، بنگلي ڏٽي، محافي ڏٽي، ڪوٽ ڏٽي، پڳ ڏٽي بلڪ چٽ ڏٽي ۽ جماعت ڏٽي بہ چئي سگھون ٿا."

1952ع چوٿين فيبروري تي حضرت پير سائين پاڳارا شاھہ مردان شاھہ ثاني جڏھن مسند نشين ٿيا تہ ملڪ کي ھڪ دوررانديش سياستدان، خير خواھہ مجاھد ۽ تعليم يافتہ رھنما جي ضرورت ٿي.

1952ع کان سندس سياست جو دؤر شروع ٿيو ۽ اڄ تائين سياسي حوالي سان سندن خدمتون ناقابل فراموش آھن، تاريخ اڄ تائين اھڙو ڪو سياستدان نہ ڏٺو جيڪو اقتدار جي حرص ۽ ھوس کان پري ھوندي ملڪ لاءِ عظيم خدمتون سرانجام ڏي 1952ع کان تعليم جي حوالي سان سندن ڪيل ڪوششون، نہ صرف خطاب ۾ حڪم پر عملي طرح پنھنجو ڌن دولت خرچڻ جنھن جو مثال نہ ٿو ملي. اڄ ديني حوالي سان جامعہ راشديہ مدرسو 100 برانچن سميت مصروف عمل آھي تہ ٻئي طرف سندن تعاون سان دنياوي تعليم جو سلسلو جاري آھي.

1965ع ۽ 1971ع ۾ وطن عزيز جي دفاع خاطر پاڻ ۽ حر جماعت جو عملي مظاھرو تاريخ جي ورقن ۾ محفوظ آھي، ان سان گڏوگڏ سدائين ٻين جو ڀلو سوچيندڙ رھيا آھن، حر جماعت کي ھميشہ عبادت خداوندي سان گڏ ٻانھن جا حق پورا ڪرڻ، تعليم جي توسيع ۽ ترويج ۽ قانون جي پابندي جا نيڪ مشورا ڏيندا رھيا آھن.

"سجاڳي جو سڏ" ڪتاب ۾ پاڻ جن مسئلن تي تاڪيدي حڪم ڪيو آھي تہ آئون سمجھان ٿو تہ ھن وقت سنڌين جي بدحالي،زواليت جا مک ڪارڻ اھي ئي آھن.پر افسوس اھو آھي جو قوم جو باشعور طبقو انھن اھم "اشوز" کي ڇڏي نان اشوز ڏي اھڙو متوجھہ ٿيو آھي جو قوم جي ترقي ۽ عروج جو گس ئي نظر نٿو اچي.

حضرت پير سائين سردار جن جو اھو خطاب اسان لاءِ ھدايت جو گس ۽ رھنما آھي، صرف حر جماعت لاءِ نہ پر ھر سنڌي لاءِ ڇو تہ ناميارِي ليکڪ نور محمد سنڌي جي بقول "سنڌ جو ھر سنڌي پير پاڳاري جو مريد آھي ڇو تہ ھو پيرن جو مرشد ۽ پاڳارو آھي."

*

# روايتن جو پاسدار: ”پير سائين پاڳارو“

محسن ملت، اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ جي فرمان مبارڪ تي سنڌ جي عظيم ڏاهي محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سہ ماهي مهراڻ ۾ ”سچاڳيءَ جو سڏ“ سان ڪجھہ سٽون لکيون هيون. انهن سٽن کي سنڌ سڄڻ تہ تمام گهڻو ساراهيو باقي ڪجھہ متعصب ڏانشورن ان کي تسليم ڪرڻ کان لنوايو. ڇا سچ ڪاري جي هيٺيان لڪي سگهندو؟ نہ بلڪل نہ ائين ئي سنڌ جي عظيم رهنما اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي طرف کان سنڌ جي سماج کي جيڪو شعور جو درس ڏنو ويو آهي. اهو ڪنهن انقلاب کان گهٽ نہ آهي، ڇو تہ انسان سڀ آهن، وجود هرڪو رکي ٿو. دماغ هر ڪنهن کي آهي پر پوءِ بہ سون سالن جو عرصو پنهنجي ڪک مان فقط اهڙن چند وجودن کي جنم ڏيئي سگهيو آهي، جيڪي وقت جي آسمان تي صبح جي تاري وانگر ٽڙندا آهن جن جو روشن ٿيڻ صبح جو ڇٽو اهڃاڻ هوندو آهي، انسانذات جي تاريخ شاهد آهي تہ موتين جهڙا موچارا، جبلن جيڏا سگهارا ماڻهو وڏي وٿيءَ کان پوءِ پيدا ٿيندا رهيا آهن. جڏهن انسان بہ سڀ آهن. وجود بہ هرڪو رکي ٿو دماغ بہ هر ڪنهن کي آهي تہ پوءِ تاريخ جي تاج ۾ اهي چمڪندڙ هيرا مختلف ۽ ڏار ڏار سوچن جا امين ڪيئن ٿا ٿين؟ ان لاءِ جو اهڙن فردن جي دلين ۾ ڪائنات جا ڏک، سور، بيوسيون، بيوس اکين جا لڙڪ سندن دلين ۾ لهي وڃن ٿا. حضرت روضي ڌڻي رهبر کان وٺي سندن خاندان پشت بپشت ڏکويل عوام جي داد رسائي ڪئي آهي. انهي عظيم خاندان جي هڪ اهڙي دنيا آهي، جنهن هڪ سچي جذبي جي صداقت هيٺ ويران، بنجر، ۽ بيوس دلين جي ديسن کي الله جي ذڪر سان آباد ڪرڻ چاهيو پر انهي جي بدلي ۾ وقت ۽ زماني انهن رهبرن

ڪي موٽ طور ڇا ڏنو؟ اهو ڪنهن کان لڪيل ڪونهي تاريخ جي سيني ۾ ان باهہ جا اولا اڃان بہ پنيٺ آهن. تاريخ انهي عظيم خاندان جي عظمتن جي گواهہ آهي. اسان جي عمل ۽ تخليق جي دنيا ۾ وڏا ماڻهو اهي آهن جيڪي بين ڪاڻ جيئن ۽ مرن ٿا. جن جي ذهنن ۾ سڌارڻ جي فسلفي جهڙا ڏيئا ٹمڪن ٿا. انهي حوالي سان ماڻهن جي ويڙهہ جا محاذ مختلف ۽ ڌار ٿي سگهن ٿا. انهيءَ ويڙهاند ۾ ڪجهہ ماڻهو جنگ جي خوني ميدانن ۾ پنهنجي جذبي جي سچائي لاءِ وڙهندي ماريا ويندا آهن، ڪجهہ وجود مقتلن ۾ سچ جي سزا طور ڪسجي ويندا آهن. ڪجهہ رات جي پوئين پهر ۾ ڦاسين جي رس تي لٽڪي ويندا آهن، ڪجهہ ماڻهو پنهنجا پٽ ڇڏي جلاوطن ٿي دشمن سان اڪيون اکين ۾ ملائي مهاڏو اٽڪائيندا آهن، انهن هستين مان سنڌ جي عظيم شخصيت، محسن ملت اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا دامت براڪاتهم العاليہ جو وجود مسعُود آهي، جيڪو انهن سڀني مرحلن مان پار ٿي بہ وري ان ڌرتي جي بيوس عوام ۾ شعور جي جاڳرتا ڦهلائڻ لاءِ شب و روز ڪوشان آهي.

اسان جنهن معاشري ۾ رهون پيا، سو هڪ اهڙو عبوري معاشرو آهي جنهن ۾ جديد ۽ قديم روايتن جي ٽڪراءُ هڪ اهڙي سماجي لقاءُ کي جنم ڏنو آهي جنهن ۾ نئين ٽهي حيران ۽ منجهيل آهي. هڪ پاسي اسان جو اهي پراڻيون روايتون ۽ قدر آهن جيڪي هڪ کان ٻي پيڙهي تائين منتقل ٿيندا رهيا آهن. ٻئي پاسي ميڊيا ذريعي امپورٽ ٿيل اهي جديد روايتون آهن جن اسان جي سماجي ۽ ثقافتي قدرن تي متروڪا وسائڻ شروع ڪيا آهن. ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ تعليم جي پستي اخلاقي قدرن جي واڌ ويجهہ ۾ وڏي رڪاوٽ رهندي آئي آهي. انهي رڪاوٽ کي محسوس ڪندي محسن ملت اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن نہ صرف حر جماعت پر پوري سنڌي سماج کي اهو درس ڏنو آهي. 1952ع ۾ اها مسند سنڀالڻ کان وٺي 48 سالن جي انهيءَ اوکي سفر ۾ هر هنڌ، هر جاءِ ۽ هر محفل ۾ روهڙي واري سائين انهن جملن کي ورجايو آهي تہ "تعليم ضروري آهي چاهي ڇوڪريون هجن يا ڇوڪرا!" انهن ڏينهن ۾ ملڪ جي هڪ مشهور سنڌي اخبار جي هڪ ڪالم نگار پنهنجي ڪالم ۾ اها ڳالهہ هيئن بانور ڪرائڻ

جي ڪوشش ڪئي هئي، تہ "پير سائين پاڳارا جو هي حڪم صرف حر جماعت لاءِ آهي ۽ هي حڪم انهي موقعي تي ڏنو آهي تہ جيئن هو (حر جماعت) انتشار کان بچي سگهي." اهي خيال صرف انهي دانشور جا هئا جنهن اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي دوراندیشي اجان پرکي ئي نہ آهي، حالانڪ پاڻ هميشہ ايئن فرمائيندا آهن تہ "سٺي تعليم سٺي ذهن کي آڻي ٿي اهو سٺو ذهن معاشري جي مٿان چڙهيل فرسوده رسمن جي دز کي صاف ڪري ٿو. اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي انهي حڪم نامي کان پوءِ سنڌ ۾ اڳ جي پيٽ ۾ ڏسجي تہ نياڻين کي تعليم ڏيارڻ جو تناسب وڌيڪ نظر ايندو. خاص طور تي ٻهراڙين ۾ جتي نياڻين کي فقط ٿانو ٻهاريءَ ۽ رڌڻي جي سنڀال لاءِ ئي پيدا ٿيل تصور ڪيو ويندو هو. هاڻي اتي بہ شعوري جاڳرتا پنهنجا پير کوڙي رهي آهي ۽ آهستي آهستي انهن ڳالهين کي قبول ڪيو وڃي ٿو جيڪي ڪڏهن ممنوع سمجهيون وينديون هيون. اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جو هي انقلابي قدم مبارڪ سماج ۾ نئون روح ڦوڪيندو ۽ نئون انقلاب آڻيندو. اسان وٽ جيڪي ماڻهو انقلاب جو ڳالهيون ڪندا آهن، اهيَ صرف لفظن تائين محدود هونديون آهن، ڇو تہ ڪنهن بہ انقلاب کي ايستائين سچو نہ ٿو چئي سگهجي جيستائين اهو انقلاب ذهني غلامي کان ذهني آزادي ڏانهن نہ وٺي وڃي. ماضي جو هر دور، حال جو هر وهڪرو، مستقبل جي هر اميد ذهني انقلاب جي تاريخي ۽ ان جو پورو دستاويز آهي. جنهن کان انڪار ڪرڻ انسان جي ذهن جو ڏيوالو آهي. انهيءَ لاءِ اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جي ڏنل فڪر جي پوري سماج کي ضرورت آهي. پاڻ جيڪي ڪجهہ فرمايو آهي. سو سياڻي جي تاريخ آهي، پاڻ ڪوڙ کي ڪوڙ ڏوڙ کي ڏوڙ ۽ جنمن جي سڙيل رک کي رک پٽي ثابت ڪيو آهي، زماني جي پراڻين بخين کي اديڙيو آهي.

اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جي انهي فڪر کي سنڌ جي باشعور طبقي تمام گهڻو ساراهيو آهي. انهن سڄاڻ ۽ سجاڳ ساٿين جا اهي رايا حر جماعت سان واڳيل نوجوان اديب سردار پيو ڪتابي شڪل ڏيڻ تو چاهي، اها بہ سٺي جستجو آهي، جنهن سان گهڻن ماڻهن کي چڱي لاڀ حاصل ٿيندي

*

# روشن راهہ جو ڏس

سنڌ ۾ پيراڻين درگاهن، مذهبي عالمن ،سياستدانن،سماجي تنظيمن جي اڳواڻن ۽ قومن جي سردارن کان وٺي چڱن مڙسن تائين سڀني ڪڏهن بہ اجتماعي سطح تي اهڙو ڪو بہ فيصلو ناهي ڪيو. جنهن سان شريعت محمدي خلاف ٿيندڙ غلط ۽ فوسوده رسمن، رواجن کي روڪجي نہ وري ڪو اهڙو جامع پروگرام جوڙي سگهيا آهيون. جنهن سان دوزخ بڻيل سنڌ کي ٿڌي ڪري سگهجي. مگر پير سائين پاڳاري جن گذريل 50 سالن کان وٺي اهي هدايتون صلاحون، مشورا پنهنجي حر جماعت کي ڏيندا پيا اچن جيڪي خدا جي حڪمن، شريعت محمدي ۽ قرآن شريف جي روشني ۾ هوندا آهن. 50 سالن جي تاريخ گواهہ آهي تہ انهن پيراڻي حڪمن مشورن سان حر جماعت معاشي، سياسي، سماجي، ۽ تعليمي ميدان ۾ اڳتي آهي، حضرت پير سائين پاڳارا جن جا خانقاہِ راشديہ تي روحاني خطابن توڙي اخبارن ۾ خصوصي انٽرويوز ۾ فرمايل حق ۽ سچ وارا گفتا نہ صرف سندن عقيدتمند مريدن بلڪ عالم اسلام سميت عالم انسانيت جي ڀلائي. ترقي، بهبودي ۽ اصلاح لاءِ راهہ نُما آهن. انهن تي عمل ڪندڙ ذاتي زندگي ۾ خوشحال ۽ وڏيڪ خوش هوندا آهن ۽ جن عمل نہ ڪيو سي پنهنجي زندگي ۾ بيڪار پنهنجي قوم ۽ خاندان لاءِ نقصانڪار آهن. پير سائين پاڳاري جي هميشہ ڪوشش رهي آهي تہ معاشري کي سڌارڻ لاءِ غلط ۽ فرسوده روايتن کي چڏڻو پوندو ۽ خطرناڪ حالتن بابت هميشہ جيان پير سائين پاڳاري جن گهرائي سان سوچيو آهي ۽ ان جي مستقل حل لاءِ اهڙا فيصلا ڪيا آهن. جنهن سان اهي مسئلا هميشہ لاءِ ختم ٿي وڃن ٿا. موجوده سنڌ جي خطرناڪ صورتحال ۾ پوري سنڌ جي سياستدانن کان ويندي عالمن تائين

سيئي خاموش آهن. انهن جي خاموشي جو ڪارڻ ذاتي سياسي مفادات آهن. سنڌ ۾ غيرت جي نالي تي "ڪاروڪاري" ۾ نوجوانن کي قتل ڪيو پيو وڃي. عورتن کي تعليم نہ ٿي ڏني وڃي. نياڻين کي ڏوڪڙن عيوض وڪڻيو پيو وڃي، دولت ۽ جائيداد بچائڻ لاءِ اميرن پنهنجي نياڻين جي شادي ڪرائڻ بدران ويهاري ڇڏيون آهن ۽ هر طرف جهالت واري اونداهي ئي اونداهي آهي. ڪو بہ سچ چوڻ لاءِ تيار نہ آهي ۽ نہ ئي ڪو حل جي واٽ ٻڌائي ٿو.

هميشہ جيان پير سائين پاڳاري ٻئين فيبروري 2004ع تي درگاهہ راشديہ تي حاضر جماعت کي مخاطب ٿي روحاني خطاب ۾ اهڙا حُڪم فرمايا هئا، جيڪي مناسب ۽ فائديمند آهن.روحاني خطاب ۾ پير سائين پاڳاري چيو تہ "نياڻين کي تعليم ڏيو.نئنديڻ جا سگ بيڪار آهن، ختم ٿيڻ گهرجن، ڪو بہ پنهنجي اولاد جي راضپي بنا شادي نہ ڪرائي، گهٽ پڙهيل کي پڙهيل لکيل، وڌيڪ پڙهيل يا اڻ پڙهيل کي پڙهيل لکيل سان نہ پرڻايو جائيداد کي بچائڻ لاءِ نياڻين کي نڪاح ۾ قرآن نہ ڏيو بلڪ انهن کي يڪدم پرڻايو نابالغ جي شادي نہ ڪرائي وڃي". ان دوران اهو بہ چيو تہ "توهان پنهنجي فيصلن تي عمل تہ ڪريو ٿا مگر پيراڻي فيصلي تي توجهہ نٿا ڏيو." آخر ۾ فرمايو تہ "هن مشوري تي عمل ڪرڻ سان توهان جي اولاد سڌرندي، توهان کي خوشي ٿيندي ۽ خانہ آبادي جي زندگي بسر ڪندي."

پير سائين پاڳاري جو اهو روحاني حڪم پوري عالم انسانيت لاءِ اهو روشن رستو آهي، جنهن تي هلڻ سان سيئي برايون، قتل و غارت، جهيڙا، دشمنيون ختم ٿي وينديون ۽ پورو جهان جنت ٿي ويندو.پير سائين پاڳاري جي روحاني خطاب کي پوري سنڌ جي سياستدانن، عالمن، سماجي اڳواڻن، روحاني پيشوائن سميت هر طبقي جي اڳواڻن کان ويندي هر عام و خاص ماڻهن ساراهيو آهي ۽ سنڌ جي ترقي، خوشحالي، بهبوديءَ لاءِ جديد دور جو مناسب فارمولو قرار ڏنو آهي. سنڌ ۾ جيڪي بہ برايون ٿين ٿيون يا "ڪارو ڪاري" قتل و غارت ٿئي پيو سنڌ جيڪا ڪربلا لڳي پئي آهي، هر پاسي آهون ۽ دانهون، مايوسين جو ديرو آهي. مائرن جون گودون خالي ٿين پيون،

پيٽڻ ڪان پائر پيا چنجن ذري ڳالهہ تي ڳيرو پيا مارجن. پاءُ ڀي پاءُ جو ويري آهي، هر روز ماتم آهي، چوڌطرف باهہ ٻري پئي آهي ۽ هر ڪو پيو ان ۾ سڙي مگر اداس ۽ مايوس سنڌ تي پوري دنيا پئي ٿي کلي، مگر سنڌ جا سڄاڻ گونگا ۽ ٻوڙا بڻجي تماشو پيا ڏسن. اهو سڀ ڪجهہ انهي ڪري آهي تہ سنڌ جي ماڻهن هميشہ اکيون ٻوٽي اهڙا اڳواڻ چونڊيا آهن، جن هميشہ انهن کي غلط مشورا ڏنا ۽ مسئلن جي منهن ۾ ڌڪيو آهي، انهن اڳواڻن غلط رسمن، روايتن جي پٺ پرائي ڪئي، ماڻهو معصوم بڻجي فرسودا روايتن ۽ رسمن جي ور چڙهي ويا.ان جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ رهندڙ سيئي قومون اندروني طرح هڪ ٻئي جون دشمن ٿي ويون.يا هڪ ٻئي سان معمولي ڳالهين تان جهيڙا ڪري جاني ۽ مالي نقصان ڪيو. اهي ماڻهو تڪرار جي حل لاءِ پنهنجي دشمن اڳواڻ جي درن جا ڌڪا کائڻ لڳا، مگر هڪ مسئلو حل ٿيندو آهي تہ ٻئي مسئلي کي پيدا ڪيو ويندو آهي، انهن مہ ڪلن سنڌ جي ماڻهن کي سياسي، معاشي ۽ سماجي طرح تباهہ و برباد ڪري ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ سنڌ جي عوام پنهنجي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ خود نٿي سوچي بلڪ بيوس ۽ غلام بڻجي چڪي آهي، انهن غلط روايتن سبب مسئلا پيدا ٿي رهيا آهن، ان جي ڪري سنڌ اندر بدامني پکڙيل آهي ۽ اهو اهم سبب آهي جو تعليمي ميدان توڙي معاشي طرح سنڌ اڳتي وڌڻ بدران هر روز پوئتي ٿيندي پيئي وڃي. هيءَ وقت آخري آهي جو حر جماعت ۽ سنڌ جون سيئي قومون مدي خارج روايتن فرسوده رواجن کي ڇڏي پير سائين پاڳارا جن جي حڪم تي عمل ڪن، جنهن سان سيئي مسئلا حل ٿي ويندا. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تعليم عام ڪئي وڃي، اسڪولن ۽ مدرسا قائم ڪيا وڃن. جنهن سان اهي سماجي بُرايون ختم ٿي وينديون.

هن دور ۾ "سجاڳيءَ جو سڏ" سارا هہ جوڳو آهي جڏهن تہ پوري سنڌ جي عوام پير صاحب پاڳاري جي طرفان رهنمائي ڪرڻ ۽ سٽلن کي سجاڳ ڪرڻ تي خراج تحسين پيش ڪري ٿي. پير سائين پاڳاري تاريخي خطاب ۾ معاشري ۾ قائم فرسوده رسمن، رواجن، مدي خارج ريتن، عورتن جي حقن جي پائمالي خلاف حڪم ڏنا آهن، سي اجتماعي طور پوري ملڪ جي عوام لاءِ فائديمند ۽ مفيد آهن، پير صاحب جيڪي بہ حڪم فرمايا آهن.سي

قرآن شريف، شريعت محمدي صلي الله عليہ وسلم، دين اسلام جي روشني ۾ بلڪل صحيح آهن. اهي حڪم قطعي طور تي اسان جي لاءِ جياپي، آجپي، سلامتي، فلاح و بهبودي، ترقي ۽ بهتري لاءِ فائديمند آهن. تنهنڪري ان تي عمل ڪرڻ سان اسان جو معاشرو تمام گهڻين سماجي براين فرسوده رواجن مان آجو ٿي ويندو. پير سائين پاڳاري جا سمورا حڪم حر جماعت توڙي ترقي پسند طبقي پنهنجي اکين تي رکيا آهن ،ڇو تہ سندن هر حڪم ۾ هدايت اسان جي لاءِ راهہ نجات ۽ سلامتي جي واٽ آهي. سڄي ملڪ ۾ غير سرڪاري تنظيمون (NGOs)، انساني حقن واريون تنظيمون، مذهبي جماعتون ۽ ٻيون سياسي جماعتون موجود آهن ،مگر واحد پير سائين پاڳاري "سُجاڳي جو سڏ" ڏنو آهي. پير صاحب پاڳاري هميشہ ملڪ ۽ قوم جي مفادن کي مدنظر رکي مفيد مشورا، صلاحون ۽ هدايتون ڏنيون آهن ،تنهنڪري اڄ سڄو ملڪ کين عزت ۽ احترام واري نظر سان ڏسي ٿو. سندن مشورن، هدايتن ۽ حڪمن تي غور ۽ فڪر ڪريون ۽ عملي طور تي انهن تي عمل بہ ڪريون. اڇو تہ گڏجي پير صاحب جي حڪم تي عمل ڪندي معاشري ۾ قائم فرسوده ۽ مذي خارج رسمن، رواجن ۽ غير اسلامي ريتن کي ڇڏيون، پنهنجي ٻچن کي پڙهايون خاص ڪري نياڻين کي وڌ ۾ وڌ پڙهايون، ان سان اسان ڪاميابي ۽ ڪامراني حاصل ڪنداسين ۽ اسان جو مستقبل چمڪندڙ ۽ روشن هوندو.

*

# قوم کی بہترین رہنمائی

حضور ﷺ نے فرمایا کہ، "تم میں سے ہر آدمی نگہبان ہے ہر ایک سی اسکی رعیت کی بارے میں پوچھا جائے گا، ماں سے اولاد کی بارے میں، سربراہ سے اہل خانہ کے بارے میں، استاد سے شاگردوں کے بارے میں، حکمران سے عوام کی بارے میں، پیر سے مرید کی بارے میں۔ بہترین نگہبان وہی ہے جو اپنی رعایا کی نگہبانی کا حق ادا کرے۔"

اپنے رعایا کو ہر چیز سی بچائے جس سی ان کان نقصان ہو سکتا ہے، اور ہر اس کام پر لگائے جس سی ان کا فائدہ ہو سکتا ہو۔ اور فائدہ بھی دو طرح کا ہے دنیوی، اخروی۔ اسی طرح نقصان بھی دو طرح کی ہیں دینی اور اخروی۔ بہترین رہنما ہی وے جو اپنی رعایا کو دینوی اور اخروی دونون نقصانوں سی بچائے اور دینوی اوا خروی بہتری کی راہ دکھائے۔

حُرون کے روحانی پیشوا اور بزرگ سیاستدان حضرت پیر سید مردان شاہ ثانی پیر صاحب پاگارہ کا اپنے مریدین او معتقدین سے خطاب یقیناً قوم کی بہترین رہنمائی ہے۔ سندھ میں وڈیرہ شاہی خصوصن اور بہت سی پرانی روایات عمومی طور پر بہت بڑا المیہ ہیں۔ بظاہر مسلمان کہلانے والے لوگ ایسے رسم ورواج اپنائے ہوئے ہیں جو شریعت اسلامیہ کے خلاف ہے۔ مثال طور پر قرآن کے ساتھ نکاح بہن بیٹی کی شرعی حقوق کان غصب، عورتوں کو طلاق اور خاوند کے فوت ہو جانے کی بعد دوسری شادی کا حق دیا ہے۔ مگر کچھ ناسمجھ لوگ عورت کو یہ حق نہیں دیتے، عورت کا جبری نکاح، لڑکیون کو دیر تک بٹھائے رکھنا، شادی نہ کرنا، وٹہ سٹہ کی رسم یقیناً روح اسلام کے خلاف ہیں، ذاتی عناد کی خاطر ہمسائے کے حقوق کا غصب، رشوت او سود بھی لعنت معاشرتی بی چینی کان سبب ہے۔ اقرباء پروری اور معاشی عدم توازن معاشرتی اضطراب مین مزید اضافہ کر رہے ہیں۔

ازدواجی اور عائلی زندگی میں غیر شعوری طور پر غیر شرعی رسومات اور روایات کو داخل کر لینا خاندانی امن و سکون کے ناسور بن چکے ہیں۔ دولت کے حرص و ہوس میں اپنائیت کا جنازہ نکال دیا

ہے۔ جس سی بزرگون کان احترام، مان باپ کان ادب، بہن بھائیوں سی محبت او چھوٹوں سی شفقت ختم ہوتی جارہی ہے۔ تعلیم جو معرفت الاہی کا ذریعہ ہے سرفرازی اور سربلندی کان وسیلہ ہے اسے دولت کمانے کا آلہ اور حصول جاہ و منصب کی سیڑھی سمجھ لیا گیا ہے۔ ہر پڑھنے والا نوجوان محض نوکری حاصل کرنے کے لیے تعلیم حاصل کرتا ہے۔ اس کی اخلاقی تنزاو گراوٹ کا سبب ہے۔ تعلیمی ادارون سے اعلیٰ تعلیم یافتہ نوجوان بھی نوکر ذہن اور غلام ماندہ انداز فکر لیکر نکلتا ہے۔ جو یقیناً روشن قومی مستقبل کے گھمبیر صورت حال کی واضع نشاندہی ہے۔ بندگان خدا میں خداخوفی برائے نام بھی نہیں ہے۔ شعائر اسلام کان مذاق اڑایا جارہا ہے۔ عملیات و اعتقادات اسلامیہ سے روگردانی بڑھتی جارہی ہے، سنت مصطفیٰ ﷺ کو نشان تضویک سمجھ لیا گیا ہے۔

محترم پیر صاحب پگارہ کا خطاب یقیناً اصلاحی ہے قوم اس وقت بی راہ روی کا شکار ہے، ہر قومی راہنما پر فرض ہے کہ جہاں تک ممکن ہوسکے قوم کی صحیح سمت راہنمائی کرے۔ بصورت دیگر حضور ﷺ کا فرمان رہے کہ کشتی میں کچھ لوگ سفر کر رہے تھے۔ ایک بندہ اپنے حصہ میں سوراخ کرنا شروع کر دیتا ہے، وہ لوگ اسے روکتے ہیں کہ نقصان نہ کرو، وہ کہتا ہے میں کروں گا جو میرے جی میں آئے گا۔ مین اپنی حصے میں جو چاہوں کروں گا۔ اگر وہ لوگ روک لیتے ہیں اسکا ہاتھ پکڑ لیتے ہیں۔ تو خود بھی بچ جائیں او اسے بھی بچالیں گے ورنہ وہ خود بھی ڈوبے گا اور دوسروں کو بھی لے ڈوبے گا۔ یہی حال اُمت مسلمہ ہے۔ کشتی سوار اُمت مسلمہ کا ہے، کشتی میں سوراخ کرنے والا غلط بی راہ روانسان ہے۔ دیگر سوار اس کے ارد گرد کے باسی ہیں اگر برائی کرنے والے کا ہاتھ نہیں پکڑا تو معاشرہ تباہ و برباد ہو جائیگا۔

حضور علیہ السلام نے فرمایا: 'الناس علی دین ملوکھم' لوگ اپنے سربراہوں کے دین پر ہوتے ہیں اولاد اپنے ماں باپ کی نقش قدم پر چلتی ہے، شاگرد پر استاد کا اثر ہوتا ہے، خاندان پر سربراہ کی تصویر ہوتی ہے۔ مریدین اپنے پیر و مرشد کی پیروکار ہوتے ہیں تو یہ بات دعویٰ سے کہی جاسکتی ہے کہ مشائخ عظام اپنی حلقہ اثر وارادت کی اصلاح کرلیں تو یقیناً ہمارا معاشرہ اسلامی معاشرہ بن سکتا ہے۔ معاشرے مین امن وامان بحال ہو سکتا ہے۔ قوم کی ڈوبتی ہوئی دنیا کو پھر سے سنبھالا جاسکتا ہے۔ یقیناً قوم مسلم کی فلاح اور بہتری دین اسلام میں ہے۔ بزرگون کی آبرو کان ضامن، سکون وراحت کا پیغمبر بہن کی عفت و پاکدامنی کا محافظ اسلام ہے۔ لہٰذا مشائخ کو چاہئے کہ قوم کو دیں ملت اسلامیہ کی راہ پر لگائیں۔

*

# امید کی کرن

۲ فروری ۲۰۰۶ کو حروں کے روحانی پیشوا اور بزرگ سیاستدان پیر سید مردان شاہ ثانی پیر پگارہ نے درگاہہ عالیہ قادریہ حضرت پیر سائیں روضے دھنی بادشاہ پیر جو گوٹھ میں ہزاروں عقید تمندوں مریدوں اور حر (جماعت کی اجماعت) کے اجتماع سے خطاب کرتے ہوئے سندھ میں رائج جھوٹی اور فرسودہ روایات، غیر اسلامی و غیر شرعی رسم ورواج، خواتین کی کردار کشی، خواتین کی حقوق کی پامالی، عورتوں کے حقوق وراثت میں ان کا حصہ، قرآن سے شادی کر دینا بیروزگاری کے خاتمے کیلئے افواج پاکستان میں بھرتی ہونا، رزق حلال کے حصول کی کوشش، تعلیم کے فروغ بالخصوص لڑکیوں کی تعلیم پر توجہ، بچوں کی بہترین خطوط پر پرورش بزرگون کی تعظیم اسلامی طرز معاشرے کا فروغ، اسلامی فلاحی ریاست کے قیام کو کوشش تعلیم کے فروغ بالخصوص لڑکیوں کی تعلیم پر توجہ، اسلامی فلاحی ریاست کے قیام کی کوشش، انصاف مساوات اور بھائی چارے پر مبنی معاشرے کا قیام جیسے زریں اصولوں کی جانب رہنمائی کر کے سندھ کے روایتی وڈیروں سے روشن خیال، اعتدال پسند اور جدید دور تقاضائوں کے مطابق معاشرے کو حقیقی اسلامی سانچے میں ڈھالنے کیلئے جو رہنما اصول وضع کیے ہیں وہ قابل تحسین ہی نہیں بلکہ سندھ کے پسماندہ معاشرے کو جدید خطوط پر استوار کرنے کی بہترین سعی کی گئی ہے۔ آپ نے جن عوامل کی نشاندہی کی ہے، اس کی وجہ سے پورا سندھ اب کرب میں مبتلا نظر آتا ہے۔ وڈیرے اپنی جائدادون کو بچانی کیلئے اپنے گھر کی عزت کو دوسرے گھر کی زینت بنانے کیلئے تیار نہیں۔ جاہل مردون سے تعلیم یافتہ عورتون کے رشتہ جیسی غلط روایات کا سلسلہ جاری ہے، جس سے گھر آباد ہونے کی بجائے اجڑ رہے ہیں۔ بلکہ نسل نہ رکنی والی نفرت کا سلسلہ شروع ہو رہا ہے، آج کا سندھ وڈیرہ شاہی اور جاگیر دارانہ رسم ورواج کی زیر تسلط ہے۔ جس کی وجہ سے معاشرے میں بی چینی بدامنی خوف وحشمت ظلم وجبر حقوق کی مالی کا دور دورہ ہے آج سندھ کا نوجوان روزگار کے حصول کے کیئے دربدر کی ٹھوکریں کھانے پر مجبور ہے، "کاروکاری" کی

بھینٹ چڑھانے کا سلسلہ جاری ہے، غلط رسم و رواج اور خاندانی پابندی میں جکڑی ہوئی روایات کی وجہ ہے۔ سندھ دلدل میں پھنستا ہوا دکھائی دیتا ہے، ایسے بی یقینی اور اضطرابی حالات میں پیر صاحب پگارہ نے جن حقائق کو عوام کی سامنے رکھا ہے وہ سندھ کو جدید خطوط پر استوار کرنے اور معاشرے کی ناہمواری کو ختم کر کے ترقی یافتہ اعتدال پسند اور روشن خیال معاشرہ بنانے میں معاون و مددگار ثابت ہوگا۔ آپ کا خطاب معاشری کے پسے ہوئی کچلے ہوئے وڈیروں کے زیر تسلط غریب عوام کے لئے امید کی کرن ہے۔ جس سے سندھ کے دیہی معاشرے میں انقلابی تبدیلیاں رونما ہوں گی اگر سندھ کے دیگر وڈیرے سیاستداں پیر اور سجادہ نشین بھی پیر صاحب کے نقش قدم پر چلتے ہوئے فرسودہ اور غیر اسلامی رسم و رواج کے خلاف اٹھ کھڑے ہوں تو دنیا کی کوئی طاقت سندھ کو خوش حال بننے سے نہیں روک سکتی۔ ہمیشہ پاگارا خاندان کے بزرگوں کے حکم پر ان کے عقید تمند مریدوں نے جانیں، ملکیتیں اور سب کچھ قربان کیا ہے، تاریخ میں یہ روشن حقیقت ہے۔ مگر آج اسی خاندان کی مسند پر بیٹھے عظیم بزرگ کے اس حکم پر مریدیں اور سندھی قوم عمل کر کے فلاح اور ترقی حاصل کرتے ہیں یا نہیں۔۔۔۔؟

*

# داستان دل

داستان دل سے ذکر داستان تک آ گئے
ہم چلے تھے کس جگہ سے او کہاں تک آ گئے

دانشمندان زمانہ کہتے ہیں کہ کسی شخص کی القابات سے، جبہ و ستار سے، اس کی مقطع و مسجع صورت سے کوئی راء قائم کرنا دانشمندی نہیں۔ بلکہ اس کے باتنی کمالات، اس کے اخلاق، اس کے کارنامے، اس زبان سی نکلے حروف کی مہک کے اثرات، اس کے خلوت و جلوت ہے، ان کی اصل پہچان ہے۔ صورت حُسن و جمال کے کئی شاہکار دیکھے ہیں جو اپنے حسن کی حسین جال میں اسیر کر لینے کے ماہر ہوتے ہیں اور خون عقیدت و محبت کا آخری قطرہ نچوڑ کر یوں پھینک دیتے ہیں۔ کعصف ماکول جیسی کوئی کھایہ ہوئا بھوسا۔ ہم نے ایسا بھی دیکھا ہے کہ باطنی کمالات کے باغات میں رہنے والے۔ اپنے انھیں باغات سے، پھلون سے، مہک سے اور حسن و جمال سے اپنے قریب آنے والون کو لطف اندوز کرتیں ہیں کہ اگر کوئی ایک بھی ان کی بہتی نہروں سی بھر کر پی لے تو حیات دوام پاتا ہے اور پھر موت بھی ان کے قریب نہیں آتی۔

حضرت پیر صاحب پاگارا کی حیات افروز آب جو سے میں بھی پانی پیا ہے، بلکہ ایک عرصے سی پی رہا ہوں۔ پہلے دور تھے۔ بہت دور۔ ذہنی، فطری، جسمانی طور پر۔ اس لیے اس دوری نے آپ سے بہت دور کر رکھا تھا۔ یار و یہ کوئی پیر ہے۔ اخبارات مین، رسائل میں، بیانات میں، تمام سیاستدانوں سے انوکھے اور نرالے بیانات، اشارے، کنائے، تلمیحات، ذکائی انداز، طنز، تنقید، مستقبل کی خبریں۔ عجیب عجیب لیکن کچھ عرصے بعد احساس ہوا کہ یہ شخص جو کہتا ہے وہ ہو جاتا ہے۔ لیکن اید پیر کا بیٹھا ہوا ذہن میں تصور اور خاکا تھا۔ وہ ذہن میں بیٹھتا ہی نویں تھا۔ نہ کبھی اللہ ہو کی بات، نہ کبھی مکہ و مدینہ کی بات، نہ قرآن و حدیث کی بات، پتہ نہیں یہ کیسا پیر ہے۔ راز کی بات تو کوئی رازدار ہی جان سکتا ہے۔

دوریوں کی دلدل میں پھنسے لوگ حقیقت حال نہیں جان سکتے۔ گھر کے دروازے کے باہر کی کنڈی۔ ساری عمر باہر ہے لٹکتی رہتی ہے اس لیے اس سی گھر کے اور گھر والے کے اسرار ورموز کے بارے میں پوچھنا حماقت ہے۔

ایک صاحب ہے مفتی محمد رحیم سکندری۔ علم وفضل۔ زھد وتقویٰ، عبادت وریاضت۔ نیکی و یار رسائی کا ایک حسین نمونہ۔ سچوں کی باتیں بھی سچی۔ حضرت پیر صاحب کے حوالے سے اکثر لب کشائی فرماتے رہتے اور حسین الفاظ میں فرماتے۔ لیکن تشکیک کا فرد وغبار اتنا گھرا تھا کہ کچھ نظر ہی نہ آتا تھا۔ ایک بار مفتی صاحب فقیر کے گھر لاہور تشریف لائے۔ ارشاد ہوا قبلہ پیر صاحب لاہور تشریف لائے ہوئے ہیں۔ ایک ضروری مشورے کے حوالے سے آیا ہوں۔ ٹیکسی روکی گئی۔ مفتی صاحب اترے اور کوٹھی میں داخل ہوئے، میں نے خیال نہیں کیا۔ جب پیر صاحب سے ملاقات ہوئی، میرا تعارف بھی ہوا، شفقت ومحبت کے بھتی دھارے نے سینے سی لگایا، دعائیں دیں، ضروری ھدایت ومشورے دیئے، اجازت لی، واپس چل دیے۔ اچانک میری نظر مفتی صاحب کے قدموں پر پڑی تو حیرت سی آنکھیں کھلی کی کھلی رہ گئیں۔ کہ مفتی صاحب جوتی ٹیکسی میں اتار آئے تھی اور جوتی لے کر پیر صاحب کی کوٹھی میں داخل نہ ہوا سو کہ ادب سمجھا۔

میرے مالک! وہ کیا شے ہے؟ جس کے حضور زہد ورع کا پیکر جمیل، مسند علم ورشد کا شاہوار، عشق رسول کا حسین نمونہ، مفتی محمد رحیم سکندری جیسا شخص سراپائے عجز ونیاز بنا ہوا نظر آتا ہے۔ ننگے پاؤں حاضری دینا اپنا سرمایہ افتخار سمجھتا ہے۔

مفتی صاحب کے اس عمل میں تجسس کے دروازے پر روک کر کھڑا کر دیا، اور میں اس شخصیت کا مطالعہ کرنے لگا۔ کبھی ساری عمر کا سفر کھوج لگانے میں ناکام ہوتا ہے اور کبھی ایک ہی جست میں منزل جاتی ہے۔ مفتی محمد رحیم سکندری صاحب کی نے۔ پیچ وخم سے آگاہی بخشی۔ دیار غیر ین جلاوطنی کی زندگی سی لیکر مسند ورشد وھدایت تک سفر کی دھول ہٹائی اور ایک خوبصورت خلق ومروت کے پیکر کی راہ دکھائی، دوریوں کی مسافت کم ہوتے ہوتے کافی حد تک دم توڑ گئی۔

پیر صاحب کا مسلکی رنگ بھی دیکھا، اتنا پختہ کہ اس رنگ میں رنگ جانے کو جی کرے۔ اور اس کے پیچھے صحبت علمائے حق کار فرما نظر آئی۔ حضرت مولانا صالح محمد رحمت اللہ علیہ اور حضرت مولانا اقدس علی خان رحمت اللہ جیسی نابعد روزگار شخصیات اور رنگ ساز نظر آئے۔

اس جان تمنا کا ہے ذکر میرے لب پر،
اب نطق وزبان ڈوبے ہوئے اس میں ہیں۔

خانقاہی نظام کی جو پختہ کاریاں پیر جو گوٹھ میں دیکھنے میں آئیں سبحان اللہ، ہزاروں اور لاکھوں عقیدت مندیوں میں ڈوبے ہوئے لوگ، جیسے حضرت پیر صاحب، پیر روزے دھنی رحمت اللہ علیہ کے آستانہ پر حاضر ہوتے ہیں۔ وہ تو ہے ہی، لیکن ان خلوص کی پیکروں کے مہمان نوازی کا وسیع انتظام، پیر صاحب کے دست سخا کی وسعت کی نظیر ہی نہیں بلکہ حسن نظم ونسق کی ایک زندہ مثال ہے۔

جشن عید معراج النبی ﷺ کی تقریب کے اعتبار سے انوکھی ہے۔ ایک طرف لاکھوں پروانوں کے ہجوم کا "بھیج پاگارہ" کا نعرہ وہ لطف دیتا ہے کہ سبحان اللہ۔ ہجوم پیکران کان رخ۔ حرف ایک طرف۔ پیر صاحب کی طرف، بسوں۔ ٹرکون۔ موٹر سائیکلون، بلکہ سیکڑوں مردون اور عورتون کا رخ صرف پیر صاحب کی طرف۔

صبح اور شام دو بار پیر صاحب کی زیارت، مختصر خطاب لیکن اس مختصر خطاب کا راشن اتنا زیادہ کہ سارے سال کے لیے کافی۔ لوگوں کا ہجوم، جاہلوں، اناڑیون کا ہجوم نہیں کہ سیلاب کی طرح بھنی لگے۔ جدہر رخ ہو گیا ادہر بھر نکلا ایسا نہیں۔ ھر گز ایسا نہیں، حلقہ ہمہ تن گوش اور باہوش وحواس خطاب اور زیارت سے سیراب ہو رہے ہیں۔

اس توپ سعید کا دوسرا رخ، بیشمار، علماء کرام کو خصوصی دعوت۔ پنجاب، سرحد، بلوچستان اور سندھ صوبے کے جید اور نابغہ روزگار شخصیات۔ علماء کرام، مفتیان عظام، شیخ الفقہ وشیخ الحدیث، مشائخ محترم، کثیر تعداد میں دعوت او ان کی رہائش کا خصوصی اہتمام۔ رات پیر سائیں کی ساتھ ان کے آستانے پر، پر تکلف کھانے، اور کئی انداز سے تیار کردہ، مختلف ڈشیں۔

جامع راشدیہ کی زیر اہتمام چلنے والے مدارس کے فارغ التحصیل ہونے والے حفاظ قراء اور علماء کرام کی اسناد پر دستخط، رات بھر مختلف جید علماء کرام کو یہ اعزاز بڑی عنایت ہے۔

دیکھے ہیں بہت ہم نے پُر کیف نظارے،
لیکن تیرے کوچے کی فضا اور ہی کچھ ہے۔

آستانہ عالیہ کے ساتھ دینی مدارس کا قیام، تحقیق اور ریسرچ کے امور پر کام، پیر صاحب کی آباؤ اجداد کی کتب اور ملفوظات کی تراجم، ان کی اشاعت ماھنامہ راشدیہ کا اجرا احساس ہوتا ہے کسی جاہل مطلق پیر کا آستانہ نہیں بلکہ آباؤ اجداد سی علم و فضل کا بہتا ہوا دھارا آج تک بھ رہا ہے اور خوب بھ رہا ہے۔

حرف کفیر سے ایک انتہائی حسین و جمیل لائبرری کی خوبصورت عمارت، اس میں دنیا کے ہر موضوع پر کتب کا ذخیرہ، اس کو محفوظ کرنے کے لیے با قابل اعتماد کی گرفت، قلمی نسخہ جات کی حفاظت، قرآن مجید کے بے شمار نسخے یہ سب پیر صاحب کے حسین ذوق او بلند نظری، درد دین و ملت اسلامیہ کا حسین امتزاج ہے۔

ان سے مل کر جو آئے تو جہان رنگ و بو،
ان کے کوچے سے گذرے تو صبا کچھ بھی نہیں۔

میں نے پیر صاحب کی خلفاء دیکھے ہیں، ان سی بار ہا ملا ہون، ان کی اصطلاح میں وہ فقیر کہلاتے ہیں، اور واقعی فقیر ہوتے ہیں۔

قدم بوسی کی اذزت مل گئی جن چند ذروں کو،
ابھی تک وہ چمکتے ہیں ستاروں کی جبیں ہو کر۔

۲۰۰۴ع فروری کی دو، ۱۰ ذوالحج پر پیر جو گوٹھ میں پیر صاحب شاہ مردان شاہ پیر سائیں پاگارا نے ہزاروں عقیدت مند مریدوں، چاہنے والون کے ایک بڑے اجتماع سے خطاب فرمایا۔ اے کاش دنیا کے سارے پیروں کو یہ خطاب سنایا جائے اور پیر صاحب کی سنت پر عمل کرنے کی درخواست کی جائے۔

آپ نے اس خطاب میں فرسو.. اور غلط رواجوں اور رسموں کو ختم کرنے کا حکم دیا ہے۔ چھوٹے چھوٹے معصوم ناسمجھ بچون کی رشتے سی روکا ہے۔ بلوغت سی پہلے شادیان کرنا اور کرانا، رشتہ داری کی وقت لڑکے اور لڑکی سی راضپہ معلوم کرنا، غیر تعلیم یافتہ لڑکے یا لڑکی کا نکاح ایک اعلیٰ تعلیم یافتہ اور زمانے کے نشیب و فراز سے واقف کا ایک جاہل مطلق عورت سے یا عورت کا مرد سے نکاح کرنا پسند نہیں کیا گیا ہے۔ کیوں کہ اس سے معاشرتی زندگی میں ہزاروں مسائل کھڑے ہو جاتے ہیں۔ جائداد کے لیے بٹھائی ہوئی لڑکیوں پر ظلم ختم کرنے اور ان کی جلد شادی کرنے کے احکامات

جاری کئے ہیں۔ رزق حلال کے لیے محنت پر آمادہ کیا ہے اور بد معاشوں اور خبیث لوگوں سے تعلقات بڑھانے اور دوستی قائم کرنے سے روکا ہے۔

یہ ایسے اقدامات ہیں، جن کی طرف روحانی پیشوا کی حیثیت سے ساری زمانے کی روحانے پیشوائوں سے سبقت لے جانا کتنی بڑی خوبی ہے۔ اس افراتفری کے دور میں خداترسی اور خداپرستی کا حکم دے کر ایک بڑا ماڈل نمونہ پیش کیا ہے، یہ بہت بڑا اقدام ہے۔

پیر سائیں، بہر نوع، ایک عظیم، خوبصورت، پاکیزہ، انوکھے اور نرالے انداز کے مالک ہیں۔ وہ روحانی رہنما بھی ہیں تو بزرگ سیاستدان بھی۔ جو حاکم بھی بر سر اقتدار آیا، اسے اس در کی تلچھٹ ضرور چکھنی پڑی ہے۔ دعا ہے کہ اللہ تعالیٰ پیر سائیں کی عمر دراز فرمائے اور آپ کے مشن تا قیامت تک جاری رکھے۔

*

# سجاڳيءَ جو سڏ ۽ ڪاميابي جي راهه

سنڌ اندر موجوده دور ۾ معاشي توڙي سماجي حالات سازگار ناهن، پر ان کي سڌارڻ لاءِ وڏي سجاڳيءَ جي ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ وڏي مايوس ڪن صورتحال اها آهي جو ڪجھ وقت کان وٺي سنڌ جي معاشري ۾ هر خامي لاءِ ٻين کي جوابدار ٺهرائڻ جا سبق پڙهايا ويا آهن ۽ پاڻ پنهنجين ڪوتاهين کي سمجھڻ، قبول ڪرڻ ۽ انهن کي دور ڪرڻ لاءِ ڪارائتن قدمن کڻن لاءِ ڪنهن به سياسي توڙي سماجي رهنما ڪو تحرڪ ڪو نه ورتو آهي. سنڌ ۾ گھڻو ڪري هر ڪنهن پاڻ کي عام مقبول اڳواڻ بنائڻ لاءِ اهي ڳالهيون پئي ڪيون آهن جيڪي ماڻهن کي وڻن، انهي ڪري ماڻهن کي عام طرح سندن چوڻ ته: "اوهان بالڪل بي قصور آهيو سڄو ڏوهه ٻين جو آهي" ان جو سبب اهو آهي جو پنهنجي کي سچ چوڻ ڏکيو آهي، پر حقيقي خير خواهي انهي ۾ آهي ته پنهنجن کي سچ چئجي ۽ صحيح رهنمائي ڪجي.

ان جو معياري مثال عالي جناب پير صاحب پاڳاري شاهه مردان شاهه ثاني سائين سڪندر شاهه جي ٻئين فيبروري 2004ع واري خطاب ۾ آهي. جيڪو پاڻ عيدالاضحيٰ جي نماز بعد حاضر جماعت کي ڪيو هئائون. هي خطاب سنڌ جي وڏي سڄڻ ۽ وڏي روشن خيال رهنما جو آهي ۽ سندن جماعت نه صرف اڪين تي رکي ان تي عمل ڪندي، پر اهو خطاب سنڌ جي هر خير خواهه سڄڻ لاءِ "سجاڳيءَ جو سڏ" آهي.

*

فقير قادر بخش مگريو
چيف خليفہ درگاهہ شريف

# سلامتي جي واٽ

امام العارفين حضرت پير سيد محمد راشد شاهہ روزي ڌڻي رحمت الله عليہ جن درگاهہ عاليہ قادريہ جي گادي نشين سمورن سڳورن بزرگن پنهنجي روحاني جماعت کي هر وقت الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ ۽ پياري حبيب حضرت محمد صلي الله عليہ وآليہ وسلم تي درود و صلوات جو ورد ڪرڻ، نماز پابندي سان پڙهڻ، پاڙيوارن جو خيال رکڻ، حق حلال جي روزي ڪمائڻ جي تلقين فرمائڻ سان گڏو گڏ غير شرعي رسمن ۽ رواجن کي ختم ڪرڻ جو حڪم پئي ڏنو آهي. موجوده پير سائين پاڳارا جن هميشہ پنهنجي وڏڙن جي نقش قدم تي هلندي حُڪم ۽ هدايتون ڏيندا پئي آيا آهن. حضرت پير سائين پاڳارا جن هميشہ سلامتي ۽ خوشحالي جي واٽ جو ڏس ڏيندا رهيا آهن. جيڪي سندن ڏسيل واٽ تي هليا سي ڪڏهن بہ نہ ڀُليا. انهن هتي ڪاميابي ۽ ڪامراني ماڻي ۽ پنهنجي آخرت پڻ سنواري، جن عمل نہ ڪيو سي يقينن زوالپڻي جو شڪار ٿيا.

تنهنڪري ضرورت اِن ڳالهہ جي آهي تہ حُرجماعت درگاهہ شريف تان مليل هدايتن ۽ حڪمن تي بنا دير جي عمل ڪري، ڇو تہ خانقاهي اصول، هدايتون ۽ حڪم، اسان جي خوشحالي، بهبوديءَ، شادابي، ڪاميابي ۽ ڪامراني لاءِ راهون ۽ رستا روشن ڪندڙ آهن. جيڪو اُن تي هلندو سو ئي فيضياب ٿيندو. حُر جماعت باشعور روحاني جماعت آهي، اُن ڪري جماعت پنهنجي اولاد کي اعليٰ تعليم سان آراستہ ڪري ۽ خاص طور تي پنهنجي نياڻين کي وڌ ۾ وڌ تعليم ڏياري. جنهن سان ترقي، خوشحالي، شادآبادي ۽ سلامتي جو سفر آساني سان طئي ڪري سگهجي ٿو.

*

# چڱائي واري واٽ

موجوده پير صاحب پاڳاره خواه اڳين بزرگن هميشہ جماعت جي ڀلائي ۽ خير خواهي فرمائي آهي. پنهنجن پراون خاص طرح پاڙيوارن سان همدردي، حسن سلوڪ، عزت ۽ سهڻي رويي جي تلقين فرمائي آهي. اسان جي معاشري ۾ خانداني ۽ ازدواجي مسئلن جي خاص طرح وڏي اهميت رهي آهي.

اسلامي نقطہ نظر کان "ڪفو" جي خاص اهميت آهي. جنهن جو مقصد آهي تہ عورت جو حق آهي تہ اها ڪفو کان ٻاهر يا اخلاقي طرح ڪريل خاندان سان رشتي ۾ انڪار ڪري اهڙي طرح عورت تي شرعاً جي بہ اجازت ڪانهي، عاقل بالغ عورت جو رضامندو پنهنجي مستقبل لاءِ سندس حق آهي.

ابوداءُد جي هڪ روايت آهي تہ هڪ ڇوڪري هڪ ڀيري نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم وٽ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ يا رسول الله! منهنجي پيءُ مونکي منهنجي مرضي کان سواءِ زبردستي پرڻايو آهي تنهن تي نبي اڪرم صلي الله عليہ وآليہ وسلم ڪيس اختيار ڏنو. تون انهي نڪاح کي قبول ڪرين تہ ٺيڪ نہ تہ نڪاح ٽوڙڻ جو اختيار آهي. ڇوڪريءَ جو وارث ڇوڪري جو نڪاح جيتوڻيڪ خير خواهي واري جذبي سان ڪرڻ جو اخلاقي ۽ قطعي طور پابند آهي تاهم عاقل بالغ عورت جي اجازت پنهنجي جاءِ تي ضروري آهي.

موجوده حالتون اهڙيون نہ آهن جو ننڍي هوندي والدين صغيرن جو معاملو قطعي ڪري ڇڏين. والدين جو اختيار ۽ ولايت جو انڪار ڪو نہ ڪبو پر وقت کان اڳي ٻارن جي مستقبل جو فيصلو اڳتي هلي والدين جي واسطي عذاب ٿئي ٿو تہ خود اولاد جي واسطي خاص طرح ڇوڪري جي

واسطي. مجموعي طرح پير صاحب پاڳاري خانداني حوالي سان جو ڪجهه فرمايو تنهن کي ڊاڪٽر بلوچ "سجاڳيءَ جو سڏ" چيو آهي. اهو صحيح آهي. نه فقط عورتن جي جائز حقن جي حفاظت لاءِ پير صاحب پاڳارا جي مشوري تي عمل ڪرڻ ضروري آهي، بلڪ والدين ۽ معاشري جي عافيت لاءِ به اهو ضروري آهي.

*

# روشنيءَ جو سفر

سلسلہ راشديہ سنڌ اندر هڪ نهايت ئي مقدس صوفي سلسلو آهي، جنهن جو بنياد حضرت پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي وڌو ۽ ان جو تسلسل اڄ تائين موجوده حرن جي روحاني پيشوا حضرت پير سائين پاڳاري جي رهنمائي ۾ نهايت ڪاميابي سان جاري ۽ ساري آهي. هن خاندان ۽ سلسلي جا سنڌ جي تاريخ تي وڏا نقش چٽيل آهن. انسان جي روحاني تربيت ۽ اندر جي پاڪائي کان وٺي دنياوي ڪمن ۾ رهنمائي ۽ جاهليت جي رسمن کان ڇوٽڪاري جي لاءِ براين جي خلاف مسلسل هن خاندان جو جهاد اصغر ۽ اڪبر جاري رهندو اچي ٿو. تازو پير صاحب جو پنهنجن مريدن کي نياڻين کي تعليم جي سلسلي ۾ تاريخي خطبو ڏنو ويو آهي. اهو هڪ وڏو انقلابي قدم آهي جيڪو اسان جي جاگيردار نظام جي منهن تي هڪ چماٽ آهي.

اسان ماڻهو نياڻين کي هڪ انسان بجاءِ جانورن، غلامن يا ٻي پراپرٽي وانگر سمجهندا آهيون، نہ انهن جي صحيح تعليم جو خيال رکيو ويندو آهي ۽ نہ ئي انهن جي صحت جون خواهشون تہ پري جي ڳالهہ آهي پر اسان انهن جو نڪاح انهن جي مرضي پڇي نہ ڪندا آهيون ڇو تہ ڪيترين ٻي جوڙ شادين جي ڪري خاندان تباهہ ۽ برباد ٿي ويا ۽ قبائلي جهيڙا ان کان علاوه جيڪي انهن خانداني ناچاڪين جي ڪري سموري سنڌ ۾ اوهان کي نظر ايندا.

اهڙي موقعي تي پير صاحب جو اهو فرمان تہ نياڻين جو خيال رکو انهن جون ٻي جوڙ شاديون نہ ڪريو ۽ انهن کي تعليم جي زيور سان آراستہ ڪريو جيڪو وقتائتو انقلابي قدم آهي، ۽ اهو حضور صلي الله عليہ وسلم

جن جي سيرت مبارڪ جي پيروي آهي. جنهن لاءِ مان مبارڪ باد ڏيان ٿو ۽ اميد ڪجي ٿي تہ پير سائين جن جي ان فرمان سان نہ فقط سندن مريدن جي حلقي ۾ پر سڄي سنڌ ۾ ان جا سٺا اثر پوندا ڇو تہ هڪ ماءُ جي تعليم يافتہ هجڻ سان پورو خاندان تعليم يافتہ بڻجي سگهي ٿو. اسان جي معاشري ۾ عورت ڪي يا تہ ڪارو ڪاري واري شهرت ڏني وئي آهي يا وري شوبز جي شوبازن عورت کي هڪ پاڪيزه شهرت کان پري رکيو آهي.

پير صاحب عورت کي اسان جي اسلامي ثقافت ۽ شريعت مطابق جيڪو مان ۽ مرتبو ڏنو آهي ان جي نفاذ لاءِ هي عملي قدم کنيو آهي جنهن سان اسان جي معاشري جي 50 سيڪڙو آبادي سک ۽ روشني ڏانهن سفر شروع ڪندي ۽ معاشري ۾ توازن پيدا ٿيندو.

*

انعام شيخ

# شاندار مستقبل جي ابتدا

اڄوڪي سنڌ ۾ رائج جاهلاڻي روايتن جي نڌڪار آڏو اعليٰ حضرت پير سائين پاڳاري جو هيءُ سنيهو سچ ۽ سوجهري جو اهو سڏ آهي، جيڪو روايتي جهالت، ڪم عقلي ۽ غليظ پٽي جي ان ديو جو هيانءُ ڦاڙي سگهي ٿو. جيڪو ڪجھ عرصي کان سنڌ جي اعليٰ سماجي روايتن ثقافتي قدرن، سندرتا جو ساهه مٿ ۾ جهلي هڪ شاهڪار تاريخ جي وارث قوم جي بنيادن کي پليندو پيو اچي.

ايترو ئي نه هن نياپي جي نياري واٽ تي هلي سنڌ پنهنجو اهو وڃايل وقار، تشخص ۽ مهانتا ٻيهر ماڻي سگهي ٿي، جيڪا صدين کان دنيا جي قومن ۾ سنڌن سڃاڻپ بڻيل آهي. دعا آهي ته پير صاحب جن جو هيءُ پيغام سندس مريدن سميت سيني پنڊ واسين جي ذهنن ۾ شعور جون ڏيائيون جلائي مستقبل جي شاندار سنڌ جي اڏاوت جي ابتدا ثابت ٿئي.

*

ادل سومرو

# سماجي بهتري لاءِ انقلابي خطبو

پير صاحب پاڳاري جي شخصيت سڄي سنڌ ۾ سهپ، رواداري ۽ روشن خياليءَ جي حوالي سان نهايت احترام واري آهي. هو سنڌ جا منفرد پير آهن جن جي ڪتابن ۽ عالمن سان دوستي آهي، ڪتاب پڙهن ٿا ۽ ڪتب خانن کي اهميت ڏين ٿا. سنڌي سماج ۾ بين ڪيترين ئي ڪوتاهين سان گڏ عورتن کي گهربل اهميت ۽ عزت نہ ڏيڻ جي روايت بہ رهي آهي. ان سلسلي ۾ سيد شاهہ مردان شاهہ پير پاڳاري صاحب جن جو خطاب اڄ جي دور جو هڪ انقلابي خطاب آهي. پير صاحب پنهنجي خطاب ۾ جن سماجي مرضن جو ذڪر ڪيو آهي، تن صدين کان سنڌي سماج کي وڏو نقصان رسايو آهي ۽ انهن فرسوده ۽ غلط ريتن جي ڪري، اهو ترقي پسند ۽ روشن خيال معاشري جو روپ وٺي نہ سگهيو آهي. نابرابري جي رشتن سبب "ڪاروڪاري" جهڙي مڪروهہ سازشن کي هٿي ملي ٿي.

پير صاحب پاڳاري جي تاريخي ۽ يادگار خطاب جا نهايت مثبت نتيجا نڪرندا ۽ سنڌ جي وسيع علائقي ۾ بهتر سماجي تبديلي جا امڪان پيدا ٿيندا. ان خطاب تي عمل ضروري ٿيندو. ڇو تہ پير صاحب پاڳاري جن جي حُڪم تي حُر جماعت پيروي ڪندي، سماجي بهتري لاءِ ڪوششون ڪري تہ سنڌي سماج ۾ وڏيون انقلابي تبديليون اچي سگهن ٿيون ۽ اهو خلاقي توڙي معاشي لحاظ کان گهڻي ترقي تي سگهي ٿي.

*

# ڏاهي جو ڏس

پير صاحب پاڳاري صاحب جن جي تقرير جو متن مون اخبار ۾ پڙهيو هو ۽ سنڌ روشن خياليءَ، درست فيصلي ۽ دانشمندانہ قدم کي باشعور حلقي ۾ گهڻو ساراهيو ويو هو. پير سائين پاڳاري جن جي خاص طور تي سنڌ اندر جيڪا حيثيت آهي، تنهن کان ڪير انڪار ڪندو؟ سندن تقرير کي جيڪڏهن سندن مريد ۽ معتقد حڪم جو درجو ڏين تہ جيڪر سنڌ جي قسمت ئي بدلجي وڃي، پير صاحب پاڳاري پاران سنڌ جي اهم ۽ ٻرندڙ مسئلن تي اها تقرير هڪ باشعور، روشن خيال ۽ ڌرتي جو درد رکندڙ ڏاهي جي تقرير هئي سندن ان تقرير ۾ منفي روين جي جنهن جرأت مندي سان ننندا ڪئي هئي. تنهن کي ساراهڻ درست ٿيندو. سندن اهڙي ڪارائتي تقرير منهنجي دل ۾ سندن ادب ۽ احترام تهائين وڌائي ڇڏيو آهي.

*

# سماجي تبديلي جي شروعات

پير صاحب پاڳاري صاحب پنهنجي عقيدتمند مريدن کي اسان جي سنڌي سماج ۾ قائم فرسوده ۽ غير شرعي رسمن ۽ رواجن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. جيڪو يقينن خوشي جهڙي ڳالهه آهي، حُرجماعت ۽ سنڌي قوم معاشرتي بُراين، مُدي خارج رُواجن ۽ رسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ عملي طور تي ڪردار ادا ڪري، پير صاحب سماجي تبديلي جي شروعات ڪندي انقلابي قدم کڻڻ جو پنهنجي جماعت کي حڪم ڏنو آهي، جنهن سان سنڌي سماج مان غير شرعي رسمن ۽ رواجن جو خاتمو ٿيندو. پير صاحب هميشه نياڻين کي وڌ ۾ وڌ تعليم ڏيارڻ جي تلقين ڪندا پئي رهيا آهن، جنهن جو يقينن اثر ٿيو آهي. جماعت ۾ ڪافي ڇوڪريون پڙهي لکي ويون آهن ۽ ٻيون تعليمي سفر جاري رکيو اچن، اُن ڪري سنڌ جي ٻين ماڻهن کي به پنهنجي معاشري ۽ سماج مان مُدي خارج رواجن کي ختم ڪرڻ لاءِ اڳتي اچڻ گهرجي. سماجي ادارن کي ماڻهن ۾ سجاڳي لاءِ مناسب ۽ ڪارائتو ڪردار ڪرڻ کپي. جنهن سان اسان پنهنجي نئين نسل کي تباهه ٿيڻ کان بچائي سگهون ٿا.

*

# سجاڳي ۽ جاڳرتا جي نئين روشني

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت پير سائين پاڳاري جي ڪيل تقرير ۾ ان ۾ عام ماڻهن لاءِ هدايتون سڀني لاءِ مشعل راهہ آهن. انهن تي اگر عمل ڪيو ويجي تہ سنڌ مان فرسوده روايتن جي پاڙ پٽجي ويندي ۽ سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا جي هڪ نئين روشني پکڙجي ويندي، جو اهي سموريون ڳالهيون اسلامي تعليم جي عين مطابق آهن.

بهرحال مان هڪ دفعو وري معافي جو طلبگار آهيان، جو مان هن نيڪ ڪم ۾ خاص حصو حاصل ڪري نہ سگهيس. ڇو تہ پير سائين پاڳارا جن جي انقلابي تاريخي خطبي تي لکڻ لاءِ سوين صفحا درڪار آهن. سچي سنڌي قوم ڪي ان تي عمل ڪرڻ گهرجي، ان سان ڪاميابي ۽ ڪامراني ملندي.

*

# املهہ موتي

حضرت پير سائين پاڳارا جن هميشہ پنهنجي روحاني جماعت کي ناصحانہ نڪات فرمائيندا آهن. چوٿين فيبروري 1952ع کان بعد حُرجماعت سماجي ، معاشي ۽ سياسي نئين سفر جي شروعات ڪئي، اُهو سفر حضرت پير سائين پاڳارا جن جي رهنمائي ۽ رهبري ۾ شروع ٿيو. اُن اڌ صدي جي ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن، تڪليفن ۽ اهنجن باوجود جماعت اُن ڪري ڪاميابي ۽ ڪامراني سان اڳتي وڌي رهي آهي، ڇو جو اُن جو سبب حُرجماعت پاران پنهنجي مُرشد رهبر جي حڪمن ۽ هدايتن تي پابندي سان عمل ڪرڻ آهي. حضرت پير صاحب پاڳارا جن پهريون پيرو اهڙو خطاب ناهي ڪيو ، هر وقت پاڻ سجاڳي، شعور جاڳرتا ۽ سلامتي جي ڳالهہ فرمائيندا آهن. اهي روح پرور ۽ پلارا فرمان املهہ موتي آهي، جن کي هنئين سان هنڍائي اُن مٿان عمل ڪرڻ اسان سمورن تي لازمي آهي. "سجاڳي جو سڏ" ڪتاب سهيڙڻ بهترين قدم آهي، پر ضرورت انهي ڳالهہ جي آهي تہ خوشحالي ، بهبودي، شادآبادي، سلامتي ۽ ڪاميابي واري سفر کي جاري رکڻ لاءِ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي هر حُڪم هدايت ۽ مشوري تي بنا دير جي عمل ڪيو وڃي.

*

# سنڌ جي مفادن وارو پيغام

حرن جي روحاني پيشوا ۽ پاڪستان جي اهم سياسي شخصيت پير سيد شاهه مردان شاهه ثاني پير پاڳاري 2 فيبروري 2004ع تي حر جماعت کي درگاهه شريف پير جو ڳوٺ ۾ جيڪو تاريخي ۽ روحاني خطاب ڪيو هو. جنهن ۾ هيٺين فرسوده رسمن ۽ روايتن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو هئائون:

1. صغير ٻارن جا رشتا ختم ٿيڻ گهرجن.
2. ڇائي ڄم کان اڳ جا سڱ ختم ٿيڻ کپن.
3. بلوغت کان اڳ جون شاديون ختم ڪريون.
4. زباني رشتا بيڪار آهن.
5. سڱابندي ڪرڻ وقت ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن کان راضپو معلوم ڪيو وڃي.
6. پڙهيل ڇوڪري جي شادي اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل سان نه ڪريو.
7. عورتن کي طلاق ڏيڻ آزادي جو حق ڏنو وڃي.
8. نياڻين کي موروثي جائيداد مان حصو ڏنو وڃي.
9. ملڪيت بچائڻ خاطر عمر ۾ وڏيرن نياڻين جون شاديون ڪرايون وڃن.
10. اولاد کي وڏ ۾ وڏ پاڙهيو
11. خاص ڪري نياڻين کي تعليم ڏيو
12. عورتن سان جبر ۽ زيادتي نه ڪريو
13. حرام بدران رزق حلال تلاش ڪريو
14. چور ۽ بدمعاش جي سنگت کان بچو

سائين منهنجا مٿيون ڳالهيون جيڪي پير پاڳاري شاهه مردان شاهه پنهنجن مريدن لاءِ حڪم طور فرمايون آهن. تن کي هڪ اديب هجڻ جي ۽

هڪ فرد هجڻ جي حيثيت ۾ سچي سنڌ لاءِ آئون بهتر ڪان بهتر سمجهان ٿو نہ فقط سنڌ پر اسان جي ايستائين معاشري اندر جتي جتي اهي رسمون، روايتون يا رواج آهن اتي انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ تمام ڪار آمد آهن. اصل ۾ اهوئي دين اسلام چئي ٿو. دنيا جا ٻيا مذهب بہ انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ جيڪي خاص نڪتا بيان ڪيا آهن. انهن ۾ ساڳيا مول متا پڻ شامل آهن. پر اسان مسلمان گهٽو ڪري ايشيائي ملڪن اندر انهن اعليٰ قدرن ۽ اصولن جون ڀڃڪڙيون ڪيون آهن ۽ سنڌ اندر تہ انهي ظلم حد ڪري ڇڏي آهي اسان جي سماجهي سنڌ اندر انهن غلط ريتن رسمن جي ڪري ئي ڪارو ڪاري جهڙا مسئلا سنگين صورت ۾ سامهون آيا آهن ۽ ڪيتريون املهہ انساني جانيون (گهڻو ڪري غريب ڪمزور اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل ڪنوارين توڙي شادي شده عورتن جا خون ٿيا آهن) قتل ٿي ويون آهن. معاشري اندر ڪيتريون ئي غير اخلاقي، غير اسلامي رسمون ۽ ريتون اڏوهي وانگر ڪڙڪيون آهن. علم کان پري رهندڙ انسان چڱن علمن کا بہ پري ٿورهي، بيروزگاري جي ڏبڻ ۾ وچي قاسي ٿو. هڪڙا مجبور ۽ بيوس ٿي وچي خودڪشيون ڪن ٿا تہ هڪڙا غلط راهن تي هلي پنهنجي زندگي ۽ خاندان جي زندگي داءِ تي لڳائن ٿا. هڪڙا قبيلا ئي جهيڙا ڪن ٿا، اهي سڀ انهي پيغام ۽ حڪم کي دل و جان سان قبول ڪري جيڪڏهن انهي تي عمل ڪندا ۽ ان سان گڏوگڏ ٻين ملڪن، علائقن، پنجاب، سرحد، بلوچستان ۽ خاص طور تي سنڌ جا اهي اپوجهہ غريب مسڪين انهي روحاني پيغام کي حق ۽ سچ جي واٽ سمجهي عمل ڪندا تہ نہ فقط حر جماعت جا ملڪان ملڪ پهتل ماڻهو پر هر خطي جا ماڻهو ڀلي تہ ڪنهن دين ڌرم يا مذهب جا چو نہ هجن سي عمل ڪندي هڪ صاف ستري نيڪين، چڱائين، ترقين ۽ ڪامرانين سان ڀريل پر امن پر سڪون زندگي گذاري سگهندا ۽ معاشري سان لاڳاپيل ٻيون برايون بہ ختم ڪري سگهندا. منهنجي دعا آهي تہ شل اسين سڀ ماڻهو بنا ڪنهن نسلي مذهبي، صوبي يا ملڪي مت ڀيد جي پير سائين پاڳاري جي هن پيغام ۽ حڪم مان مڪمل فائدو وٺي سگهون.

*

# خوشحالي جو پيغام

پاڳاره خاندان جي سيني بزرگن جون سماجي، سياسي، ديني ۽ جهادي خدمتون تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. هن خاندان جي بزرگن دين اسلام جي تبليغ سان گڏوگڏ عالم انسانيت جي حوالي سان اهم ڪردار ادا ڪيو آهي جتي پاڳارا بزرگ پنهنجي جماعت (حرن) جي سياسي، سماجي، مذهبي اصلاح ڪئي ۽ تربيت ڏني آهي، ساڳئي جاءِ تي اسان ڏسون ٿا ته هنن سيني انساني جي ترقي، بهتري ۽ ڀلائي لاءِ جاکوڙ ڪئي آهي، هن ڀلاري ۽ سڳوري خاندان جو قربانيون ۽ خدمتون اسان جي لاءِ راهه مشعل آهن هيءَ واحد روحاني خاندان آهي. جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ قربانيون ڏنيون ۽ مال ملڪيتون ۽ جانيون قربان ڪري وطن جي آزادي لاءِ دشمن فوج سان مهاڏو اٽڪايو. جيڪو تاريخ جو اهم جز آهي.

موجود پير پاڳاري، پير شاهه مردان شاهه ثاني پنهنجن وڏڙن جي نقش قدم تي هلندي اهم ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. سندس خدمتون، قربانيون اسان سيني آڏو آهن. پير صاحب پاڳاري 04 فيبروري 1952ع کان وٺي هن وطن ۽ ان عوام جي وسيع تر مفادن کي آڏو رکي ملڪ ۽ قوم جو تحفظ ڪيو. اسان هندو ماڻهن لاءِ پاڳارا خاندان جون اهڙيون کوڙ ساريون قربانيون ۽ خدمتون آهن. هن راشدي خاندان سان به سئو سال پراڻو ناتو آهي. جيسلمير جي راجا گريدر سنگهه کان وٺي اڄ تائين اهو تعلق جڙيل آهي.

پير صاحب پاڳاري پنهنجن وڏن بزرگن جيان گذريل پنجاهه سالن ۾ جڏهن به اسان اقليت برادري تي ڏکيو وقت آيو ته هن هندن جو تحفظ ڪيو. ماضي ۾ جڏهن به سياسي يا سماجي طرح سان سنڌ ۾ فساد ٿيا ته ڌاڙيلن زور ورتو هندن کي اغوا ڪيو ويو يا انهن کي ڦريو پئي ويو ته اهڙي وقت ۾ پير

پاڳاري پنهنجي حرن کي حڪم ڏئي خصوصي طور تي هندن کي بچايو. حالانڪ عوام جو تحفظ حڪومت تي هوندو آهي. تنهن هوندي به پير صاحب پاڳاري ذاتي حيثيت سان بنا لالچ جي اقليتن جي حفاظت ڪئي. پير صاحب پاڳاري جي روحاني گادي ملڪن ۾ مشهور آهي، سندن لکين حر آهن. مگر پاڻ انهن کي هميشه نيڪي چڱائي ۽ بهتري لاءِ نصيحتون ۽ هدايتون پئي ڏنيون آهن. پير صاحب پاڳاري پنهنجي جماعت ۾ سياسي ۽ سماجي شعور ۽ بيداري پيدا ڪئي آهي جو اڄ سندن جماعت سياسي ۽ معاشي طرح مضبوط ۽ مستحڪم آهي. پير صاحب پاڳارو سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ ملڪ جي عظيم شخصيت آهي. سڄي عوام وٽ سندن وڏو احترام ۽ مرتبو آهي.

پير صاحب پاڳاري هميشه جيان 2 فيبروري 2004ع تي عيد جي ڏهاڙي درگاهه شريف پير جو ڳوٺ ۾ آيل حر جماعت کي روحاني خطاب ڪيو مگر ان جي انفراديت اها هئي ته اهو خطاب انقلابي ۽ تاريخي هو. جنهن ۾ پير صاحب پنهنجي جماعت کي حڪم جاري ڪيا آهن. فرسوده رسمن، ريتن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. حقيقت اها آهي ته سنڌ ترقي ۽ بهبودي جي ڊوڙ ۾ ان ڪري پوئتي آهي، جو اسان سڀئي مدي خارج ريتن. رواجن ۽ رسمن جي ڄار ۾ ڦاٿل آهيون. اسان ۾ لاشعوري وڏي ڇڪي آهي ۽ اسان ڏينهون ڏينهن انهن مدي خارج رسمن ۾ جڪڙندا ٿا وڃون. پير صاحب پاڳاري وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي جو هن وقت حالتن جي نزاڪت کي سمجهي اهم فيصلو ڪندي نندڍپڻ ۾ ڄائي ڄمر جي رشتن / سڱابندين کي ختم ڪرڻ، صغير ٻارن جو شاديون نه ڪرڻ يا رشتا نه ڪرڻ بنا راضپي ۽ پڇڻ جي ٻارن جون مڱڻيون / شاديون نه ڪرڻ نياڻين کي نڪاح جي حق کان محروم نه ڪرڻ، عورتن کي قرآن پاڪ سان نڪاح نه ڪرڻ بلڪ شاديون ڪرائڻ، مورثي جائداد مان نياڻين کي جائز حصو ڏيڻ، نياڻين کي تعليم ڏيڻ، وغيره جهڙا اهم حڪم ڏنا آهن.

ڪيڏي حر جماعت جي خوشنصيبي چئبي جو هنن جو روحاني پير ۽ اڳواڻ بنا رک رکان جي سڌو سنئون غلط رستي کي ڇڏي صحيح واٽ وٺڻ جو حڪم ڏنو آهي ملڪ توڙي سنڌ ۾ ٻيون به پيرائيون گادوين آهن. سياسي

رهنما ۽ اڳواڻ موجود آهن. مگر اُنهن ڪڏهن بہ اهڙو گس نہ ٻڌايو جو قوم/ جماعت ڪي ترقي، شعوري ۽ سجاڳيءَ جي دنيا ڏانهن وٺي وڃجي. بيشڪ پير صاحب پاڳاري جيڪي بہ نصيحتون ۽ حڪم ڏنا آهن. اهي رڳو حر جماعت لاءِ نہ پر سمورن مسلمانن ۽ هندن جي لاءِ آهن. اسان جي مذهب ۾ اهڙين مدي خارج رسمن، رواتين کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنل آهي. پلين ڪٿي ڪهڙي بہ ڌرم/ مذهب سان تعلق رکندڙ هجي، هر مذهب ۽ ڌرم ۾ انسان رکندڙ هجي، هر مذهب ۽ ڌرم ۾ انسان ذات جي ڀلائي. بهتري ۽ ترقي لاءِ هدايتون ۽ حڪم بيان ٿيل آهن. ان ڪري اسان کي ذهين ۾ رکڻ گهرجي تہ پير صاحب پاڳاري جيڪي بہ حڪم ۽ هدايتون ڏنيون آهن. سي يقينن انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ آهن. اسان پير صاحب پاڳاري طرفان ڪيل "سجاڳي جي سڏ" جي آجيان ڪريون ٿا ۽ سمجهون ٿا تہ پير صاحب پاڳاري روحاني پيشوا ۽ سياسي رهبر هجڻ جو حق صحيح معنيٰ ۾ ادا ڪيو آهي، هاڻي عوام تي آهي تہ هو ان تي عمل ڪري فائدو وٺي ۽ ترقي ڪري بهتري جي واٽ وٺي.

پير صاحب پاڳاري هڪ انقلابي دور جي شروعات ڪري ڇڏي آهي، يقينن ايندڙ وقت ۾ ان جا اثرات ظاهر ٿيندا. اسان کي اڄ نہ تہ سڀاڻي انهن فرسوده ۽ مدي خارج رسمن ۽ رواجن کي ڇڏڻو پوندو. بهتر آهي اڄ کان پير صاحب پاڳاري طرفان ڏيکاريل واٽ تي هلي سک، شانتي، امن ۽ ترقي حاصل ڪريون.

*

# فرسوده نظام خلاف جهاد جو اعلان

موجوده بادشاهہ پير سائين شاهہ مردان شاهہ "ثاني" پير پاڳارو روحاني پيشوا ۽ "پاڳارو" آهي پاڻ منفرد حيثيت جا مالڪ آهن، ڪين سڄي دنيا "پير پاڳارو" جي نالي سان سڃاڻي ٿي. دنيا جي سيني علمن تي مڪمل عبور هجڻ سان گڏوگڏ روحاني (رمزن) ذڪر ۽ فڪر، فهم وفراست، اعليٰ تدبر ۽ بصيرت سميت ڪيترن ئي خدا داد صلاحيتن جا صاحب پڻ آهي.

پير صاحب پاڳارو فقط هڪ شخصيت جو نالو ناهي. مگر سندن عظيم معتبر نالي سان جڙيل لاتعداد بابرڪت ڪردار سڄي دنيا جي سمورين قومن جي اڳيان پير صاحب پاڳارو هڪ اداري مثل موجود آهي، منجهن ڪيترائي شعبا اٿن ،علم جو اڻ کٽ خزانو هجڻ سان گڏوگڏ فيض سان ڀالوٽ گهرو سمونڊ آهي.

هڪڙي پيرو پير صاحب پاڳاري سان ملاقات ڪجي ٿي تہ واپسي تي ملاقات ڪري موٽندڙ پنهنجي مٿان افسوس پيو ڪندو آهي تہ ڪاش هھڙي عظيم شخصيت سان اڳ ڇو نہ ڪو نہ مليس..؟ سڄي دنيا ۾ "پير پاڳاري" جهڙي ٻي ڪا شخصيت نہ آهي، جنهن سان ملڻ تي ماڻهو کي ائين لڳي جڻ جسم ۾ "بجلي جو ڪرنٽ" لڳي ويو هجي ۽ سڄي جهان جي مسئلن، ڏکن ۽ دردن کي وساري صرف ئي صرف "ديدار حسن" پسڻ ۽ گفتگو ٻڌڻ ۾ ٻڏي غرق ٿي وڃي پنهنجي وجود کي وساري ويهي رهي ۽ وقت گذري وڃڻ سان نيايو آهي، موجوده مادي دور ۾ دنيا جا سياستدان، حاڪم ۽ اڳواڻ پنهنجي قومن کي صرف خوش ڪرڻ لاءِ ڪين اهي ڳالهيون ٻڌائيندا آهن يا اهي حڪم ڏيندا آهن جيڪي عوام ۽ رعيت کي خوش ڪن، پلين ان جو شديد نقصان عوام کي ڀوڳڻو پوي، مگر ان سڄي عالمي وايو منڊل جي

بلڪل ابتڙ هڪ روحاني پيشوا، سياسي رهنما، سماجي رهبر پير صاحب پاڳارو پنهنجي عقيدتمندن (حرجماعت) کي هميشہ اهي ڳالهيون (هدايتون /حڪم) فرمائيندا آهن، جيڪي حالات جي پيش نظر حقيقت تي مبني سچيون ۽ کريون هونديون آهن، ڪابہ اهڙي ڳالهہ ۽ مشورا، هدايت، حڪم نہ ڏنو آهي جنهن سان حال توڙي مستقبل ۾ حر جماعت کي پوئتي پيو هجي.

پير صاحب پاڳارو نہ صرف حر جماعت جو خير خواهہ آهي، مگر سندن دست شفقت ۽ نظر فيض سچي قوم مٿان عنايت ٿيل آهي، سندن جاني ۽ مالي قربانيون تاريخ جو اهم حصو آهي.موجوده پير پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ثاني هميشہ جيان 2 فيبروري 2004ع تي درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ ۾ اهم تاريخي انقلابي خطاب فرمايو آهي، ان دوران پاڻ پنهنجي جماعت توڙي سچي، سنڌي قوم کي معاشري ۾ مروج ٿيل صديون پراڻيون مدي خارج فرسوده رسمن ۽ رواجن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي تہ عورتن کي جائز حق ڏيڻ جو بہ فرمايو آهي، پاڻ حق حلال روزي ڪمائڻ، نيڪ نيت ٿيڻ، پاڙيسرين جا حق ڏيڻ وغيره جهڙا ناصحانہ نڪتا بيان ڪيا آهن.

اها خوشي جهڙي ڳالهہ آهي تہ پير صاحب پاڳاري جهڙي شخصيت سنڌ جي دردن کي سمجهي ٿي ۽ کين پورو پوور احساس بہ آهي نہ تہ سنڌ....، سنڌ....، ڪندڙ پيا بہ آهن ،عملي طور تي انقلابي قدم کڻڻ تي روحاني رهبر کي سلام آهي، جنهن سنڌ مان فرسوده رسمن جي مرض جي پاڙ پٽڻ لاءِ کُلم کلا جهاد جو اعلان ڪيو آهي هن جهاد ۾ نہ رڳو سندن حر جماعت مگر سچي سنڌي قوم بہ ساڻ آهي.

پير صاحب پاڳاري جو ان خطاب دوران هيءِ لفظ قابل غور آهن. هو نئين تہ سندن هر لفظ باعث عزت آهي.پاڻ فرمايو تہ "پير ڪو سچو وقت توهان (مريدن) سان گڏ ڪو نہ هوندو" پيو فرمايو تہ "توهان هميشہ پنهنجو پاڻ ۾ هوندا آهيو، پنهنجن فيصلن تي عمل ڪندا آهيو پر پيراڻي فيصلي تي توجهہ نہ ڏيندا آهيو" عزيزان من! ٿورو غور ۽ فڪر ڪريو تہ اسان ڪهڙي رخ ڏانهن ۽ ڪهڙي واٽ تي وڃون پيا.....؟

*

# ڪارائتو قدم

حضرت سيد شاهه مردان شاهه ثاني پير صاحب پاڳارو سنڌ جي وڏي ۾ وڏي راشدي درگاهه جو سجاده نشين اعليٰ علمي لياقت، بصيرت، مثبت سياسي سوچ جو مالڪ آهي. سندن دور رس نگاهه ۾ مفيد مشورا عمل ڪندڙن لاءِ بهتر نتائج جو ذريعو آهن.

حرن جي روحاني پيشوا ۽ بزرگ سياستدان حضرت پير سائين پاڳاري 2 فيبروري 2004ع تي درگاهه شريف پير جو ڳوٺ ۾ تاريخي ۽ روحاني خطاب ڪندي غلط روايتن کي پڌرو ڪندي فرمايو ته "صغير ٻارن جا رشتا نه ٽيڻ گهرجن. سڱابندي ڪرڻ وقت ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو راضپو معلوم ڪجي، پڙهيل ڇوڪري کي پڙهيل ڇوڪريءَ سان شادي ڪرائڻ گهرجي، نياڻين کي موروثي ملڪيت ۾ حصو ملڻ گهرجي، اولاد کي تعليم ڏيارڻ گهرجي، نيڪ ۽ صالح بڻائجي، حلال روزي ڪمائڻ گهرجي، ٻرن ۽ بدمعاش ماڻهن جي سنگت کان پاسو ڪرڻ گهرجي".

مذڪوره مشورا وقتائتا ۽ ڪارائتا آهن وقت جي لحاظ کان پير سائين پاڳاري شاهه مردان شاهه جي مشورن کي عملي صورت ڏئي انقلابي قدم وڌايون.

*

# پير سائين پاڳارا طرفان "سجاڳي جو سڏ" ۽ وقت جي ضرورت

ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي، انسان پنهنجي ضرورتن ڪي مد نظر رکندي وقت سرايجادون، فيصلا ۽ انهن تي عمل ڪندو رهيو آهي. دنيا ۾ مذهب انسانن تائين مختلف طريقن ۽ رستن ذريعي پهتو آهي، انساني ڀلائي ۽ بهتري جون راهون تڏهن پيدا ٿيون آهن، جڏهن انسانن نيڪ عمل ڪيا آهن، اهي نيڪ عمل انسانن ٻڌا ۽ ٿيندي پڻ ڏٺا آهن، ٻڌڻ وارو عمل جديد طريقن ذريعي هن وقت تي رهيو آهي. گهٽي ڪان گهڻو تيز طريقو هن وقت ڇپائي جي ڪم ذريعي تي رهيو آهي. حر جماعت جي اڳواڻ ۽ روحاني پيشوا پير صاحب پاڳارا جو خطاب "سجاڳي جو سڏ" مهراڻ رسالي ۾ شايع ڪيو ۽ بو جنهن تي دوست ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي.

**علم پرايو ۽ ترقي ڪريو:**

سجاڳي جي سڏ ۾ پير صاحب استادن تي علم ڪي پکيڙڻ جو درس ڏنو آهي. علم انساني مادي توڙي روحاني ضرورتن جي تڪميل ڪري ٿو.

تعليم ترقي ڪي بنياد فراهم ڪري ٿي، هن موجوده دنيا جي ڪيترن ئي قومن پاڻ ملهايو آهي، انهن قومن سماجي، سياسي ۽ معاشي حوالي سان تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي.

انسان دشمن ڏرين ڪي ؛ متجاجن مان ايترو خطرو ناهي، جيترو اسڪولن، ڪاليجن ڪان، ڇاڪاڻ تہ هوُ هڪ نئين نسل جي جسماني، روحاني ۽ تخليقي صلاحيتن جي آبياري ڪري رهيا آهن. دنيا جي ڪروڙين شاگرد، لکين استادن جي شفقت هيٺ علم پرائي رهيا آهن.

استادن کي پنهنجي مان مرتبي کي ڏسندي محنت ڪري اهڙي نسل پيدا ڪن، جيڪو پنهنجي قوم ۽ ملڪ جو نانءُ روشن ڪن.

## نياڻين جي تعليم ۽ بهتر تربيت ۽ سندن حق حقوق:

عورت جي هن ڪائنات ۾ وڏي حيثيت ماءُ ۽ مرتبو آهي، سندس وجود جي اهميت جو اندازو ان ڳالهه مان ئي لڳائي سگهبو تہ هوءَ ڪيترائي نسل پيدا ڪندي رهي آهي ۽ قيامت تائين اهو سلسلو جاري رهندو.

تعليم تي جيترو ڇوڪرن جو حق آهي، اوترو ئي نياڻين جو اڄ توهان پنهنجي ايندڙ نسل جي آبياري ڪري رهيا آهيو. هي نسل سياڻي توهان، توهان جي خاندان، قوم ۽ ملڪ جي اهم ذميوارين کي سنڀاليندا ۽ خدمت ڪندا.

"خاص ڪري نياڻيون، جن کي جيڪڏهن سڀئي جائز حقوق مليل هوندا تہ اُهي خوشي سان ايندڙ نسل جي تربيت ڪري سگهنديون. اها هڪڙي حقيقت آهي تہ اسان جي زندگي گهر کان شروع ٿئي ٿي، جنهن کي سنوارڻ، سڌارڻ ۽ خوبصورت بڻائڻ لاءِ محنت ڪريون ٿا وري واپس اتي اچي آرام ۽ سڪون ۽ فرحت محسوس ڪريون ٿا. ائين اسان جي زندگي ختم ٿئي ٿي. نياڻين جا حق ادا نہ ڪرڻ سان ڪيترائي مسئلا جنم وٺن ٿا. هر ڪنهن جو رزق روزي الله پاڪ هن ٻار جي ڄمڻ کان پهرين پيدا ڪري ڇڏي.

## روزگار ۽ حق حلال جي ڪمائي:

الله پاڪ ڪائنات ۾ انسان لاءِ ڪيترائي روزگار جا وسيلا پيدا ڪيا آهن، وٽن مان ڪائيون وڏي روزگار ڪمائي ٿو تہ ان مان ڪونئر، گگر ۽ ماکي خاص ڪري پنهنجيون انساني ضرورتون پوريون ڪري ٿو. مطلب تہ ڪيترائي وسيلا موجود آهن شرط اهو آهي تہ توهان ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو ۽ ٻين جا حق غضب نہ ڪريو.

"سچائي جي سڌ" کي هنئين سان هنڊائڻ اسان لاءِ ضروري آهي، ان تي عمل لاءِ سوچيندي اسان اهو سوچون تہ ڇا ان مان فائدا ٿيندا. اسان صرف جن ماڻهن تعليم حاصل ڪئي ۽ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي، ان کي ئي

ڪٽي سامهون رکون، تجربا ۽ مشاهدا زندگي ڪي آسان ۽ سولو بڻائين ٿا. اچو تہ گڏجي پنهنجي زندگين سان پيار ڪريون ۽ ٻين ڪي سندن زندگي خوشي سان گذارڻ جا حق مهيا ڪريون، ان ۾ رنڊڪون نہ وجهون، ڇو تہ ٻين ماڻهن وٽ بہ اها ئي ساڳي دل آهي، جيڪا توهان وٽ آهي.“

*

ڊاڪٽر انور علي راڄڙ

# سلامتي جو سفر

حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحہ جي درگاهہ تان هميشہ سوجهري، سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا جو سڏو ٿيو آهي، سمورن گادي ڌڻي بزرگن بہ پنهجي وڏڙن جي نقش قدم تي هلندي جماعت کي وقت بوقت اهڙا حُڪم ۽ اهڙيون هدايتو ن ۽ اهڙا مشورا پئي ڏنا آهن، جنهن سان سندس جماعت سلامتي جو سفر بخوبي بنا خوف خطري جي پئي ڪيو آهي. پي سيد صبغت الله شاهہ سورهيہ بادشاهہ جڏهن انگريز سامران خلاف آزادي جي تحريڪ پئي هلائي، اُن وقت پير صاحب گڙنگ بنگلي تي پنهنجي حُر جماعت کي جيڪ بہ حُڪم فرمايا ۽ فورن اُن تي عمل ٿيندو ڏسي انگريز آفيسر بہ ڏڪي ويا. اهڙي عملي طور تي انا ڪيل ڪردار جو ڪو بہ مثال نہ ٿو ملي، اُن ڪان پوءِ جڏهن پاڙيسري ملڪ اسان جي ملڪ مٿان اوچتو حملو ڪيو تہ موجوده پير صاحب پاڳارا جن جي حُڪم تي هزارين حُرمجاهد گڏ ٿي ويا ۽ دشمن فوج خلاف سورهيائي ۽ بهادري سان جيڪو عملي ڪردار ادا ڪيو، جيڪو تاريخ جو حصو آهي.

جڏهن سنڌ ۾ نسلي ۽ لساني فسادات ڪرائڻ جي سازش تي، سنڌ ۾ رتوڇاڻ ٿي رهي هئي، بيگناهہ ماڻهن کي بي درديءَ سان قتل ڪيو پئي ويو ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ تہ انسانن جو ڪوس ٿي رهيو هو سنڌي ماڻهن حو ڪراچي ۾ داخل ٿيڻ چڻ تہ موت کي دعوت ڏيڻ هو اهڙي خطرناڪ صورتحال ۾ پير صاحب پاڳاري جن پنهنجي جماعت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ جيڪي حڪم ڏنا، تن تي جماعت فوري طور تي عمل ڪيو اج تائين ڪٺي

اهي حالتون بہ ناهن رهيون، پر مُرشد جنهن عمل جي منع ڪري ڇڏيم اهو ناهي ڪرڻو.

حضرت پير سائين پاڳارا جن تاريخي خطاب ۾ جماعت کي جيڪي بہ حڪم ، هدايتون ۽ مشورا ڏنا آهن، سي يقينن اسان جي ترقي، خوشحالي ۽ بهتري جي ضمانت آهن. انهن تي عمل نہ ڪرڻ سان حالتون بهتر ٿيڻ بدران بدتر ٿيڻ لڳنديون ۽ ترقي جو عمل بہ رُڪجي ويندو. اميد تہ حُرجماعت ساڳئي جذبي سان پير سائين پاڳارا جن جي حُڪم، هدايتن ۽ مشورن تي عمل ڪندي ترقي ۽ بهتري واري رستي تي سفر جاري رکندي.

*

# نِرالو پيغام

تاريخ جي آسمان تي هميشہ چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪندڙ ايشيا جي عظيم انقلابي اڳواڻ ۽ حرن جي روحاني اڳواڻ پيرصبغت الله شاهہ ثاني المعروف سورهيہ بادشاهہ جي شهادت 20۔ مارچ 1943ع واري ڏينهن کان 1995ع تائين وارن نَوَن سالن ۾ ان کانؐ اڳ واري درد ڪهاڻي جو هڪ وڏو داستان آهي، جيڪو "قيامت صغريٰ' کان گهٽ ناهي، جنهن ۾ انگريز سامراج ۽ انهن جي ساٿارين هنن حريت پسند ۽ آزاديءَ جي عملدارن کي هر لحاظ سان چٿڻ ۽ مفلوج ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪانہ ڇڏي، پر قدرت جي قانون "ڏکن پٺيان سک" جي مصداق چوٿين فيبروري 52ع تي ايرڻ واري سج حُرن لاءِ هڪ نئون پيغام آندو خانقاهہ راشديہ جي گادي بحال ٿي، حرفقير لوڙهن ۽ مصيبتن مان آزاد ٿيا. پير سائين پاڳاري جي رهبري ۽ رهنمائي ۾ حرجماعت لاءِ تعمير ۽ ترقي جون نيون راهون هموار ٿيون. پير سائين پاڳاري جي روحاني بصيرت دُورانديشي ۽ اڻ ٿڪ جدوجهد سان حر ڪميونٽي اڄ ملڪ جي مضبوط خوشحال، مهذب ترين ۽ محب وطن جماعت ليکي وڃي ٿي، جنهن پاڪستان جي جاگرافيائي ۽ نظرياتي سرحدن جي حفاظت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، اهڙي ريت هر محاذ تي فقيرن پنهنجو پاڻ ملهايو آهي. 2۔ فيبروري 2004ع تي درگاهہ حضرت روضي ڌڻي رحمۃالله عليہ جي گادي نشين حضرت ڇٽ ڌڻي بادشاهہ جيڪو روحاني خطاب ڪيو هو ان ۾ وڏ کان وڏ اها تلقين آهي تہ "پنهنجي اولاد کي تعليم ڏياريو خاص ڪري نياڻين کي". اهوئي سبب آهي جو 1952ع ۾ جيڪا قوم سئو سالن تائين دنيا کان پوئتي ڪئي ويئي

هئي، ان کي پير سائين بادشاهہ پنهنجي دانائي ۽ ڏورانديشي سان اڳتي آندو. انهيءَ خاص حڪم کان پوءِ حر جماعت جا لکين ٻار، نوجوان، ۽ نياڻيون اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ اعليٰ تعليم پرائي رهيون آهن. اهو ڏينهن پري نہ آهي جڏهن "ڍليار" کان وٺي "ڍوري ناري" تائين ۽ "ڪشمور" کان "ڪيٽي بندر" تائين حُر جماعت ۾ ظاهري ۽ باطني علم جا چراغ روشن ٿيندا ۽ پنهنجي مرشد جي حڪم مطابق سماج ۾ مثبت تبديلي ايندي.

*

سید حامد سعید کاظمی

# وقت کی آواز

آج کا انسان بہت ترقی یافتہ ہے۔ چاند تارون پر کمندیں ڈالنے والا، فاصلے سمیٹنے والا، کمپیوٹر کے ذریعے انہونی کو ہونے بنا دینے والا، لیکن پس ماندہ علاقوں میں تعلیم کی روشنی نہیں پہنچی۔۔۔اور اگر پہنچی بھی تو پرانی روایتون اور خود ساختہ اصولون کے سامنے یہ تعلیم دبی رہی، اپنا رنگ نہ جما سکی۔

وہ راج، وہ روایتیں، وہ دستور اگرچہ غلط تھے، جان لیوا تھے۔ انسان کو گھن کی طرح چاٹ لینے والی، مسرتوں خوشیوں سے محروم کر دینے والے، خواہشون، اُمنگوں جذبوں بلکہ جانوں کی بھینٹ لینی والے، لیکن ان رسموں اور روایتوں کے پیچھے نسل در نسل چلنے والی اندھی عقیدت، طور طریقوں سے چمٹے رہنے والی عادت، اور فرسودہ بے بنیاد اصولوں پر فخر کرنے کی سوچ کا ایسا دبائو دے کہ کوئی شخص ان کے خلاف آواز بلند کرنے کی جرأت نہیں کرتا۔ خوف ہوتا ہے کہ ہم اپنے رسوم و رواج اور روایات سے بغاوت کر کے اس ماحول اور معاشرے میں کیسے جی سکیں گے۔ یہ جان لیوا خوف، اندیشے تباہی اور بربادی کے باوجود کسی انقلابی قدم کے راستے میں بہت بڑی رکاوٹ تھے۔ بچیں کی بے جوڑ شادیاں، لڑکے اور لڑکی کی عادات، مزاج، ماحول اور تعلیم کی بے تحاشا فرق اور عمروں کے درمیاں زمیں آسماں کے تفاوت کے باعث ازدواجی زندگی جہنم کا نمونہ بن رہی تھی۔ جس کی باعث زیادہ متاثر ہونے والی تعداد خواتین کی تھی۔ عورت پائوں کی جوتی تھی۔

دوسری طرف مردوں میں بے روزگاری، رزق کی تنگی، غربت و افلاس کی فراوانی نے زندگی اجیرن کر ڈالی ہے۔ ایسی میں عمومی طور پر پیروں فقیروں اور وحانی پیشوائوں کا طرز عمل بہت غیر دانشمندانہ بلکہ غیر حقیقی ہوتا ہے۔ وہ ہر چیز کو تعویز، دم، درود اور جھاڑ پھونک کے ذریعے ٹھیک کرنا چاہتے ہیں۔ جو چند ایک افراد اور گھرانوں کے مسائل کا حل تو پیش کر سکتے ہیں، لیکن معاشرتی بگاڑ اد سماجی برائیوں کے اس طوفاں کے روک تھام نہیں کر سکتے۔ میں دل کی گہرائی سے خراج تحسین

پیش کرتا ہوں۔ پیر سید شاہ مردان شاہ ثانی پیر پگاڑا کو جنہوں نے ہزاروں عقیدت مندوں اور بے شمار مریدوں سے خطاب کرتے ہوئے معاشرے کے ان رستے وئے ناسوروں کی نشاندہی کی اور اپنے وابستگان کو ان ناسوروں کے علاج اور ان مسائل کے حل کی طرف متوجہ کیا، یہ ان کا تاریخی خطاب وقت کی آواز ہے۔ اوسندھ کے پسماندہ لوگوں کے لیے حیات ہے۔ کاش! باقی آستانوں اور درگاہوں کے سجادہ نشیں حضرات بھی اس فکر اور سوچ کو پروان چڑھا سکیں اور حضرت پیر صاحب پگاڑا شاہ مردان شاہ کے نقش قدم کو مشعل راہ بنا سکیں۔

*

محمد عبدالحکیم شرف قادری

# معاشرتی مسائل کی دیدہ ورانہ رہنمائی

محترم سردار بھیو صاحب نے حُروں کے روحانی پیشوا جناب پیر سید مردان شاہ ثانی، پیر سائیں پاگارہ دامت برکاتہم العالیہ کے خطاب پر تاثرات تحریر کرنے کیلئے عرض کیا ہے، یہ خطاب پیر سائیں پاگارہ شاہ مردان شاہ ۲ فیبروری ۲۰۰۴ کو درگاہ عالیہ قادریہ حضرت پیر سائیں روضے دھنی بادشاہ جو گوٹھ میں ہزاروں عقیدت مندوں کے اجتماع میں کیا تھا۔

راقم کی گزارش ہے کہ پیر سائیں پاگارہ شاہ مردان شاہ کے اس خطاب کو اس طرح ترتیب دیں کہ ہر مسئلہ الگ الگ نظر آئے۔

(۱) میں آپ کو ہمیشہ کہتا رہا ہوں کہ آپ کی اولاد صالح ہو اور بری دوستی سی بچے۔

(۲) خاص طور پر لڑکیون کی تعلیم پر زور دیتے رہو۔

(۳) کسی بھی تعلیم یافتہ لڑکی کی شادی کم پڑھے ہوئے لڑکے سے نہ کرائو۔

(۴) آپ اور ہم میں کچھ وڈیرے ہیں جو لڑکیوں کو ان کان حق نہیں دیتے، جائداد کے لئے ان کی شادی نہیں کرتے، کچھ لڑکیاں شور کرتی ہیں تو قرآن شریف دے دیتے ہیں کہ اس سے آپ کا نکاح ہے مثال یہ ارشادات نقل کئے دیں۔ پیر سائیں پاگارہ نے بڑے اہم معاشرہ۔

*

• محترم جناب سردار ڀيو صاحب

اميد تہ خوش و خرم هوندا. آمين.

المقصد تہ پير صاحب پاڳاري جي روحاني خطاب تي پنهنجي حقير تاثرات موڪلي رهيو آهيان.

گر قبول افتد زہے عز و شرف

اميد تہ شرف قبوليت حاصل ڪندا. لکڻ ۾ گهڻي دير ٿي وئي، جنهن لاءِ معاف ڪندا. منهنجون بيماريون ۽ گڏوگڏ مصروفيتون بہ تمام گهڻيون حائل هيون. انهي وچ ۾ مون اوهان کي فون بہ ڪيا پر رابطو نہ ٿي سگهيو.

شڪر گذار رهندس جي مضمون ملڻ جو اطلاع ملندو. مون جڳت ميڊيڪل اسٽور واري کي بہ اوهان ڏانهن پيغام ڏنو.

جواب جو منتظر

نثار احمد جان سرهندي

• Date: Feb 1, 2005

Mr. Farqir Sardar Bhayo
Razi Dhani Publications.

Dear Sir,

I, Amin Qazi, by virtue of and / or in the capacity of being the son of Dr. N.B.G. Qazi, wish to inform you that Dr. Qazi has moved and his new address is given herein under:_

Dr. Qazi, Heinrish Scheele Str. #2, 23909 Ratzeburg, Germany, Tel. No. 0049 4541 898447.

However his c/o address in Pakistan is asunder:

M.Amin Qazi

House no. 58, Street No. 33 kh. Seher. DHA Phase V ext. Karachi Pakistan.

Tel: No. 584 0608, Mobile No. 0300 8275415

With best Regards

M. Amin Qazi

• قابل احترام سردار صاحب

السلام عليڪم: اُميد تہ خوش هوندا.

اوهان جا عنايت نامہ ملندا رهيا آهن. جواب نہ ڏيڻ جا ٻہ ڪارڻ آهن. پهريون هي تہ آئون ملازمتي مسئلن ۽ گل حيات جي تعميراتي ڪمر ۾ ڏاڍو مصروف رهيس، مٿي ڪنهڻ جي بہ جاءِ/فرصت ڪانہ هئي. ٻيو سبب هيءُ هيو تہ پير سائين پاڳاري جي ڪنهن بيان، مريدن کي هدايت يا ڪنهن عمل کي ڪنهن بہ فرد جي تائين يا تيڪاٽيٽيءَ جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.

پير صاحب جي تاڪيد ۽ هدايت جي قدرداني فقط ۽ فقط ان ۾ آهي تہ سندس معتقد ۽ مريد، جن لاءِ تاڪيد نامو يا هدايت نامو جاري ٿيو آهي، سي نهايت خلوص ۽ سچائي سان لفظ لفظ تي عمل ڪن. جيڪڏهن مرشد جي هدايت تي ڪنهن مريد عمل نہ ڪيو تہ ڪيس مريد سڏائڻ جو حق نہ ٿو رهي.

سنڌ ۽ سنڌ واسين روحاني رهبرن ۽ گادين کان گهڻو ڪجهہ لهڻو. سنڌ سماجي، اقتصادي، تعليمي ۽ سياسي حوالن سان انتهائي نازڪ دور مان گذري رهي آهي. ماڻهن مان جهڙوڪ رهبرن ۽ رهزنن جي تميز ختم ڪرائي پئي وڃي. زندگيءَ جي هر شعبي ۾ بت پرستي ۽ گروهہ نوازيءَ جي وبا ڪاهي پئي آهي. حالتن جي پلصراط پار ڪرائڻ ۾ اسان جي روحاني گادين کي اهڙو تہ ڪردار ادا ڪرڻو آهي، جهڙو برصغير ۾ صوفي بزرگن ادا ڪيو هو.

اوهان جو

**ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ**

گل حيات انسٽيٽيوٽ، لاڙڪاڻو

● محترم فقير سردار پيو صاحب
السلام عليڪم، طالب دعا
واقعي اوهان جا ڪافي خط مليا، مون کان دير ٿي، تنهن لاءِ سخت مغذرت خواهہ آهيان. طبيعت گهڻي قدر صحيح نٿي رهي، دعا ڪندا رهندا. مختصر ۽ ڪجهہ ڪچا پڪا اکر لکي موڪلي رهيو آهيان. مناسب سمجهو تہ شايع ڪندا. مهرباني ٿيندي
جملہ دوستن کي سلام

فقط
**فقير بشير احمد لغاري**
ڏُگهڙي

● محترم سائين سردار پيو صاحب
السلام عليڪم – اميد تہ خيريت سان هوندا.

گذارش تہ پير صاحب 2 فيبروري 2004ع تي پنهنجي خطبي ۾ جيڪي هدايتون فرمايون آهن، موجوده دؤر جي تقاضن مطابق آهن. خوشي جي ڳالهہ آهي تہ انهن تي عمل بہ ٿي رهيو آهي. اوهان جي حڪم جي موٽ ۾ هڪ مضمون موڪلجي ٿو. اهو ڪتاب "سجاڳي جو سڏ" ۾ شامل ڪندا.
اوهان جي وڏي مهرباني جو مون کي ياد ڪيو اٿو.

اوهان جو نيازمند
**آفتاب ابڙو**
ڪراچي

(نوٽ: سائين جن جيڪو مضمون لکي مون ڏانهن اماڻيو هيو سو مون تائين نہ پهچي سگهيو ڪافي پڇا ڳاڇا بہ ڪئي سين - سردار پيو)

● محترم جناب پيارا سردار پيو صاحب
السلام عليڪم و رحمة الله
طرفين خيريت نيڪ مطلوب بعد گذارش تہ حافظ عبدالقيوم مهر سان ملاقات ڪونہ ٿي سگهي. حافظ صاحب درگاهہ شريف تي مصروف آهي. اوهان جو خط ۽ پير سائين جو خطاب پوسٽ ذريعي درگاهہ شريف موڪليا اٿم. اميد تہ هو ضرور تبصرو لکي موڪليندو.
هڪ دوست نصر الله سمون صاحب کان لکائي موڪلجي ٿو اميد تہ قبول پوندو.
پير سائين جي خطاب تي اسان جهڙن اپوجهہ لکي نہ ٿا سگهن. انهي لاءِ معذرت خواهہ آهيان. وڌيڪ خيريت.

فقط:
فقير محمد رمضان مهر سوندر
پي.او ننگر چاڪر/ٿرپارڪر

● جناب سردار پيو صاحب
السلام عليڪم
اميد تہ خيريت سان هوندا.
اوهان جو خط مليو مضمون ۾ دير جو سبب ڪاهلي-ذاتي مصروفيتون آهن. جنهن جي دير سبب ڪري آءٌ شرمنده آهيان. سوندر جي دوستن جو خط آيو آهي تہ اهي بہ ڪتاب ڇپرائن پيا. انهن کي بہ جلدي مضمون لکي موڪلڻو آهي. انشاءَالله ڪجهہ ڏينهن اندر مضمون لکي ڇڏيندس جهڙو حال آهي. باقي دوستن کي هڪ دفعو مون چيو هو بار بار چورڻ سنو ڪونہ ٿو لڳي. ان ڪري مان پنهنجي ذميواري ڪٿي سگهان ٿو پر سانگهڙ جي ٻين دوستن جي نہ ان ڪري توهان دل ۾ نہ ڪندا. جهونگار جو نئون شمارو ڇپجي ويو آهي، راءِ ضرور لکندا.

جهونگار نمبر 11 دفاع وطن ۾ حرن جي ڪردار جون ڪجهه ڪاپيون بچي پيون آهن. جيئن مانجهي پنهنرو جهونگار نمبر 10 جون ڪجهه ڪاپيون وڪڻائي ڏنيون هيون. اهڙو عرض اوهان کي به ڪجي ٿو.
ڀيو سڀ خير
اوهان جو
**استاد نظاماڻي**
نارا پبليڪيشن، سانگهڙ

● سدا سُکيا ستابا هجو
محترم فقير سردار پيو صاحب
بعد سلام احوال عرض ته توهان جو خط ۽ پير سائينءَ جي تقرير پوسٽ رستي مليم. توهان جي مهرباني جو ههڙي رُوح پرور تقرير جي ڪاپي، منهن جي رڪارڊ تي رکڻ لاءِ موڪلي ڏنوَ. اوهان حڪم ڪيو آهي ته مذڪوره تقرير تي تبصرو لکي موڪليان. مان ڪير جو ايڏي وڏي ۽ انتهائي معتبر ماڻهوءَ جي چيل ڳالهه تي پنهنجي پاران راءِ زني ڪيان؟
پيارا! اهڙن عظيم ماڻهن مان اِهائي اميد ڪري سگهجي ٿي ته اهڙيون عظمت ڀريون ڳالهيون ڪندا ۽ ماڻهن کي عمل ڪرڻ لاءِ اتساهيندا.
سچ پڇو ته تقرير پڙهي مون کي ڪو به تعجب ڪونه ٿيو آهي، ڇو ته مذڪوره تقرير ۾ خلاف توقع ڪا به ڳالهه ڪانه آهي، تنهنڪري مون کي اچرج ڪانه ٿي لڳي.
توهان جو وري به ٿورو مڃان ٿو جو هيءَ تقرير مون ڏانهن موڪليوَ ۽ منهن جي ذاتي رڪارڊ ۾ اضافو ڪيوَ. دعائون ۽ نيڪ تمنائون توهان ۽ توهان جي سنگت ساٿ لاءِ.

اوهان جو پنهنجو
**راشد مورائي**

● محترم فقير سردار پيو صاحب

السلام عليڪم

توهان پاران پير صاحب جن جي تقرير جو ڇپيل متن ۾ خط پهتو. يادگيريءَ لاءِ مهرباني.

توهان هڪ بهتر روايت جو بنياد رکي رهيا آهيو. اهڙين ڪوشش ۾ اوهان سان اسان جو سهڪار رهندو. اوهان جي خواهش مطابق پير صاحب جن جي انقلابي تقرير بابت پنهنجي راءِ موڪلي رهيو آهيان.

اميد ته اوهان خيريت سان هوندا.

نيازمند

**ادل سومرو**

واري تڙ/سکر

● محترم سائين فقير سردار پيو صاحب

السلام عليڪم،

توهان جون وڏيون مهربانيون جو توهان مون کي ان لائق سمجهيو ٿا ته آئون پير صاحب پاڳاري جهڙي شخصيت تي ٻه اکر لکان! اهو درست آهي ته هيءَ زندگي يا ته موتمار بيڪاري ڏيندي آهي يا وري مزوريءَ جي گهاٽي مان جند ڇڏائي نه سگهبي آهي. آئون به هڪ عام ماڻهوءَ وانگر اِن گهاٽي ۾ آهيان. شڪر الحمد الله! ڏٺي سائين جي مهربانيءَ سان سڀ ڪم پاڻهي پيا ٿيندا آهن، نه ته اسان جهڙن ڪاهلن ۽ جاهلن جي ڪهڙي ڪمائي آهي؟

محترم سائين! توهان جو هي خط آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي ٻه سال کن پراڻي ائڊريس تان ٿيندو الائي ته ڪهڙن ڪهڙن هٿن مان ٿيندو اڄ مون تائين پهتو آهي. شڪر آهي ته مليو! توهان جنهن ڪتاب ڇاپڻ جو ارادو ڪيو آهي. اهو تمام ضروري آهي. ان سان خدا جي خلق کي رهنمائي ملي ته ٻيو ڇا گهرجي!

توهان پير صاحب پاڳاري جي جنهن تاريخي فرمودي جو ذڪر ڪيو آهي. ان لاءِ توهان جي مهرباني ٿيندي، جيڪڏهن ان جي ڪا ڪاپي مطالعي لاءِ مون کي جلد کان جلد هيٺين ايڊريس تي اُماڻي ڏيو.

توهان پنهنجي خط ۾ فون نمبر يا اِي-ميل ايڊريس نہ ڏني آهي، ان ڪري آئون توهان سان تڪڙي رابطي کان محروم آهيان. ٻي گذارش تہ جيڪڏهن توهان لفافي تي موجود آڪسفورڊ جي نئين ائڊريس تي خط موڪليو تہ ان جي مٿان "ذاتي" لکڻ نہ وسارجو.

نيڪ تمنائن سان

بدر ابڙو

● محترم سردار ٻيو صاحب

السلام عليڪم

اميد تہ خيريت سان هوندا.

توهان جا ٻہ خط هن کان اڳ جڏهن مون کي موصول ٿيا، تڏهن آئون آغا خان اسپتال ڪراچيءَ ۾ زير علاج هوس. منهنجون ٻہ آپريشنون ٿيون هيون ۽ جواب ڏيڻ جي بلڪل قابل نہ هوس. جيڪڏهن توهان ڪو Contact No لکو ها تہ آءٌ توهان کي پيغام رسائي ڇڏيان ها ۽ توهان کي زحمت نہ ٿئي ها.

محترم دراصل ان قسم جي مضمون لکڻ کان آءٌ احتراض ڪندو آهيان، ڇو تہ اهو منهنجي ضمير جو معاملو آهي. دراصل آءٌ ڪنهن بہ اهڙي معاشري جو قائل نہ آهيان، جيڪو سردارن، پيرن ۽ مرشدن جو تصور رکندو هجي ۽ ان ۾ گهيريل هجي. ذاتي ۽ انساني خوبين باعث آءٌ هر فرد جو احترام ڪندو آهيان. ان حيثيت سان مون کي سائين پاڳاري لاءِ بہ احترام آهي. سندس انسانيت پرست خيال واقعي ساراهہ جوڳا آهن، جن جي تشهير ٿيڻ گهرجي.

نيازمند

شمس الدين عرساڻي

حيدرآباد

● محترم سردار پيو صاحب
السلام عليڪم!

جيئن تہ توهان جي پاران حُرن جي روحاني پيشوا ۽ پاڪستان جي اهم سياسي شخصيت پير سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني پير پاڳاري 2- فيبروري 2004ع تي آيل حُر جماعت ڪي درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ ۾ جيڪو تاريخي ۽ روحاني خطاب ڪيو هو جنهن ۾ هيٺين فرسوده رسمن ۽ روايتن کي ختم ڪرڻ جو حڪم هئائون.

1. صغير ٻارن جا رستا ختم ٿيڻ گهرجن.
2. ڇائي ڇمر ڪان اڳ سڱ ختم ٿيڻ کپن.
3. بلوغت ڪان اڳ جون شاديون ختم ڪريو.
4. زباني رشتا بيڪار آهن.
5. سڱابندي ڪرڻ وقت ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڪان راضپو معلوم ڪيو وڃي.
6. پڙهيل ڇوڪري جي شادي اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل سان نہ ڪريو.
7. نياڻين کي موروثي جائداد مان حصو ڏنو وڃي.
8. ملڪيت بچائڻ خاطر عمر ير لاءِ ويهاريل نياڻين جون شاديون فورن ڪرايون وڃن.
9. اولاد کي وڏ ۾ وڏ پاڙهيو.
10. خاص ڪري نياڻين کي تعليم ڏيو.
11. عورتن سان جبر ۽ زيادتي نہ ڪريو.
12. حرام بدران رزق حلال تلاش ڪريو.
13. چور ۽ بدمعاش جي سنگت ڪان بچو.

سائين منهنجا مٿيون ڳالهيون جيڪي پير پاڳاري سائين پنهنجي خطاب ۾ ڪيون آهن. ان سان آئون بلڪل اتفاق ڪيان ٿو ۽ انهن ڳالهين سان ئي اسان جي معاشري ۾ سڌارو اچي سگهي ٿو.

اختر حسين ٻالي
پليجاڻي

● محترم سردار فقير پيو صاحب

السلام عليڪم!

اوهان جي پاران پير صاحب جن جي پاران 2 فيبروري 2004ع تي پير ڳوٺ ۾ آيل حُر جماعت کي ڪيل روحاني خطاب جي ڪاپي پهتي آهي. خطاب جا مندرجات انوقت اخبارن ۾ بہ نظر مان گذريا هئا ۽ قابل تحسين محسوس ٿيا. خاص ڪري بلوغت کان اڳ جون شاديون ختم ڪرڻ ۽ سڱابندي ڪرڻ وقت ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان راضپو معلوم ڪرڻ بابت تلقين، نياڻين جي تعليم لاءِ اتساهڻ، عورتن سان جبر ۽ زيادتي نہ ڪرڻ ۽ حلال رزق جي تلاش وغيره. اهڙو خطاب ۽ تلقين واقعي هن دؤر جي اهم ضرورت آهي، پر اجان بہ انهيءَ کان وڌيڪ ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ پير صاحب جن کي جيڪو اعليٰ مرتبو حاصل آهي، انهيءَ حيثيت ۾ مٿين ڳالهيون کي سنڌي سوسائٽيءَ ۾ هڪ تحريڪ وانگر، هڪ مشن وانگر سنڌ جي ضمير کي جاڳائي سنڌ جي نياڻين جي گهاٽي ۾ پيڙجندڙ رخيل روح تي هڪ سگهاري هٿ جي آسيس ۽ آٿت ڏين. ان مقصد جي لاءِ پير صاحب جن جيڪڏهن سنڌ جي طاقتور ماڻهن کي پاڻ وٽ سڏي پنهنجي انهن جذبن ۾ کين شرڪ ڪن ۽ واضح ڪن تہ هاڻي وڌيڪ زيادتيون ۽ انياءَ سنڌ جي نياڻين جو مقدر ڪونہ بڻبا تہ سچ پچو سنڌ تان ڪيئي سور لهي ويندا ۽ اهڙي مسيحائيءَ تي سچي سنڌ سائين جن جي عظمتن جو نسلن سميت سلاميون پريندي الله سائين سندن عمر دراز ڪري ۽ سندن اهي جذبا هڪ وڏي عملي تحريڪ جي شڪل اختيار ڪري وڻن ۽ شل ان سان سنڌ جا سور لهي پون.

خير انديش

نور احمد ميمڻ

چيئرمين سنڌي اڪيڊمي، ڪراچي

• محترم فقير سردار پيو صاحب!

خوش هجو شال!

توهان ماهوار "سنگت" ڏانهن موڪليل پير صاحب پاڳاري جي تقرير موڪلي آهي. سچ پڇو ته اهائي تقرير مون ڊاڪٽر شاهه محمد مري صاحب کي مارچ ۾ پڙهي ٻڌائي هئي، جيڪا "مهراڻ" ۾ ڇپي هئي.

توهان ڏاڍو سنو ڪم ڪيو آهي، ڊاڪٽر شاهه محمد کي به تقرير وٽي آهي ۽ هن "سنگت" ۾ ڇاپڻ لاءِ رکي آهي.

آئون توهان جي ڦرتي ساراهه جوڳي آهي. جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي ته مون ڏانهن پنهنجي "روضي ڏٽي پبليڪيشن" جو مواد يا اهڙو ڪيٽلاگ موڪليندا. آئون ڪنهن حد تائين ڊاڪٽر شاهه محمد مريءَ جو ٻانهن ٻيلي آهيان. سنڌيءَ مان ترجما ڪرڻ ۽ پشتو پنجابي ۽ اڙدوءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ منهنجو اهم ڪم آهي. ٻيو خير۔ڊاڪٽر صاحب مونکي حڪم ڏنو آئون جواب ڏئي رهيو آهيان.

توهان جو نيازمند

ننگر چنا

ڪوئيٽا

• محترم ڀاءُ سردار پيو صاحب

اوهان جو خط پهتو...مهرباني.

جن سماجي بُراين ڏانهن پير سائين اشارو ڪيو آهي، سي فقط چوڻ ۽ هدايتن ڪرڻ سان دور ٿي ڪونه وينديون آهن. توهان کي هيءَ حقيقت ته نيڪ روشن هوندي ته سماجي بُڇڙائيءَ جي پاڙ اقتصادي بدحالي هوندي آهي. ان کان پوءِ احساس ڪمتري، احساس سهي وغيره به آهي، جيڪا معاشري کي لوڏي رکندي آهي. سو منهنجا پيارا ڀاءُ انهن سماجي بڇڙاين کي روڪڻ لاءِ مان به ڳالهيون سوچيون آهن. 1. سنڌ جا پيداواري وسيلا سنڌ کي ڏيو. 2. سنڌ مان flight of capital کي روڪيو وڃي. پر هڪ حُر جي قلم جي آڌو سورهيه بادشاهه جي شهادت هجڻ گهرجي، جيڪا 1940ع واري پاڪستان آزاد ٿيڻ کان اٽڪل ٽي سال پوءِ واقع ٿي هئي، جيڪڏهن اها

پاڪستان جي آزادي لاءِ هئي تہ پوءِ سمجهڻ کپي تہ انگريز پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جي سخت خلاف هئا. پوءِ جن پاڪستان جو قرارداد پاس ڪيو ۽ 40ع کان وٺي 47ع تائين ان جي وجود لاءِ ڪوششون ڪندا رهيا هئا. تن کي بہ ڪٺي ڦاسي تي لٽڪايو ويجي ها. هن حقيقت مان اها ڳالهہ واضح ٿي ويجي ٿي تہ سورهيہ بادشاهہ جي شهادت ۽ حرن جون قربانيون هن پاڪستان لاءِ تہ ڪونہ هيون. اوهان جي ياد ڪرڻ جي مهرباني.

اوهان جو مخلص
**عطا محمد پنهيرو**
حيدرآباد

● محترم جناب چيئرمين فقير سردار پيو صاحب
سدا خوش هجو شال
السلام عليڪم!

جيئن تہ احوال هن ريت آهي تہ اوهان جو ليٽر ۽ پيرسائين روضي ڌڻي صاحب جن جو حڪم نامو مليو پڙهي ڪري ڏاڍي خوشي ٿي.

پير سائين سردار جن جيڪو پنهنجي مريدن سڳورن کي جيڪو ڪجهہ خطاب ڪري فرمايو اٿن سو ڏاڍو سٺو اهم ۽ راهہ مشعل جهڙا جملا ڳالهايا آهن. اسان پير سائين سردار جن سان اهڙن حڪمتن پري ۽ نصيحت آميز هدايتن ۾ سدائين گڏ آهيون ۽ اسان پير سائين سردار جن جا دعاگي آهيون تہ الله پاڪ سندن کي خضري حياتي ۽ ديني ۽ دنياوي مقصدن ۾ ڪاميابي عطا فرمائي. جيئن تہ مان عرضدار فقير مختيار احمد مفتي جمالي 35 سالن کان وٺي درگاهہ شريف تي 27 رجب شريف ۾ شرڪت ڪرڻ جي حاصل ڪيل سعادت نصيب ٿيندي آهي. مان سائين جن جو نهايت شڪر گذار آهيان. سائين جن مونکي هر سال استاد العلماءِ و شيخ الحيث گادي نشين حضرت مفتي اعظم پاڪستان جناب محمد صاحبداد رحمت الله عليہ صاحب جي خاندان سان نسبت رکندڙ سمجهي ڪري مون ناچيز کي پنهنجي بابرڪت محفل ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت

ڏيندا آهن. سائين فقير سردار پيو اسان پير صاحب جي ان نصيحت پرين ڳالهين کي لبيڪ چئون ٿا.

**فقط اوهان جو دعاگو**
**ميان مختيار احمد مفتي**
**سلطان ڪوٽ**

● **محترم سردار پيو**

تمام گهڻي وقت کانپوءِ خط آيو آهي. "پاڳارا آئينو" ڪتاب جي اشاعت کانپوءِ جهول ڏانهن ڪونہ آيو آهين نہ ڪا ملاقات ٿي آهي.

تنهنجي ڪتاب بابت محترم محمد عمر چنڊ صاحب جو چوڻ آهي تہ انۡ ۾ سوالن جي جوابن ۾ ڪجهہ غلطيون آهن، جن جي هُن صاحب درستي ڪري ڇڏي آهي. سندس صلاح هئي تہ ايندڙ ايڊيشن ۾ اهي غلطيون درست ڪرڻ گهرجن... ۽ ايندڙ ايڊيشن بابت مون کي ڪا معلومات ڪونهي.

حضرت پير سائين پاڳاره جن جي خطاب جو هيءَ نهايت شاندار ڊاڪومينٽ پنهنجي ليکي هڪ تاريخي دستاويز آهي، جيڪا سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿي چڪو آهي. ان خطاب کي تِماهي 'مهراڻ' پڻ شاندار انداز ۾ شايع ڪيو آهي. جنهن کي سنڌ جي عوام نهائت دلچسپيءَ سان مطالعو ڪيو آهي.

توهان ان بابت ڪتاب لکڻ ٿا چاهيو پلي لکو. نهايت پلو ڪم ٿيندو. منهنجو اوهان کي فقط اهو چوڻ آهي تہ "معيار کي ملحوظ خاطر رکو." تہ بهتر شيءِ ٺهي پوندي.

**فقط**
**فقير الله ورايو بهڻ**
**جهول**

• محترم فقير سردار پيو صاحب!

السلام عليڪم! محبت ۽ پيار جو شڪريو ادا ڪندي لکجي ٿو تہ موجوده حضرت پير صاحب پاڳاري جن جو ارشاد وقت جي نهايت اهم ضرورت آهي، شرعي طور نندڍپڻ جو نڪاح وغيره جائز آهي، پر ضروري ناهي، موجوده حالات جو جائزو وٺندي حضرت پير صاحب جن پنهنجي حُر جماعت کي جيڪو ارشاد فرمايو آهي نہ صرف جماعت کي پر سمورن مسلمانن کي ان تي عمل ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ گهرجي. ان تي عمل ڪرڻ سان موجوده حالات جا اُڀرندڙ فتنا رُڪجي ويندا. بس ايترو عرض ڪرڻ تي اڪتفا ڪندي دعا طلبي سان ئي اوهان کي السلام عليڪم چوان ٿو.

فقط

فقير ادريس ڏاهري نقشبندي عفي عنہ

• برادرم فقير سردار پيو صاحب

اسلام عليڪم: اميد تہ اوهان بخيريت هوندا.

گذارش تہ هڪ ٻئي پٺيان اوهان جا ٻہ خط پهتل آهن. ڪن سبب جي ڪري اوهان کي تڪڙي موٽ ڏئي نہ سگهيس. جنهن لاءِ دل جي گهرائين سان اوهان کان معذرت طلب ڪيان ٿو. مان اوهان جو ٿورائتو آهيان جو اوهان مون کي ان قابل سمجهيو تہ مان حضرت پير سائين قبلہ جي خطاب جي نقطن تي مضمون لکان ۽ پنهنجن ويچارن جو اظهار ڪيان.

برادرم! اوهان حضرت پير صاحب جي تقرير جون جيڪي پوائنٽس لکيون آهن. اهي قرآب پاڪ جي تعليم جي عين مطابق آهن. مان ڪوشش ڪيان ٿو تہ انهن نقطن سان مطابقت رکندڙ قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حديث پاڪ جي حوالن سان مضمون ترتيب ڏيان. پر ان ۾ ڪجهہ وقت لڳندو جيڪڏهن اوهانجي مجوزه ڪتاب ۾ ڪجهہ دير آهي تہ پوءِ مان ڪوشش ڪيان. جيڪڏهن ڪتاب ڇپائي لاءِ تيار آهي تہ پوءِ انشاءَ الله ڪنهن ٻي موقعي تي خدمت ڪبي. سلام سنگت کي ڏيندا.

اوهان جو ڀاءُ

غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ

مهراڻ اڪيڊمي، واڳڻو در، شڪارپور-سنڌ

(2)

● محترم سردار پيو

گذارش تہ اوهان جو نوازش نامو موصول ٿيو. مضمون جي سلسلي ۾ اوهان کي انتظار جي زحمت کڻڻي پئي، جنهن لاءِ مان دل جي گهراين سان اوهان کان معذرت خواهہ آهيان.

برادرم! اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ هڪ تہ اداري پاران مليل ڪم ۾ ڪجهہ ايترو مصروف آهيان، جو ٻئي ڪنهن ڪم ڏانهن ڌيان ئي ڪونہ ٿو وڃي. جيڪڏهن اوهان سنڌ جون اخبارون يا رسالا ڏسندا هوندو تہ اوهان پاڻ محسوس ڪيو هوندو تہ ڪافي عرصي کان انهن ۾ منهنجو نہ ڪو شعر ۽ نہ ئي ڪو مضمون/ڪالم ڇپيو آهي. سواءِ ڪاوش جي هائيڊ پارڪ جي. ٻي ڳالهہ اها تہ اوهانجو موڪيل اهو خط مون کان هيڏي هوڏي ٿي ويو آهي، جنهن ۾ اوهان حضرت پير صاحب پاڳاري جي ڪيل تقرير جا اقتباسات موڪليا هئا، جنهن ڪري بہ نقطن جي ڄاڻ نہ رهي ۽ ٿيون سبب اهو بہ آهي تہ مون سمجهيو تہ ڪافي وقت گذري ويو آهي، ڪتاب ڪڏهوڪر ڇپجي بہ ويو هوندو.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت پير سائين پاڳاري جي ڪيل تقرير ۽ان ۾ عام ماڻهن لاءِ ڏنل هدايتون سيني لاءِ مشعل راهہ آهن. انهن تي اگر عمل ڪيو وڃي تہ سنڌ مان فرسوده روايتن جي پاڙ پٽجي ويندي ۽ سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا جي هڪ نئين روشني پکڙجي ويندي، جو اهي سموريون ڳالهيون اسلامي تعليم جي عين مطابق آهن.

بهرحال مان هڪ دفعو وري معافيءَ جو خواستگار آهيان، جو مان هن نيڪ ڪم ۾ حصو حاصل ڪري نہ سگهيس. سنگت کي سلام. اميد تہ رابطو قائم رهندو

اوهانجو پنهنجو
**غلام مصطفي مشتاق ميمڻ**
مهراڻ اڪيڊمي، واڳڻو در
شڪارپور-سنڌ.

● محترم جناب فقير سردار حسين پيو صاحب
خوش هجو شال

السلام عليڪم!

سلامن ۽ دعائن بعد عرض تہ دير لاءِ معافي جو طلبگار آهيان. اميد تہ هن مسڪين کي معاف ڪندا.

ادا، سائين هن مسڪين وٽ نہ علم آهي ۽ نہ وري عقل جو پير سائين جي خطاب تي تاثراتي مضمون لکي، مون جهڙي ڪم علم ۾ ايتري سگهہ ڪانہ آهي. تاهم حضرت يوسف عليہ السلام جي خريدارن ۾ شمار ٿيڻ لاءِ بہ اکر لکيا اٿم، جي صحيح هجن تہ ٺيڪ ورنہ اطلاع ڏيندا تہ درست ڪري لکجي.... جواب جو انتظار رهندو، جوابي ڪارڊ بہ موڪليان ٿو.

دعاگو
**فقير غلام شبير ايم جيسر**
احسان واهڻ تعلقو ڏوڪري
ضلعو لاڙڪاڻو

● واجب الاحترام مانوارا سائين فقير سردار پيو صاحب
السلام عليڪم ورحمة الله

سائين سردار صاحب! اوهان جو خط پير سائين پاڳاري صاحب جي تقرير درگاهہ شريف ۾ آيل جماعت کي هدايتن تي مشتمل ڇپيل شڪل ۾ مليو ڏاڍي خوشي ٿي. اها تقرير اوهان ڇپرائي ورهائڻ وارو ڏاڍو پلو ڪم ڪيو آهي، هونئن بروقت جڏهن اها تقرير اخبارن ۾ ڇپي هئي تہ آئون ڏاڍو خوش ٿيو هئس ۽ فطري دوستن جو مون ان طرف ڌيان ڇڪرايو هئو تہ پير سائين جن جي هيءَ تقرير سنڌي قوم جي بنيادي سڌارن لاءِ مهيا آهي، عزيزم سردار صاحب! مون پير سائين سان ملاقات دوران شدت سان محسوس ڪيو آهي تہ هو اسان جي فلاح، معاشي ۽ اخلاقي اصلاح جو وڏو احساس رکن ٿا. قبلہ سائين جن جو علمي ذوق نهايت بلند ۽ اعليٰ آهي، آئون اوهان کي وري بہ شاباس چوان ٿو جو اوهان روضي ڌڻي پبليڪيشن قائم ڪري ان

اصلاحي مشن ذريعي پير سائين جي نصيحتن کي محفوظ ۽ عام ڪري رهيا آهيو. رب سائين اوهان کي خوش رکي، آباد رکي، سلامت رکي. اوهانجي دعائن جو محتاج

**عزيز الله ٻوهيو**

**نوشهروفيروز**

● محترم سردار بھیو صاحب

السلام علیکم ورحمتہ اللہ۔

مزاجِ گرامی۔

آپ کا ن نوازش نامہ موصول ہوا، آپ نے زکر فرمایا ہے کہ پہلے بھی آپ نے خط بھیجا ہے لیکن محترم، مجھے کوئی بھی ایسا خط موصول نہیں ہوا۔

بحرحال آپ کا یہ خط پروفیسر صاحب کی خدمت میں عرض کردیا ہے، پروفیسر صاحب نے آپ کیلئے سلام اور بہت جلد مضمون بھیجنے کو فرمایا ہے۔

فقط:

**خالد حسین آرائیں**

پی-اے ٹو پروفیسر مولانا غلام عباس قادری صاحب۔

# پيغام حق

**حضرت پير شاهہ مردان شاهہ ثاني پير پاڳارا فرمايو:**

1. نماز قائم ڪريو ۽ ذڪر جاري رکو.
2. اولاد کي پڙهايو خاص طور تي نياڻين کي وڌ ۾ وڌ پڙهايو.
3. ڪنهن بہ پڙهيل ڇوڪريءَ کي پاڻ کا گهٽ پڙهئي لکئي سان نہ پرڻايو گهٽ هجي تہ بہ برابريءَ جي تعليم وارو هجي نہ تہ وڌيڪ هجي، جي اهڙا پڙهيل ناهن توهان پڙهائڻ جي ڪوشش ڪريو ڇو تہ ڪم عملي جي ڪري ۽ ڪم لياقت جي ڪري زال جي اڳيان مڙس هميشہ جهڪندو رهندو آهي.
4. اهو جيڪو پراڻو دستور هو تہ پيءُ سڱ ڏيئي ڇڏيندو هو پنهنجي مائٽ ۽ دوست کي ۽ ماءُ ڏيئي ڇڏيندي هئي ہي مائٽياڻي کي، دوستياڻي يا سهيلي کي، اهو هاڻي ڪم نہ ايندو.
5. اهي نندپڻ جا سڱ يا ڇائي، ڇم وارا سڱ بيڪار آهن. ماڻهو پڙهي لکي بيهي ۽ عورت بہ پڙهي لکي بيهي پوءِ انهن جي منظوري سان سڱ ٿيندا.
6. بالغ ڇوڪري جي شادي بالغ ڇوڪريءَ سان ڪرايو.
7. بلوغت کان اڳ شاديون ڪرائڻ وارو پراڻو رواج ختم ڪريو اهو دستور ۽ رواج اڳئين زماني سان هو هن زماني سان سوٽ (Suite) نہ ٿو ڪري

8. صغير يا ننڍپڻ جا طئي ٿيل رشتا ختم ڪريو سي ختم ٿيڻ کپن، ان تي عمل ٿيڻ گهرجي ھيءُ اھو حڪم آھي، جنھن تي عمل ٿيڻ کپي.

9. اميد ٿو ڪريان تہ نہ توھان ننڍا سڱ ڏيندؤ نہ وٺندؤ اگر اوھان انھن کان نہ پڇندو ۽ پڇڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿا ڪريو تہ اھي ننڍ پڻ جا سڱ ۽ زباني رشتا بيڪار آھن، ۽ اڄ کان ختم آھن.

10. بھتر آھي تہ شڪيا ٿيو رزق حلال جي تلاش ڪريو ۽ پنھنجي اولاد کي وڏ ۾ وڏ پڙھايو خاص طرح سان عورتن کي، انھن (عورتن) تي جبر نہ ڪريو.

11. بالغ ٿيڻ کان پوءِ جيڪا ٻارن جي نيت ھوندي ان مطابق رشتا ڪريو.

12. جائداد جي ڪري ويھاريل نياڻين کي مھرباني ڪري اٿارڻ (شادي ڪرائڻ) جي ڪوشش ڪريو.

13. توھان ۾ اھا ھڪڙي رسم تي وئي آھي، جو نڪاح پڙھجي ويو تہ طلاق نہ ٿا ڏيو ۽ نہ ٿا وٺو پلا جڏھن زال مڙس جدا ٿيل ھوندا آھن ۽ ڪڏھن بہ گڏجڻ جو سوال ناھي تہ ھجڻ جي ڪھڙي ضرورت آھي اگر توھان مڙسن کي ٻي شادي جو حق ڏيو ٿا. بلڪ ٻي، ٽئين، چوٿين جو بہ اوھين ائين پنھنجو ھلڻ الڳ ڪريو ٿا تہ زال کي بہ ٻئي مڙس ڪرڻ جو حق آھي اوھين پوءِ ان کي طلاق ڏيئي ڇڏيو. پر اھو منھنجو مشورو آھي. حڪم نہ آھي تہ طلاق ڏئي ڇڏيو ھر ڪو ماڻھو پنھنجو فيصلو پنھنجي گھرو حالتن، خاندان جي حالتن ۽ برادري جي حال کي ڏسي ڪري

14. توھان بدمعاش ۽ بري جي سنگت نہ رکو پر سنگت انھن جي رکو. جيڪي نيڪ آھن ۽ صالح آھن.

15. اوھان پنھنجي اولاد جا خير خواھہ ۽خير انديش ٿيو پنھنجي ٻچن کي وڏ ۾ وڏ پڙھايو خاص ڪري نياڻين کي وڏ ۾ وڏ پڙھايو.

16. اوهان خدا ترسي ۽ خدا پرستي ۾ وچي وقت گذاريو.
17. اوهان نيڪ نيت ٻڻجو. ڪنهن سان نا حق ۽ نا انصافي نہ ڪريو.
18. پاڙيوارن جي مدد ڪندا تہ هو بہ اوهان جي مدد ڪندا.
19. هميشہ امن قائم رکو ۽ پنهنجو ملڪ ۽ قوم جي حفاظت ڪريو ڇو تہ ملڪ ۽ قوم جي حفاظت اسان تي فرض آهي.
20. منهنجي مشورن تي عمل ڪندڙ ڪاميابي ۽ ڪامراني حاصل ڪندا ۽ جيڪي عمل نہ ڪندا، تن جو زوال ايندو.

جيڪو رستو مان ڏسيو آهي، اُن تي هلندؤ انشا الله تعاليٰ عزت ۽ آبرو جي زندگي ۽ خانہ آبادي جي زندگي بسر ڪندو. توهان جي اولاد سڏرندي، لائق ٿيندي ۽ خوش هوندي، توهان ڪان بہ خوش هوندي ۽ هڪٻئي کي ملڻ ۾ بہ خوشي ٿيندي، اگر توهان منهنجي صلاح تي هلندؤ.

*

## روزانہ 'مهراڻ' عوام جو سگهارو آواز

روزانہ مهراڻ اخبار پڙهو جنهن ۾ هميشہ تصديق ٿيل خبر هوندي آهي:
اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جو فرمان

روزانہ مهراڻ اخبار ملڪ جي تمام پراڻي اخبار آهي. هيءُ ادارو گذريل اڌ صدي کان سنڌ جي عوام جو سگهارو آواز بڻجي اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. هن وقت پڻ اعليٰ حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني پير پاڳارا جن جي اعليٰ قيادت ۾ حُرجماعت جي مانواري فقير منثار مگريو ذاتي دِلچسپي، نيڪ نيتي، اعتماد ۽ جذبي سان اهو ساڳيو سفر جاري رکندو پيو اچي. خاص طور تي حُرجماعت روزانہ مهراڻ اخبار جو مطالعو ڪري ڇو جو واحد روزانہ مهراڻ اخبار آهي، جنهن ۾ درگاهہ عاليہ پير سائين روزي ڌڻي رحمت الله عليہ ، موجوده پير سائين پاڳارا جن ۽ حُرجماعت متعلق تصديق ٿيل ،صحيح ۽ سچي معلومات هوندي آهي. تنهنڪري حُرجماعت خاص ڪري روزانہ مهراڻ اخبار ضرور پڙهي. جيڪا حُرجماعت جي ترجمان اخبار آهي. جنهن جي حوالي سان اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن فرمايو "روزانہ مهراڻ اخبار پڙهندا ڪريو جنهن ۾ درگاهہ شريف متعلق هميشہ تصديق ٿيل خبر هوندي آهي."

حُر جماعت جي سمورن فردن کي گهرجي تہ اعليٰ حضرت پيرسائين پاڳارا جن جي زير شفقت شايع ٿيندڙ روزانہ مهراڻ جو مطالعو پاڻ بہ ڪن ۽ گڏوگڏ اخبار جي سرڪيوليشن وڌائڻ لاءِ پنهنجو منصبي فرض پورو ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽائين.

# A NEW REVOLUTION INITIATED BY PIR PAGARO SAHEB

On February 2, 2004, Pir Sayed Shah Mardan Shah-11 issued a statement, which has been published in Sindhi by Fakir Sardar Bhayo who asked me to write comments to be published in a book. He has asked many scholars to write comments:

Pir Syed Shah Mardan-II has taken a lead to all other Pirs of Pakistan in openly asking his followers to give to the women, right which are not only due to religion, but also as demanded by society as well as the new World Order has been suggesting. Incidentally his advise is considered as an "order", by the followers. He has advised his followers in following words.

(i) I emphasize that girls should be educated.

(ii) Well educated women among you, will in future contest for national and provincial assemblies as well as for union council seats, will win elections and then serve you. (The message to his followers is to support educated women in elections, if they come forward to contest).

(iii) Do not get girls married to person less educated than them.

(iv) Arranged marriages by both parents, will no longer be acceptable, are not workable and such marriages are not successful.

(v) Do not get boys and girls engaged in childhood.

(vi) Karo-Kari is out come of incompatibility in marriage for which c tiers are responsible. If a woman gets a man of her choice, there will be no case of Karo-Kari.

(vii) Let man finish his education and let women do like wise and then alone with their consent, get them married.

(viii) Only get an adult man be married to an adult woman.

(ix) End early marriage.

(x) End all cases of betrothal or marriage promises of minor children.

(xi) Do not maltreat women.

(xii) I have not interfered in your domestic affairs so far, but now for the first time I am asking you what to do.

(xiii) There are Zamindars, who do not want to give share of property to women and therefore they do not get them married. Some times they get them married to Holy Quran. This is wrong. Get your daughters and sisters married and give them proper share of property. I do not want to hear such complaints in future.

(xiv) There is still another custom that after performance of Nikah, even of minor children, you are opposed to divorce, even when husband and wife live separately and there is no chance of their living together again.

(xv) You think that you have right of second, third and fourth marriage. Woman too has right to have a husband. Then why you do not divorce her. In such cases if persons of incompatible marriages, separate (by divorce), I will be very happy.

(xvi) I am not telling you theology. I am only advising you and consider this advice as order (from your Murshid or Spiritual Head), which I have done after long time.

(xvii) There are no jobs. If you are matriculates go and join the army.

I brief this was the advice of Pir Saheb, to his followers, who normally consider it as an order and follow it up seriously. Pir Saheb, this time has said: "This is an advice and also an order and if you follow, it will make me happy and if not, I will be unhappy". Of course this is an order and his followers are going to see that others execute it in letter and spirit.

Some 25 years back, Sir Agha Khan, who possibly has as big a following as Pir Pagaro, told his followers two things. It was an advice but the followers accepted as orders and religiously adopted it. These were:

(i) Educate all boys and girls at least upto matric. Then if you are able support education of only one child in the college, send girl and not boy for higher education

(ii) Move from village to nearest urban town. If you have only one lac rupees move to Karachi. If you have ten lacs rupees move to UK, USA, Canada or Europe. Then dollar was equivalent to Rs. 10 and today dollar has depreciated to 30 cents and one dollar is equal to rupees 60. This mean one lac of

1979 is equal to twenty lacs of today, which could successfully settle a man in big towns and ten lacks of 1979 are equivalent to two crores of today and could easily push a man in business in Europe, UK or USA. Many of Sir Agha Khan's followers are now settled abroad permanently.

**Introduction**

We have to see what is going on else-where in the world. Iran was considered most conservative after Shah. The situation in Iran today is getting different with regards to the position of women.

(i) Divorce rate increase by 20% is regrettable, but it is a sign that traditional marriage is changing, as women get quality education and life standards.

(ii) About 60% of students in universities are women. (The Karachi University also has almost the same ratio).

(iii) 12% women are involved in publishing houses. In Pakistan it is limited to a few English papers.

(iv) 12% women are members of Professional Association of Journalists.

(v) There is a sign that this movement of women's development will be impossible to stop by Iranian conservatives.

As against this, a visit to Karachi, now and a few years back, shows that, wearing of veil was rare four years back, but today more than fifty percent girls wear it. It is cause of new conservatism influenced by Taliban type leadership in society. Poverty, unemployment, corruption in all spheres of life, moral decay, ruthless officers and unprincipled politicians,

have led to frustration, conservatism, low IQ and disinterest in various things.

Under Jewish Law a man could have five wives at a time and could remarry the wife he had divorced, any time again. The legal marriage was one in which at the time of birth of a child woman had to be married to the man. Men therefore could marry a fleet of women divorce them, keep them as mistresses in the house and marry them again before the expected date of delivery. Islam put a serious wedge in this type of family life by insisting that divorced woman has to marry some one else, consummate marriage and then if divorced she can marry her previous husband. Psychological behavior of man is that he will not allow this to happen. This was a great improvement over the women's position in Jewish Society. He will think that she is Kari. In Islam divorce is discouraged, but is not bad, if parties can not get along as husband and wife. Another relief to women in Islam is that a polygamous husband has to treat all women as equal in all respects and iris is an impossible task. If he cannot treat all wives equal, he must divorce the other women and end into monogamy. Morally therefore it is a sin to have more than one wife, but Muslim men for their own advantages have invariably adopted double standards. They are Muslims in name only.

At age of 20, after appearing in Inter Science Examination from D.J. Sindh College, I stayed in Karachi, as my village destroyed totally in 1942 floods, had not been rebuilt and various families had taken shelter in different villages. I found an advantage of getting books from D.J. Sindh College Frere Hall, Sarnagati and Anjman Tarqi-e-Urdu Libraries and during three months vacation, I wrote a 256-page book in Sindhi about: "Position of women in various religious and social laws with reference to Purdah", and proved that seclusion of women in Harems and imposing

of Purdah was started by Achaemenans around 550 BC or even earlier rulers had so done and this was endorsed and practiced by subsequent rulers in Asia. In India Rajputs were polygamous and had Harems. Even Rani Suhandevi, wife of Rai Sehras-II observed Purdah, as per her own words to Chach "I am a women and behind Purdah" mentioned in Chach Namah. Purdah in its present form was not introduced or endorsed by Islam, but existed much before. In Sindh all families of farmers or pastorals did not observe Purdah. It was not practical as labour required to cultivate land and feed the household needed all members of family to put in labour in the field. Pre-Sukkur barrage days were tough. Out of every five years there will be failure in at least three years, as water will come late in one year, recede early in another year, there will be low level of water in the river and canals in the third year and flood in the fourth year. This has been well recorded by the British engineers and so all family members including children had to toil long hours to fill their bellies. There was no time for luxury of remaining in the house. Above all educational facilities were limited for example there were only 24 primary schools in Dadu Taluka, against about a thousand today. In whole Sindh in 1942 there were only 48 High Schools. Not a single woman in our village in-1920 was in Purdah. It came in fashion after contacts of Sindhi Khilafat workers with Muslim of UP and it became a sign of prestige if some families could afford it. It was introduced after 1920, and by the rich only, but with vigor.

Purdah was very strict among well to do families of Sindhis before independence. Hindu women of Sindh too covered or rather wrapped their faces with Dupata leaving a small hole to see the road with one eye. In case of Muslim women, veil has it least a net to see through with both eyes. About this one British writer had remarked that both Muslims and Hindus slaughter their women, but the latter with a blunt knife.

I had written about women's rights then, as I had seen the plight of women in my and other villages. I was convinced that all this was due to Indic influence rather than Islamic or out-side. In the "Dark Ages" women were treated equally badly in Europe and it was during the some Dark Ages that Islam gave rights to women denied by Christian Church, but we Muslim converts of South-Asia kept local traditions and customs alive through the centuries. They observed rituals of Islam, but not spirit which was Indic.

I am a small unknown man, but must extend many congratulation to Pir Saheb for this timely and detailed advice and order to a few millions of his followers, without ambiguity and without any concessions to male members of his followers. I also think that it this statement is publicized in Sindh, it will be adopted by many others and bring a social revolution much needed by our society.

This statement of Pir Saheb also reflects on the incapacity of our Governments to enact the laws and reforms regarding gender rights, Karo-Kari Act and related matters.

To my mind, the lead that Pir Saheb has taken is a straight forward blow to feudal, who are responsible for violating women rights, Karo-Kari and Jirga system and it is also a lesson for other Pirs, Syeds, and religious leaders to come out of "Dark Ages" which they have imposed on Sindhi society. By his statement which needs to be widely circulated among the masses of Pakistan, Pir Saheb has taken a lead in what Human Rightists are asking and struggling for years, and what the present writer published in 1945 at an age of about 20. Let me just express that I liked my mother more than my father. They got along very fine, but she died when I was eight year old and in her memory I have respected all women for the past 70 years and also had and also had written that book and article of them more appropriate is "Seven thousand years of slavery of women".

Women are angles and Huris of this globe. Respect and re-respect them and again and again. Paradise is under their feet and not the Man's. I hope the revolution that Pir Saheb has initiated will spread to the whole Sindh very soon, as other will be compelled to follow it. It will also help in raising status of women in all walks of life.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسُل (پَنَ) ڪا ٻہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ہين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)